# خطَ

## ٻن اديبن جا

[عبدالقادر جوڻيجو - محمد ابراهيم جويو]



سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت
حيدرآباد، سنڌ
١٩٩٩ع

To Usas [DAWN]
6...
The far-refulgent mornings make apparent the lovely treasures which the darkness covered.
13. Obedient to the rein of Law Eternal give us each thought that more and more shall bless us....
I.123 (Griffith) Ṛg Veda

٦... "روشن تر صُبُحَ بهتر نعمتون ظاهر ڪن ٿا، جيڪي اُونده ۾ ڍَڪيلَ هونديون آهن."
١٣. "ازلي قانون جي پيروي، ۾ اُهي اسان مان هرهڪ کي اميد ڏين ٿا روشن کان روشن تر نعمتن جي...."





محمد ابرهيم جويو
جنم ١٣-آگسٽ ١٩١٥ع
عمر جو ڪم: لکڻ پڙهڻ، سکڻ سيکارڻ



عبدالقادر جوڻيجو
جنم ١٣-سيپٽمبر ١٩٤٥ع
عمر جو ڪم: لکڻ پڙهڻ، سکڻ سيکارڻ

# خَطَ

## پن اديبن جا

[عبدالقادر جوڻيجو - محمد ابراهيم جويو]

سهيڙ ۽ مهاڳ

جامي چانڊيو



سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت

حيدرآباد، سنڌ

۱۹۹۹ع

ڪتاب جو نالو: خـطّ ٻن اديبن جا (١٩٦٦ع-١٩٩٧ع)

چاپو: پهريون

تعداد: هڪ هزار

سال: ١٩٩٩ع

ڇپيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، ڄامشورو.

قيمت: اسي روپيا

Rs. 80-00

Letters Of Two Writers (1966-1997)
[Abdul Qadir Junejo & Mohammad Ibrahim Joyo]
Edition: 1st
Copies: 1000
Year: 1999
Price: Rs. 80/-

inted at Sindhi Adabi Board's Printing Press, Allama I. I. Qazi,
ımpus, Jamshoro, Sindh, Pakistan.

# مهاڳ

سماج جو بنياد انساني رشتن تي رکيل آهي. دراصل انساني رشتا ئي آهن، جن جي سَڳي ۾ سمورو سماج زندگيءَ جو رڳ پُوتَلُ هجي ٿو. جيئن جيئن انساني سماج اُسريو ۽ ارتقا پذير ٿيو آهي، تيئن تيئن انسان جي گڏيل ۽ باهمي رشتن جون بہ نوعيتون سُڌريون، اُسريون، تبديل ۽ مربوط ٿيون آهن. انسان جي ان سموري سماجي ارتقا جي اِتهاس جون جيڪي بنيادي حاصلاتون آهن. انهن ۾ انساني رشتن جو سڌرڻ ۽ مربوط ٿيڻ بہ هڪ آهي. زندگي ۽ سماج جي هڪڙن رشتن جو تعين فطرت پاڻ ڪري ٿي، جن کي عام ٻوليءَ ۾ رَتَ جا رشتا چيو وڃي ٿو. پر ٻيا رشتا سماج ۾ انسان پنهنجين خاص اوليتن سب پاڻ طيءِ ڪري ٿو. جي اُهي ناتا مثبت ۽ گڏيل نيڪ مفادن ۽ اعليٰ آدرشن جي بنياد تي قائم آهن، تہ انهن جو درجو ٻين سمورن ناتن کان مٿانهون ۽ اُتم سمجهيو ويندو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌ جي ٻن سدا ملوڪ سڄڻن جي هڪ اهڙي ساهہَ سُڌير سُڀنڌ جي ڪهاڻي آهي: هڪ اهڙي ڪهاڻي، جيڪا پنهنجي گرڀ ۾ سوين ٻيون ڪهاڻيون بہ رکي ٿي- اهڙيون ڪهاڻيون جيڪي جڻ تہ هن ڪتاب ۾ محڪم ٿي ويون آهن پر پوءِ بہ انهن ۾ تازگي آهي، انهن ۾ ماضيءَ جي يادُن جي انوکي سرهاڻ ۽ سونهن آهي: اهڙيون ڪهاڻيون جن ۾ ماضيءَ جا انيڪ احساس، اُڌما، ويچار، آدرش ۽ ڪردار اڄ بہ ساهہَ کڻن ٿا: اهڙيون ڪهاڻيون جيڪي دل جي اڪين جي هڪ اشاري سان روح جي اُونهاين ۾ لهي وڃن ٿيون ۽ ماڻهوءَ جي مَنَ کي وياڪلتا مان ڪڍي اميدن جي اَڪَٿ اوسر سان ٻري ڇڏين ٿيون.

هي ڪتاب سائين محمد ابراهيم جويي ۽ اسان جي يار عبدالقادر جوڻيجي جي دلي دوستيءَ جو دل پذير داستان ۽ دستاويز آهي، جنهن ۾ اُهي سمورا خط شامل ڪيا ويا آهن. جيڪي هنن ۱۹٦٦ع کان وٺي ويندي ۱۹۷٦ع تائين هڪٻئي ڏانهن باقاعدگيءَ سان لکيا. جيتوڻيڪ هي خط ڪو خاص ادبي مقصد رکي ڪونہ لکيا ويا هئا، پر سندن ٻوليءَ جي حسن، احساساتي گهرائيءَ ۽ ويچارن جي ورِونهنَ، هنن خطن کي اسان جي وڏي وَٿُ بڻائي ڇڏيو آهي. بلڪل ائين جيئن دنيا

جا ڪيترا ادبي شاهڪار ڪنهن خاص ادبي مقصد تحت ڪونہ لکيا ويا هئا، پر اڳتي هلي سندن فن ۽ معيارَ انهن کي بي مثال ادبي شاهڪارن جو درجو ڏئي ڇڏيو. هوئنئن بہ خطن کي "ادبِ لطيف" جي خاص ۽ اهم صنف مڃيو ويجي ٿو، جو ان ۾ اظهار جي بي ساختگيءَ ۽ سڌي تخاطب جي ڏاڍو سبب، انهن کي لطافت جو پنهنجو حُسُ ۽ هُڳاءُ هجي ٿو. سائين جويي صاحب ۽ عبدالقادر جوڻيجي جا هي خط بہ منهنجيءَ نظر ۾ اسان جي ادب جو هڪ لطيف حصو آهن. ڪجهہ حوالن سان تہ هنن خطن جي هڪ خاص حيثيت ۽ اهميت آهي. مثلاً سڀ کان پهرين تہ هي خط سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جي اُن دور جي احساساتي ۽ ادبي عڪاسي ڪن ٿا، جنهن دور ۾ اٿين ڪٿي چئجي تہ اسان جي ادب ۽ اديبن جا جذبا ۽ انهن منجهہ جوُلان ئي ڪجهہ اوُر هئا. ڇا تہ زمانو هو. اسان جي نسل لاءِ جڻ تہ اُهو دور هڪ خواب آهي، هڪ حسرت ۽ زمانن کي تبديل ڪندڙ مُرڪ آهي. هي اهودور هو، جڏهن هڪ طرف اسان ٻوليءَ، ادب، ثقافتي ٽوڙي قومي سڃاڻپ لاءِ خطرا پيدا ٿيا تہ ٻئي طرف اسان جي سداحيات ٻوليءَ ۽ وطن سان پيار ڪندڙ، ان جي انگ انگ جا گيت ڳائيندڙ، اديب، شاعر، دانشور ۽ قلمڪار هئا، جن حب الوطنيءَ، سچ ۽ سونهن سان سُچيتائيءَ ۽ سنڌ سان سرَسيتائي جا سوين داستان رقم ڪيا. هي اهو دور هو، جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي بچاءَ ۽ واڌاري لاءِ تحريڪون بہ هليون، رسالا ۽ ادبي ڪتابن جا سلسلا شايع ٿيا، جن سنڌ کي نئين ساجاهہ ڏني ۽ جڻ تہ ذهني ۽ روحاني طرح نئون جنم ڏنو. هي اهو دور هو جڏهن سنڌ جا روشن خيال اديب ۽ شاعر پاڻ ۾ جڻ تہ هڪ ڪٽنب جيان هئا. ۽ انهن ۾ اڄ جيان معمولي سببن ڪري وڏا ويڇا ۽ سَڌا نہ هئا. هي اهو دور هو جڏهن اسان جو هر باضمير ۽ ساجاهوَند اديب ۽ شاعر قومي اڏاوت ۽ آجپي جي جُهُد ۾ جُنبيل ۽ ويروُن وَڌ هو. هي اُهو دور هو جنهن ۾ شيخ اياز سنڌ جو عظيم شاعر ٿي اُڀريو هو ۽ جديد سنڌي ادب جا بنياد پيا. هن ئي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ لازوال گيت، شاهڪاُر افسانا، ڪهاڻيون ۽ فڪري مقالا شايع ٿيا، ۽ اهي سڀ ڳالهيون، اهڃاڻ، احوال،جذبا، جوُلان، قربتون، ٻوليءَ ۽ وطن سان لازوال محبتون ۽ آجپي جون اُڪيرون هن ڪتاب ۾ نہ رڳو موجود آهن، پر زنده آهن. ۽ اهوئي ڪجهہ تہ آهي جنهن هن ڪتاب کي جڻ تہ اُن دور جي تاريخ جي حيثيت ڏئي ڇڏي آهي- هڪ انوکي تخليقي اسلوب ۾ لکيل تاريخ. هن ڪتاب ۾ هڪ طرف محمد ابراهيم جويو آهي، جيڪو هڪ ڏاهي استاد وانگر عبدالقادر کي جڻ تہ فڪري ڇيڄ ڪان

وني سجاڳيءَ ۽ سچائيءَ جي سداحيات سفر لاءِ اتساهي ٿو، سندس رهنمائي ڪري ٿو. سندس مَنَ ۾ علم، عرفان جا ٻج پوکي ٿو ۽ کيس ان "فهم" ڏانهن وني وڃي ٿو، جنهن سان "پرين" پسبا آهن، ۽ ٻئي پاسي عبدالقادر جوڻيجو آهي. سنڌالاجيءَ جو ڊائريڪٽر ۽ اجوڪي 'شوبز' جي دنيا جو عبدالقادر نه پر جنهان ۾ فضل ڀنڀري وارو ماستر عبدالقادر. جنهن ۾ ٿر جي اجايل پٽُنِ جهڙي تشنگي ۽ پڪل ٻيرُنِ جهڙي خوشبو آهي، جنهن ۾ "ترين" جهڙي سادگي، معصوميت ۽ "ڪجهه" ڪرڻ جي تانگهه آهي. هنن خطن ۾ عبدالقادر جي ٻوليءَ کي پنهنجو حسن آهي. هن جي اندر جو فنڪار اُن ئي زمانئي ۾ وهيءَ چڙهيو. هن جي آرٽسٽڪ جوين جو جُوار ۽اٽا هنن خطن ۾ جهومندو نظر اچي ٿو. هونئن عام طرح اسلوب جي سادگي ۽ آرٽ ٻه مختلف شيون هونديون آهن، پر هي خط ۽ انهن ۾ عبدالقادر جي ٻولي، انهن ٻنهي شين جو خوبصوت امتزاج آهي. ڳالهيون- ساديون سُوديون، بظاهر عام پر گهريون ۽ آرٽسٽڪ، اها ئي عبدالقادر جي ٻوليءَ جي انفراديت ۽ سونهن آهي. هنن خطن وارو عبدالقادر ڪا ٻي شيءِ آهي. هو اجوڪي عبدالقادر کان گهڻو مختلف آهي- پنهنجي شخصيت ۾، سوچ، فڪر، ٻوليءَ ۽ روين ۾. هڪ لحاظ کان هي خَطَ عبدالقادر جي آتم ڪٿا ٻه آهن. مان ائين چوندس ته هن ڪتاب ۾ اهو عبدالقادر جوڻيجو موجود آهي. جنهن کي اجا "زماني" جو واءُ نه لڳو هو، جنهن تي اجا "شهري زندگي" جو پاڇو ٻه نه پيو هو. هڪڙو معصوم، خالص ۽ نِجُ نبارُ انسان- ٻئي پاسي جويي صاحب جا خط ته پنهنجو مَٽُ پاڻ آهن. وڏا ماڻهو پنهنجي وڏائيءَ جو اظهار زندگيءَ جي عام روين ذريعي ڪندا آهن ۽ هي خط جويي صاحب جي شخصيت جي وڏائي، مٺيا، وضعداري ۽ ڏاهپ جا آئينه دار آهن. سنجيده نثر ۾ جويي صاحب جي ٻولي جوجواب ناهي. اها هن جي وڏائي آهي، جو هنن خطن ۾ ڪٿ ٻه اهو محسوس نٿو ٿئي ته ڪو جويي صاحب جهڙي وڏي شخصيت هي خط هڪ نوجوان ۽ سيکڙات قلمڪار کي لکيا آهن. هونئن ته سندس هي خط عبدالقادر کي ذاتي طور لکيا ويا هئا. پر حقيقت ۾ جي علامتي انداز ۾ ڏسجي ته هنن خطن ذريعي جويو صاحب هڪ پوري نسل سان مخاطب ٿيو آهي. سندس مدبرانه ڳالهيون، ساهه سُڌبر ڏس ۽ سهتا آدرش، سندس "خوابن واري سنڌ" جا آئينه دار آهن.

هي خطَ مون کي ذاتي طرح ان ڪري ٻه بيحد وڻيا. جو جويي صاحب ۽ عبدالقادر، ٻنهي سان منهنجو پنهنجو ٻه شخصي تعلق رهيو آهي. جويو صاحب

منهنجو مهربان ۽ مَنَ جو سائين آهي ۽ عبدالقادر هڪ دل گهريو دوست. انڪري ههڙي دلپذير ۽ روح پرور ڪتاب تي ٻه اکر لکڻ سچ پچ ته مون لاءِ وڏي سرهائيءَ جي ڳالهه آهي. مون کي يقين جهڙي اُميد آهي ته ڪتاب سنڌ جي ادبي حلقن ۾ ضرور پسند ڪيو ويندو ۽ جنهن هي ڪتاب پڙهيو، اُهو مُدتن تائين ڪتاب کي وساري نه سگهندو.

**-جامي چانڊيو**

حيدرآباد - سنڌ
١١- مارچ ١٩٩٨ع

شاه عبداللطيف گورنمينٽ ڪاليج
ميرپورخاص هاسٽل جو روم نمبر ٥.
پيارا سائين!
دعائن سلامن بعد احوال تہ

هينئر آفيس مان ڪنهڙون واڪي واڪي دوست وٽ اچي ڪريو آهيان. جتان هيءُ خط پيو لکان. پڇاڙيءَ جو اُستادن، روم جي چارج ڏيڻ ونڻ ۾ اُرائي اچي ڪنيو. سو تڙ تڪڙ ۾ ڪمري جا تيڙ ساري سنڀالي ڏيئي. ڊوڙي ڊوڙي، اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيس. حيدرآباد چڙڻ وقت اوهان ڪان موڪلائي نہ سگهيس ۽ نہ وري پليجي جو ديدار ڪريٰ سگهيس. بهرحال ذهن جي جهوليءَ ۾ يادن ڪَٿا ڪٿي ڳوٺ پهتس. آئنده جون اميدون ١٠ اپريل سان ڳنڍيل آهن. اميد تہ ملاقات ٿيندي. سائين، حيدرآباد ۾ رهي ڪري اوهان جيڪا راين ۽ مهربانين جي ڳاني منهنجي ڳچيءَ ۾ پاتي، جا ڪنڌ ۾ پيئي لڙڪي. ان لاءِ لک لک ٿورا.

اوهان ٿر گهمڻ جو پروگرام ناهيو آهي. سچ پچ ايندا تہ منهنجي اکين تي.

اسان ڪي اسڪولن جا آرڊر اڃا ڪونہ مليا آهن. جي ٩ اپريل تي حيدرآباد ۾ ملندا، اميد تہ اوهان جون ڪوششون ڪامياب ويندیون. ان وچ ۾ جيڪڏهن شيخ صاحب ٽيليفون تي نہ مليو هجي، تہ ڪيس هينئر ياد ڪري ٽيليفون ڪندا، هو صاحب اڄڪلهہ آفيس ۾ وقت گذاري پيو.

وڏيڪ ڪو ڪم ڪار پويوَ تہ هيءُ سنڌ جي مٽي هر وقت حاضر آهي. پليجي صاحب کي نياز عرض آهن.

عبدالقادر جوڻيجو، ڳوٺ جنهاڻ
پوسٽ آفيس فضل پنيرو، ضلعو ٿرپارڪر، سنڌ

منهنجا سائين،

گهڻي گهڻي پيار ڪان پوءِ احوال تہ اسڪول جون چارجون وغيره وٺي، دخلڪار ٿي. ڪلهہ ٽنگون هٽي هٽي، اسٽيشن تي پهتس، ۽ اُتان سڌو ڳوٺ آيو آهيان. اڄي گهر پيڙو ٿيو آهيان. اسڪول لاءِ تہ اينرو چوندس تہ ويران اسڪول ۽ ويران فنڪار. هاڻ تہ ٻڪو ٻڪ آهيون، پوءِ ڪٽي قسمت. شيخ صاحب اجان ٿر ڏانهن امتحانن تي ويل آهي. ايندو تہ چنڙي پڇائيندوسانس.

والسلام

اوهان جو وچڙيل ساٿي عبدالقادر جوڻيجو

في الحال ائڊريس:

P.O. جُهڏو، ضلعو ٿرپارڪر

عبدالقادر جوڻيجو، ن. م. پرائمري اسڪول

ڪمال پتافي، برانچ آف پرائمري اسڪول،

جهڏو

ڳوٺ ڪمال خان ٻتافي (۳)
۹ مئي ۱۹٦٦ع
منٺڙا سائين،

هن ڪان اڳ ميار لاهوٽي ڪري خوش خيرعافيت جو خط لکي ڇڏيو هئم، جو اميد نه مليو هوندوَ، ۽ هاڻ هيءُ ٻيو خط انِ اُميد سان پيو لکان ته جواب ملندم.

سائين! مون وٽ چوٿين درجي ۾ هڪڙو ڇوڪرو پڙهندو آهي، عجيب عادت اٿس. ساڳيا ساڳيا لفظ ورجائي، اُٿلائي پٿلائي، تنگ ٿيندو آهي، تڏهن ڪتاب جي شروع ۾ اوهان جو لکيل نالو زور زور سان پڙهندو آهي "محمد ابراهيم جويو.... محمد ابراهيم جويو.... محمد ابراهيم جويو." منهنجي ڪاري ٻاٽ ذهن ۾ ڪا ياد جي تيلي سرڙاٽ ڪري ٻري ويندي آهي ۽ آءٌ روز خط لکڻ جو ارادو ڪندو آهيان، پر پوءِ پُڄان ڪونه. لکڻ ويهان ته جڻ ڪنهن هٿ ٻڌي ڇڏيا هجنم.

منهنجا سائين! مون تي سدائين سستيءَ جو پهرو هوندو آهي. پهريدار ڀالا ڪڍيو منهنجي هرِدي مُردي جي چوڌاري پيا ڏند ۽ ڀالا کُڙڪائيندا آهن. پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ڇڪي ڏيئي پهريدارن کي ڀڄائي ڪڍندو آهيان ته ڪڏهن افسانو لکيو وٺان، ڪڏهن ڪو آزاد نظم (جو ٿورن ڏينهن کان پوءِ ڦاڙي ڇڏيندو آهيان) ته ڪڏهن وري ڪنهن دوست ڏانهن ٻرندڙ خط. اڄ سٽائو واءُ وريو آهي اوهان کي خط پيو لکان، پوست ته الائي ڪڏهن ڪندس.

منهنجا ڏينهن، منهنجيون راتيون، ڳالهيون ئي نه پڇو! روزانو دوزخ جي باهه ۾ ٻرندو ۽ سڪل ڪانين وانگر تڙڪندو آهيان. ويچارا شاعر ته رات جو اوسيئڙو پيا ڪندا آهن ته ڪڏهن ٿو سج نڪري، ڪڏهن ٿي هيءَ قهري رات ڇڙيون هٽي هٽي دم ڏئي. پر سچ پڇو ته مون لاءِ صبح جي تکي ڳاڙهاڻ ٻاڻ سان رت جا وٽا ۽ باهه جا اُلا ڪڍيو اچي. پوءِ سڄو ڏينهن ٻجرڻ ۽ اسڙڪڻ ۾ لنگهيو وڃي. وڃيو وڃيو ڏينهن جا ٻه گهوباٽا ڪُتن ته آءٌ به ساڻو ٿيو رات جي هنج ۾ هليو وڃان. رات جي هنج نه ڪانهي، مولا ٿو ڄاڻي محبوبه جي هنج آهي، امن جي هنج آهي، سُک جي هنج آهي. پوءِ صبح جو ساڳيو شفق جو اوڳاڇيل رت، ساڳيا ٽُڙ، ساڳيا کماڙا، ساڳيا ڪپا.

هفتو کن به ڪونه ٿيو آهي، اسڪول ۾ ٻارن سان پئي وڙهيس، هڪڙو

ڪولهي شاگرد اڳيان اچي بيٺو. منهن اَڏوتو، ڪيڙا شاعر جي دل وانگر چير چيرَ، پير اُگهاڙا.

"شائين مَني موڪل ڏيو."

"ڇو بابا؟"

"سائين مين وٽ ڪتاب ڪُنهين، شيٺ بصرٺو وڍائي، بصر وڍي ڪتاب ڳڙهندس" - اٽڪيل اٽڪيل ڇڙوڇڙ لفظ.

بن ٽن ڏينهن ڪان پوءِ-.

پانيان ٿو يارهين ڪن جڳ ناٿيمر، هوا درين مان رونگٽ ڪندي مٿيو ٿي آئي. اسڪول جي در مان ٻاهر، ڪوٽ جي در ڏانهن نهاريم. اڳ م تـڙڪنـدڙ ۽ سڏڪندڙ ڏراڙ، پويان وڏيرو نيٺ سوڏو.

"هل پُٽ هل، تهنجي آءَ ناهيو ٿو مرمت ڪريان، لوفر ڇورا"

بَئي هلي اچي پرواريءَ ڪونيءَ ۾ وينا. ان ڪونيءَ ۾ اسڪول جي وچ ۾ در آهي، جتي منهنجي ڪرسي پيل هوندي آهي.

"هون....." سيٺ جا ڏڪ سٽڪا ڪندا ڏراڙ جي بُت کي نانگن وانگر ويڙهجندا ويا.

"الاڙي سائين.... گهوڙا ڙي، ٻيهر ائين ڪونه ڪندس ٻچڙا ٻچنئي، اڙي مري ويس، اڙي الاڙي"

"ها پٽ، پلي عشق ڪماءِ.... ڳوٺ جون نياڻيون تڪ.... هوءَ ماڻهين هُتي مائٽن نيتن سان سڙهي چڏي آهي.... تون ڪو لاٽ صاحب جو پٽ ڪونه آهين....." ان ڏيناري تان نظرون هٽائي، شاگردن ڏانهن نهاريم. ڏراڙ جو پاءُ.... الا.... هينيون چپ ڏندن هينان، اکين ۾ لڙڪن جي اُٿل، چپ چپ چڻ دل بيهي رهي هجيس..... سندس نهارتيءَ لاءِ نه مون وٽ تشبيهه ئي ڪانهي.... اجا به سوچ ڏراڙ جي پريٺءَ ڏانهن ٿي وڃي نه پينَ ٿو پڇيو وڃان، روزاني الاهي واقعا ڏسان پيو. جي اوهان کي وڻيا، نه لکندس.

گهڻو وقت ٿيو هو، جو خط لکيو هئمر معاف ڪندا، جو دير سان موڪليان پيو. "زال ذات" جو ردعمل اوهان تي الائي ڪهڙو ٿيو. مهرباني ڪري 'وڻيِ' يا 'نه وڻيءَ' جي خبر ڏيندا.

اوهان وارو غريب يار

پوسٽ آفيس فضل پنپرو، ٿرپارڪر

حيدرآباد، سنڌ
۱۷ آگسٽ ۱۹٦٦ع
منھنجا ننڍڙا منڙا ڀاءُ عبدالقادر

تو ھيلتائين ٽي خط لکيا آھن. ٽيئي مون وٽ سنڀاليا رکيا آھن. آءٌ چاھيان ٿو ته تون مون ڏانھن ائين خط لکندو رھه. تنھنجو ھر ھڪ خط پڙھي دل ڏاڍي خوش ٿئي ٿي. آءٌ توکي جواب به ڏيندس. سچ پچ ته ٻيو خط تو پنھنجي اسڪول منجھان لکيو ۽ ٻن ٽن ڏينھن کان پوءِ اوھان کي وئڪيشن ٿي وئي. سوچيم پئي ته ڪھڙيءَ ائڊريس تي تو ڏانھن جواب موڪليان. تنھنجي ڳوٺ جي ائڊريس مون وٽ ڪانه ھئي. اُھو ڏينھن ڪونه ٿي گذريو، جنھن ڏينھن تو ڏانھن خط لکڻ جي تانگھه ڪانه ٿي ٿيم. پھرئين خط جو جواب توڏانھن ميرپورخاص جي ڏنل ائڊريس تي موڪليو ھيم، جو توکي ڪونه پھتو. تنھنڪري جواب نه ڏيڻ جي ميار پاڻ تي ڪانھي، آءٌ ترسيو وينو ھئس ته وئڪيشن پوري ٿئي ته تنھنجي اسڪول تي توڏانھن خط لکندس، تنھنجو ھيءُ خط مليو ته ڏاڍي خوشي ٿي.

افسانا تنھنجا سڀ جيڪي به ڇپجن ٿا سي آءٌ ۽ ٻيا دوست ڏاڍي ڏيان سان پڙھون ٿا. جيڪڏھن منھنجي صلاح مڃين ته جيڪو به افسانو لکين اھو پھريائين مون ڏانھن موڪل. اھا چڱي ڳالھه آھي، جنھن لاءِ توکي آءٌ چوان ٿو. پوءِ جنھن به رسالي کي چوندين ان کي افسانو آءٌ پھچائي ڏيندس ۽ ڇپائيءَ تائين ان تي نظر رکندس. پر جيڪڏھن ائين ڪرڻ ۾ ڪجھه باز محسوس ٿئي ته پلي نه ڪج. ھر صورت ۾ اھو يقين رک ته تنھنجي لاءِ نيڪيءَ ۽ ڀلائيءَ جي خواھش رکندڙ تنھنجا ساٿي ۽ ھمراھه ھتي ھڪ نه، ٻه نه، پر گھڻا گھڻا، ويندي تنھنجي سوين ھزارين سمجھدار پڙھندڙن تائين، ۽ اُھي لکين انسان پڻ جيڪي ھونئن ته بي زبان، گگدام ۽ ڳوڀ آھن، جن کي پنھنجي افسانن ۾ تون پيش ڪرين ٿو، ۽ جن جا ڏک سور ٻين کي ٻُڌائين ٿو ۽ ٻين سان ونڊين ٿو- اُھي سڀ سوين ھزارين لکين ماڻھو تنھنجي نيڪيءَ ۽ ڀلائيءَ جي خواھش رکندڙ تنھنجا ساٿي ۽ تنھنجا ھمراھه ھِتي ۽ سنڌ ۾ ھر ھنڌ موجود آھن.

ٻي ڳالھه ٻڌ! اسين تنھنجي ٿر ۾ آيا ھئاسون! ڪيئن ٿو ڀانئين! جمال ابڙو، شيخ اياز، ٻِئي ۽ آءٌ. ڏيپلو، مٺي، اسلام ڪوٽ، نگرپارڪر، ڇاڇرو، عمر ڪوٽ، مطلب ته سڄو تنھنجو ٿرپارڪر گھمي ڦري ويا آھيون.

ھر ھنڌ تنھنجي يادگيري ھئي. تنھنجي ڳوٺ جو پتو ڪونه ھو. جتي ڪٿي ماستر عبدالقادر جوڻيجو پئي ڪيوسين. چون ته "ھي ٿر آھي ئي جوڻيجن جو، سو اوھان جي يار کي ڳولي ڪٿي ڳولجي، ڪو ڳوٺ جو پتو پار ٻڌايو! سو ٿر

ڏسي موٽيا سون. پر ٿر دل تي چٽو ٿي بيهي رهيو آهي. ڏاڍو وڻيو، ڏاڍو وڻيو. ٿر نہ سڄو افسانن سان ڀريو پيو آهي. اسلام ڪوٽ ۾ لوڪ رس جو ميلو ٿيو- اسان لاءِ. جنهن ۾ لوڪ گيت، لوڪ رهاڻ ۽ لوڪ ناچ ڏيکاريائون ۽ ٻڌايائون.

بس منا ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين! همرچو بہ ٿر ۾ رستي پنڌ هر هنڌ ٻڌوسون! نگر پارڪر ۾ پٽ ۽ چارڻ بہ ٻڌاسون. ٿر جون تاريخي جايون بہ جيڪي ممڪن ٿي سگهيون، اُهي ڏٺيونسين. ٿر اهو هڙٻانيون نڪتل، سڪي نوٽ ٿيل بندو آهي، جنهن تي مينهن ٿو پوي تہ نئين سر جوانيءَ جي ريهہ نڪريو ٿي اچيس. هر سال ٿي مٿس اها جواني اچي. تو جا اها ڊپ جهڙي ڳالهہ ٻڌائي آهي تہ "هڪ ٻيو مينهن هفتي کن ۾ نہ پيو تہ ٻاجهريءَ جي ڪاني وانگر ٿر ويچارو لڙي پوندو." سو ائين ٿيندو، ان جو احساس رڳو انهن کي ٿيندو جن ٿر ڏٺو آهي. ڌرتي ماتا ۽ آڪاس پتا- ٻنهي جي رس ۽ قرب تي جيترا ٿر جا مارو ماڻهو ڀاڙين ٿا، ايترو ڪن ٿورن ٻين ماڻهن کي ڀاڙڻو پوندو هوندو. شال ڌرتي- آڪاس جا هي معصوم ٻچڙا پنهنجي ماءُ پيءُ جي پيار جي نظر هيٺ هميشه خوش ۽ سلامت رهن.

"سهڻي" رسالي ۾ مون هڪڙو اپياس پيش ڪيو آهي. پليجي جي افساني "پسي ڳاڙها گل...." تي اهو اپياس لکيل آهي. هفتي کن ۾ اهو پرچو نڪرندو. تو وٽ ضرور پهچندو. اهو ضرور پڙهج ۽ پنهنجي رد عمل کان واقف ڪج.

هتي ڪجهہ "روح رهاڻ" ۽ "سهڻي" جي هلائيندڙن جي اٽڪٽ سبب اديب ۽ شاعر دوستن ۾ ڪجهہ ڦڪت جا آثار پيدا ٿي پيا آهن. پاڻ جيڪي ڳالهيون ٻولهيون هتي اِنهي سوال تي ڪيون هيون. اُنهن تي آءُ اڃا بہ بيٺل آهيان، پر گهڻ ۾ پاڻ کي يعني انهن کي جن لاءِ پاڻ کان مٿي مقصدُ آهي، وڃڻ نہ گهرجي. گهٽي قدر اسين انهن سڀني جا دعاگو ۽ پانهن ٻيلي آهيون، جيڪي ادب جي ميدان ۽ ٻوليءَ جي ميدان ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ اثرائتي خدمت ڪندا ٿا رهن. اسين انهن ۾ ويڇو وجهڻ يا ويڇو وڌائڻ جي حق ۾ نہ آهيون. اسين چاهيون ٿا تہ منجهانئن، جيڪا ڌُر يا جيڪو ماڻهو جيترو بہ جوابدار هجي، اوترو مڃي ڪري هڪٻئي جي ويجهو اچن. هڪٻئي کان پري نہ ٿين، ڇو تہ ويجهي اچڻ ۾ فائدو سندن ۽ اسان سڀني جو آهي. پري ٿيڻ مان چوڻاسو نقصان آهي. اميد تہ تون پنهنجي ساٿ سنگت سان خوش وخرم هوندين. تنهنجا سڀ افسانا مون کي وڻيا آهن. ڪيِ گهٽ کي وڌ وڻيا.

تنهنجو

محمد ابراهيم جويو

( ۵ )

ڳوٺ ڪمال خان پناڻي

سائين،

اوهان جو خط مليو. ائين جيئن ڪنهن اونداهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ ڪو ڪڻ ڪِرندو لنگهي اچي. اميد ته اوهان جي چوڻ موجب ائين آئنده پڻ ٿيندو رهندو. آخر اوهان اهو ڇو لکيو ته اوهين ٿَر آيا هُئا. مون کي ته ڪڙيائين لٺ هٽي ڪڍي اٿو. ساڻ لونڊڙيءَ واري. اوهان سان ملاقات ٿي نه سگهي، جڏهن اوهين گهر هلي آيا! ايتري پڪ اٿم ته مون کان صرف ٻن ميلن جي پنڌ تان متيا آهيو. اوهين نئين ڪوٽ آيا هوندا، ضرور انهيءَ ميرن جي پراڻي قلعي وٽان متيا هوندا، جو ٿر ۽ سنڌ جي وچ ۾ ڳنڍ جي حيثيت رکي ٿو. جتان پٽن جو درياءُ شروع ٿئي ٿو- لهرون هٽندو، هيٺ مٿي، هيٺ مٿي، لهرون ئي لهرون، ڏهوڪا، گولاڙا، همرچا، ڪجليا. پڙاڏا، اُپن ٽونڪن سان پٽون.

ها: ته انهيءَ قلعي کان ٻه ميل سَرِ اُبرندي ڊوري جي ڪپ تي، ٿوهرن جي ڳهاٽي جهنگ ۾ ويڙهيل ڳوٺ آهي- جنهاڻ- اُتيئي، هيءُ مست وينو هو. پر خير.... ڳالھ هتي مان نڪري ويئي آهي، پويان رڳو زخم ڇڏيا اٿس، سي ٻه دل تي. باقي پڇڻ سا ته اوهان پوريون ڪري ڇڏيون- مون کان ته ٺهڪ ٿا نڪرين وڃن. پلا هيڏي ساري ٿر ۾ هڪ ماستر کي ڪير سڃاڻندو- واھ منهنجا معصوم معمر سائيو!

پليجو نَرُ ٿر ڪونه آيو. ڇو؟ پلا وات ڏسُو ڪير هوو. جهيڙي جو ٻڌي مون کي ته ڏاڍو افسوس ٿيو آهي. ها! جهيڙو جتي نقصانڪار آهي اُتي فطري پڻ.

مون ته پارٽ جي سنڌي رسالن ۽ پاڪ جي اردو رسالن کي پاڻ ۾ وڙهندو ئي ڏٺو آهي.

ظاهر آهي ته پاڻ سڀڪنهن جا همدرد آهيون- مَنَ نَهي وڃن اوهين ڪوشش ڪريو. همراه آهن نازڪ مزاج.

اوهان جو لکيو آهي ته پنهنجا افسانا ڇپجڻ کان اڳ اوهان کي موڪليان، پلا ان کان وڌيڪ اوهان جو ٿورو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. آءٌ ته ان ڪَري مانڪو[مانڪيو] وينو هوس ته همراه تي بار ٿيندو- ٻه اشاعتي ادارا ڪنڌ تي، مٿان اسان جون بيگرون. ڪيئن ٻه آهي آءٌ هڪ افسانو "وِڪَ وَڪُ وِهُ" خط سان گڏ موڪليان ٿو. ٻيو افسانو "واٽون، راتيون ۽ رول" سگهوئي موڪليندس. آءٌ اُميد ٿو رکان ته اوهان موٽ ۾ هن ڪهاڻيءَ تي راءِ موڪليندا. پسند ٻسند ڇُٽي، پر اوهان جون ته

ڪاريون به مون کي گل ٿي لڳنديون. هيترا افسانا لکيا اٿم، ايماندارانه راءِ منهنجي همت ڪانه گهٽائيندي. پڪ ڄاڻو- ڪهاڻيءَ کي ڪا ڪمزوري هجي ته اُن ۾ دُرستي ڪندا ضرور. بلڪل نه وٺيو ته ختم ڪري ڇڏجوس جو ته آءٌ پنهنجي تخليق تي رحم ڪونه ڪندو آهيان. جي سڀ مرحلا مني وڃي، ته "سهڻيءَ" جي حوالي ڪري ڇڏجو.

پليجي جي ڪهاڻيءَ تي ٿيل تنقيد ته مون کي تنقيد براءِ نڪته چيني ٿي لڳي. خار ۾ اچي چئن صفحن جو جواب پڻ لکيو اٿم. فيئر ڪري سگهو ٿي "سهڻيءَ" کي موڪليندس. ظلم ته ڏسو نقادن جو: "ڪهاڻي بور آهي،" "ڪهاڻي چٽڻي آهي." ڇا ڪريون پر. ڪراچي هوٽل ۾ ويهو همراه بم جو بٽڻ دٻايو ڏين. پنهنجي تخليق جو قسم ته ههڙي ڪهاڻي مون پنهنجي عمر ۾ ڪانه پڙهي آهي. مون کي ته دنيا جا وڏا ڪهاڻيڪار هن ڪهاڻيءَ اڳيان سجدو ڪندا نظر ٿا اچن. سائين سنڌ جي نقادن لاءِ اياز سچ چيو آهي. هن ڪهاڻيءَ ته سنڌي ماحول جا لينگها ڪڍي ڇڏيا آهن. آءٌ پليجي جي نئين ڪهاڻيءَ جي انتظار ۾ آهيان.

اوهين ٿر گهمڻ آيا، ضرور تاثرات وغيره لکيا هوندوَ. اياز جو ردعمل ڇا هو؟ رشيد ڀٽيءَ جون تازيون به ڪهاڻيون پڙهي ڏاڍو افسوس ٿيم. ڪجهه به ڪونه هُئو اُنهن ۾.

اوهان ته ٿر ڏسڻ جي آرزو پوري ڪئي، پر آءٌ الائي ڪڏهن جي ايم سيد ڏسڻ واري آرزو پوري ڪندس.

ٿر لُڙهي ويو آهي. فصل ۽ گاهه جو رنگ ڦري سُنهري ٿيو آهي. واءَ جي زور تي اُڏاڻل واريءَ ترين تي اچيو ٿي لڳي.

اوهان خط ڳوٺ جي ائڊريس تي لکندا.

P.O. Fazal Bhambhro, Tharparkar.
To Abdul Kadir Junejo, Janhan

حيدرآباد جي ادبي حالتن کان واقف ڪندا رهندا. جيئن گذريل خط ۾ ڪيو اٿو. لک ٿورا سمجهندس. ڀلا اهي همراهه ڇا تان وڙهيا؟ ڇو وڙهيا؟

اوهان جو پنهنجو، سنڌ جي مٽي.

عبدالقادر

وري پوءِ........

( ٦ )

حيدرآباد سنڌ

٢٥-٨-١٩٦٦

پيارا منڙا عبدالقادر

تنهنجو خط ٿيون ڏينهن مليو، جنهن ۾ لکيو اٿئي ته "....هڪ افسانو 'وکَ وکَ وهُ' خط سان گڏ موڪليان ٿو." پر لفافي ۾ ته اهو افسانو پيل ڪونه هو! شايد ڪنهن ٻئي خط سان موڪليو اٿئي، پر اهوجدا خط افساني سان پڻ اجا نه ڪونه مليو اٿم يا اجا موڪليو به ڪونه اٿئي! افساني جهڙي ڳالهه آهي- ڏاڍو انتظار ٿي بينو اٿم ته مبادا ڪٿي گم نه نه ٿي ويو! هيءَ خط ڪالهه ئي بلڪ ٿيون ڏينهن ئي تو ڏانهن لکان ها، پر چيم ته متان جدا ڪنهن خط ۾ افسانو روانو ڪيو هجئي، سو هڪ به ڏينهن ترسڻ چڱو ٿيندو.

سو هڪ ته انتظار دور ڪرڻ لاءِ هڪدم به اکر لکي موڪل ته حقيقت ڇا آهي- افسانو موڪليو اٿئي يا اجان تو وٽ آهي. ٻيو ته آئينده جڏهن به ڪو افسانو مون ڏانهن يا ڪنهن ٻئي ڏانهن موڪلين ته پهريائين ان جو هڪڙو نقل ضررو پاڻ وٽ محفوظ رکي، پوءِ موڪليندو ڪج. نئين ڪوٽ ڪان ٻاهر جنهن ميرن جي پراڻي ڪوٽ جا پار پتا تو ڏنا آهن، برابر انهن پٽن ۽ پنڌن ڪان اسين اڳي مَتيا هئاسون. ميرن جي پراڻي ڪوٽ تي به ترسي، اندر منجهس وجي ۽ پٽين تي چڙهي، چڱيءَ طرح ڏٺو هئوسون. هاڻي جو تو ٻڌايو آهي ته تنهنجو ڳوٺ اُتان ڪي ٻه ميل پري هو، ته تو ڪان وڏيڪ دل کي صدمو مون کي رسيو آهي، ته اٿين ڪيئن ٿيو، جو توکي تنهنجي ٿر ۾ ايترو ويجهو ايندي به گڏجي ڪين سگهياسون! بهرحال تنهنجي اها ميار ٿي ۽ ضرور لاهبي، ڪو موقعو وني ترت ئي تو وٽان ٿي وجبو. اوهان جي انسپيڪٽر آف اسڪولس ۽ ڊئريڪٽر آف ايڊيوڪيشن ٻنهي کي پيو تپايان ته ايڏانهن ٿر جي گشت تي هلن ته انهن سان آءٌ به گڏجي نڪري پوان ۽ توکي ڏسي وجان. اميد ته مهيني ٻن ۾ اهو پروگرام اِئين نهي سگهندو.

اتي انسپيڪٽر آف اسڪولس، مسٽر ڊڪڻ، سان تنهنجو ذڪر ڪيو هوم، ۽ نهايت چڱيءَ طرح تنهنجي قدر افزائيءَ لاءِ چيو اٿمانس. مون سان انجام ڪيو اٿس ته انهي چوڻ کي ذهن ۾ رکندو. موقعي سان تنهنجو ساٿس ملڻ ٿئي ته ضرور کيس منهنجي يادگيري ڏيارج.

ٻيو سڀ خير وڏيڪ احوال ٻئي پيري.

تنهنجو

ابراهيم جويو

(٧)

سائين،

پڳين لڳان (پيرين پوان- ٿري محاورو، تمام منڙو جو دوستن کي چئبو آهي- پيرن ۽ ميرن کي نہ).

معافي ٿو گهران دراصل افسانو لکي تيار ڪيو هوم ۽ خط بہ. پر شهر فضل پنيري ۾ اچي ٿيلهو ڪوليم- خط ڪيسي ۾ هو، افسانو ڳوٺ رهجي ويو، ويسر پولي ۾. هينئر فضل پنيري پهچڻ شرط خط پيو لکان، جو اوهان جو تشويش پريو خط مليو.

اوهان اچو ۽ ضرور اچو، جهڙ جو وٿو، باجهر جي ماني- هٿ سان پيٺل اٽي جي- حاضر آهي.

پياري ابن حيات جن جي تحرير پڙهي ڏاڍو خوش ٿيس، منهنجي سلامن جون پريون کيس ڏيندا.

اوهان ڊکڻ صاحب جن کي چيو، وڏي مهرباني. دراصل آءٌ اوهان لاءِ تمام جذباتي خط لکيو وينو هوس، جو هاڻ ڪونہ موڪليندس. ڇا آهي تہ منهنجي گهَرن بيماري آهي ۽ منهنجو ڏور رهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

آءٌ D.I.S. صاحب کي درخواست موڪليندس. گهٽو ڪري وٺس ويندس. مولانا ماٺهو آهي. ها! جيڪڏهن ميرپورخاص تائين پهتس تہ اوهان وٽ ضرور پهچندس.

ها! افسانو پريئن ڳوٺان ڪٿي اچي پوسٽ ڪندس. تيو افسانو پڻ لکيو اٿم. عنوان اٿس "بڪل نمبر ٥٥٥." اِهو افسانو اوهان جي ڪيل همت افزائيءَ جو نتيجو آهي.

خط تڪڙ ۾ پيو لکان. سچ لَهڻ تي آهي. ٿي ميل پنڌ ڪرڻو اٿم بيرن تي. دير پئي ٿئي.

عبدالقادر

سلام شمشير، ربانيءَ، پنوهر، پليجي کي عرض آهن.

حيدرآباد (٨)

٣١-٨-١٩٦٦

پيارا ڀاءُ عبدالقادر

فضل پنهنجي ڳوٺ مان تڙتڪڙ مان لکيل خط تنهنجو پهتو. تسلي ٿي. سچ پچ جيڪڏهن ميرپورخاص اچڻ ٿئي ته هيڏانهن حيدرآباد تائين لُوهه ڪري ئي ويندين ته ائين ٿي به سگهي ٿو ۽ ٿيڻ به گهرجي. هونئن به خبرچار رکي جنهن ڏينهن تي ڊڪڻ صاحب ميرپور موجود هجي، ان ڏينهن تي اُتي پهچي روبرو ملندينس ته بهتر ٿيندو. هن گڏ جدا هڪ چٺي به هُن جي نالي لکي تو ڏانهن موڪليان ٿو. اها کڻي ساڻس ملج. پنهنجي ڪم لاءِ ضرور جهد ڪرڻو ئي پوندو.

"سهڻي" جو ستون نمبر تو ڏانهن جدا بڪ پوسٽ رستي موڪلي رهيو آهيان. ان ۾ پليجي جي افساني "پسي ڳاڙها گل..." تي منهنجو تنقيدي مضمون ڇپيل آهي، اُهو ضرور پڙهج ۽ پنهنجي راءِ کان واقف ڪج. ٻيا رسالا به الائي توکي پهچن ٿا يا نه- مثلاً "مهراڻ"، "روح رهاڻ"، "بادل". جيڪڏهن انهن رسالن جي رَسڻ جو اڳ تنهنجو پنهنجو بندوبست نه هجي ته لکج ته اُهي تو ڏانهن وقت تي موڪلبا رهجن. رسالا پڙهندو رهندين ته ادب توڙي اديبن بابت صورتحال کان هميشه باخبر رهندو ايندين. تنهنجا سلام ڀاءُ يار محمد کي ۽ ٻين کي پهچائي ڇڏيا اٿم. موٽ ۾ هو سڀ توڏانهن پيار جا ڀاڪر موڪلين ٿا. اميد ته تون ۽ تنهنجا سڀ سنگتي ساٿي اتي خوش چڱا ڀلا هوندا.

ٿر ته هينئر ويچارو ڏاڍو ڏکيو هوندو. مور چا ٿا چون؟ مينهن کي سڏين ٿا يا توڻي ئي ان کي سڏڻ ڇڏي ڏنو اٿن! مينهن کي آڻڻ لاءِ هندو مسلمان اتي ٿر ۾ ڪهڙا سان سوڻ ۽ پوجا پاٺ ڪن ٿا، ناچ ڪن ٿا، گيت ڳائين ٿا ۽ ٻيا ڪهڙا جَتن ڪن ٿا- هڪڙي اها ڳالهه، ۽ ٻي ڳالهه ته مينهن پون ٿا، تڏهن هو ڪهڙيون خوشيون ۽ ڪهڙا گيت ڳائين ٿا. سؤڻ سان ۽ پوڄاپاٺ ڪن ٿا. ۽ ٽين ڳالهه ته مور پکيءَ جو ٿر جي هندن ۽ مسلمان رهواسين جي جيوت ۾ ڪهڙو حصو ۽ ڪهڙي اهميت آهي ۽ ان تي وٺن ڪهڙا گيت، ڀهاڪا، ٽوٽڪا، وغيره آهن! انهن ڳالهين جي في الحال، سانهنَ سنيءَ ۾،جيڪڏهن ڪا خبرچار گڏ ڪري سگهين ته ڏاڍو چڱو ٿيندو. ان ۾ تڪڙ ڪانه ڪبي، ڳالهه رڳو ڌيان ۾ رک- پوءِ مهينا لڳن يا سال لڳن ته هرو ڀرو پنهنجي ذوق کي مجبور نه ڪج. بهرحال پنهنجو احوال، پنهنجي ٿر جي ۽ ٿر وارن جو احوال مڙيوئي مهيني اڌ ۾ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾- خط ۾، افساني ۾، مضمون ۾- ضرور ڏيندو رهج. ٻيو سڀ خير

محمد ابراهيم جويو

٥ سيپٽمبر، ١٩٦٦ع

جنهان

مٺڙا سائين!

اوهان جو خط مليو ۽ "سهڻي" بہ. لک لک ٿورا. هن واهيات ۽ چمچہ گير دور ۾ اوهان پارو کو ٿورا ٿو ڪري تہ اکين ۾ پاڻي اچيو وڃي- خلوص ڀريون مهربانيون ڪئي لين. مون وٽ 'بادل' ، 'سهڻي' ۽ 'روح رهاڻ' پهچيو وڃن. تنهن کان سواءِ 'افڪار' ۽ 'سيپ' وغيره پڙهڻ جو موقعو مليو وڃيم. ڪُنل "مهراڻ" ڪانہ ملندي اٿم. هڪڙي تہ مهانگي، ١٠٢ روپيا پگهار، ٢٢ روپيا مڻ ڪٽڪ، گهر ۾ دائمي بيماري، ٻيو نڪري دير سان- ايڊيٽر صاحبَ... مان پلي آهي. ٻڌو اٿئون "مهراڻ" جو نئون پرچو نڪتو آهي. 'مهرباني' ڪري موڪليندا تہ ٿورائتو رهندس.

ٿر جنهن جا ماتا پتا (بقول اوهان جي)آسمان ۽ زمين آهن، اُهو ٻن پُڙن جي وچ ۾ اچي ويو آهي، هڪڙو آسمان ٻي زمين، ٻئي پُڙ ڳرا آهن. ڪٽڪ ڪٽي وڃڻ جي ٿر ۾ منع آهي، ڇو؟ هو پيلڻ جي هنج ۾ وينل ميرو ٻار سمگلنگ ڪندو آهي، هو ڪٺ تي چڱهندڙ ٻوڙهو سمگلنگ ڪندو آهي، هو پُنن اگهاڙو ٻاجهريءَ جي سُڪل ڪانن تي پٽڪو ڪندڙ نوجوان سمگلنگ ڪندو آهي.

ٿر جي لوڪ گيتن، ناچن ۽ سوٽن سانن تي جام لکندس، ڇئو تہ ڪتاب لکان، پر ترتيب ڏيڻ جو بار ڪنهن تي رکندس؟ ڇئو تہ ڊگهن خطن ۾ لکان (اهو رستو مون لاءِ سولو آهي). باقي افسانن وغيره ۾ تہ پڪ ڇاٽو تہ ڪراچي هوٽل تي ڪونہ لکندس. لا ڪاليج جي لان تي ڪونہ لکندس. پر پٽ جي اڏ ٿر ۾ اڏيل چونئرن تي لکندس. جمڙائو جي ڪناري تي اڏيل ننيڙن ڳوٺن تي لکندس. پگهر ۾ ٻڏل جسمن تي لکندس. ڪارين اکين تي لکندس. ڳاڙها ڪپڙا پائي روڊن تي ڪهندڙ پيلن نوجوانن تي لکندس. هوشوءَ جي وارثن تي لکندس. مون کي سنڌ جي انڌن نقادن جي کهاڙين کان ڊپ ڪونهي.

اوهان "پسي ڳاڙها گل" جو ڏاڍو پيارو جائزو ورتو آهي- معمر لکندڙ جي قلم ۾ هي جوانين جو جولان ڪٿي ليي. جملو "....هڪ سنڌائتو ۽ ڀرپور وار سمجهيو ويو" خود هڪ سنڌائتو ڏڪ آهي، جو پڙهندڙ جي ذهن تي لڳي ٿو- اوهان جي اکين ڏٺن، ڪنن ٻڌل سچن واقعن جي چا ڳالهہ ڪريان. اُستاد بس، بس...

ٻيو تہ ڪونہ پر آرائين پنجابي، جي سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۾ ١٠٠ ورهين کان رهندا اچن، سنڌن ٻار بہ سنڌي پڙهندا آهن، تن جي هڪڙي وڏي ڳوٺ ۾ هڪڙي سنهڙي، سانوري، ڀرپور اکين واري ڇوڪري رهندي هُئي. هڪ سنڌيءَ جي مست فنڪار سان اٽڪي پيئي، اکين ست ڪوٽ ڀڄي ڇڏيا. وارث شاھ جي هير پنائيءَ جي رانجهوءَ جي هنج چوندي. پنائيءَ ۽ وارث جي وچ ۾ 'راڄ' اچي ويو. نتيجو پنهنجيءَ ٻوليءَ جهڙي منڙيءَ هير کي مليو. پهرين لٺ (ڊانگ) نونٺ واري، فنڪار جي خوابن ۾ تڙپندڙ نازڪ ٻانهن، اڏ وڍي ڏار وانگر ٽڙڪي پيئي. ٻي لٺ، اک کان متليو ڏک، رت جون تيتوريون- ويچارو فنڪار صرف افسانو لکي سگهيو رات جيءَ وهڪ ۾"- جيڪو عام پڙهندڙ جي ذهن کان متي ٽپي ويو. جنهن ۾ فنڪار هير سان خوابن ۾ ٿو ملي. هير جو ڪردار 'برسات' جي روپ ۾ سالنامہ روح رهاڻ جي صفحن تي پکڙجي ويو. ڪهڙا مثال ڏيان! ننڍي هوندي پهرين نصيحت جيڪا ٻڌي هيم سا هيءَ آهي "پائنيا، رات جو پُسيا پيا هجن، صبح جو اٿندي سان بہ ٻوٽ وارا (زال کي)."

"پسي ڳاڙها گل" جڏهن کان "بادل" ۾ ڇپي آهي، چوڌاري کڙکبيتن وانگر پليجي جو نالو پکڙجي ويو آهي. گاڏيءَ ۾ چڙهہ، هوٽل تي ويهہ، درزيءَ وٽان ڪپڙا وٺ وڃ، واھ واھ آهي! 'بادل' هرڪو شوقين پڙهي.

"يار ڪيئن ٿو پائنين پليجي واري ڪهاڻي؟"

هئہ هئہ "انهيءَ ماٺهو جي زيارت ڪجي."

"چون ٿا زريسـ بلوچ جو مـڙس آهي" (ماٺهن کي الائي ڪٿان پتو پيو آهي!).

"گاڏيءَ ۾ ويهہ" هڪ دوست ٻئي کي ٽوڪ ٿو هڻي،

چو نہ اڇا ڪپڙا پائين، وڏيرو جاڙو جو ٿئين!"

هڪ دوست مون کي چيو، "يار، پليجو تہ ڏيکار!" هڪڙي جٽي تہ مون کان سندس ائڊريس بہ پُڇي. سائين، عوام تہ پڄري پيو جنسي- پر اسان هنن ٽائين نياپو بہ پهچائي سگهون نہ! ڊجان ٿو تہ متان پليجي جي پوڄا نہ ٿئي. درحقيقت افسانو اهڙو آهي، جو ڪردارن سان محبت تہ ٿئي ٿي،پر اوتروئي لکندڙ سان ٿئي ٿي.

عورت جي مظلوميت جو هڪ واقعو اڃان بہ ٻڌائي ڇڏيان، جو مون کي پنهنجي فنڪارانہ گولائين کان بہ متي ڪٽي ويو- ان عورت جو ڏڙ ٽڪر ٽڪر ٿيل هو

۽ سسي ڏار. مون پنهنجن هنن هٿن سان ان جي جهنڊولن (بي ترتيبن وارن) مان جهلي، ڏڙ جو ڳترا ڳترا ٿيل گوشت ڪٽڻ جي ڪوشش ڪئي پر...

ها، ته اهو به ٻڌي ڇڏيو- ڏيپلي مان مئٽرڪ پاس ڪري، شاهه عبداللطيف گورنمينٽ ڪاليج ، ميرپورخاص ۾ داخلا ورتيم- انهي وقت سنڌيءَ ۾ مئٿس (Maths) سان تازو تازو نينهن لاتو هوم. سنڌيءَ ۾ ته رقيب جام هئم. پاڻ واري سنڌي نه، هيءَ اُها سنڌي آهي، جنهن ۾ "خبر" جو جمع "اخبار" هوندو آهي (خبرون نه). ويچاري سنڌيءَ اَياڻ سان اجان ته سر جون سَٽون ڏيندا اچون. پر مئٿس ۾ رقيب ڪونه هئم، سو ٩٦ سيڪڙو مارڪون ڪٽي داخل ٿيو هوس. ويچاريءَ محنت ڪانه ٿي گهري، ذهن کپيس ٿو. وڏيري جاڙي وارو راڄ ڏاڍو ٿيو. Maths ۽ جوٽيجي هارايو. چئن مهينن جي رهيل في پري ڪونه سگهيس، منهنجو بسترو هاسٽل سپرنٽينڊنٽ ضبط ڪيو. آءُ پارٽنر کان اوائي روپيا اڌارا ڪٽي اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيس. رات جا ان ٿيا هئا، سيءُ هجي ڇا، منهن ٿو ڪڍين نه سيءُ پٽڻ ٿو اچي. ١٢ بجه گاڏيءَ فضل پنيري اچي سَٽيو، سياري جي ڪاري ڪاري رات ظلم وانگر. گاڏي ته ڏڏڪا هڻي رواني ٿي ويئي......

"ڪهڙو آهين؟" اسٽيشن تي ڪم ڪندڙ بابوءَ پڇيو.

"عبدالقادر."

"وڏيرا (سمات جي هر ماڻهوءَ کي "وڏيرو" چون.) وڃان متان وڃين، ڊورو نار ٿي ويو آهي."

،فضل پنيرو نئين ڪوٽ کان پوءِ ايندڙ اسٽيشن آهي. فضل پنيري کان اسان جو ڳوٺ سَر ڏکڻ تي ميل آهي. پر به ميل ڏاڍيءَ جا ڪري ماٺهو ڊوري ۾ ايندو آهي. اُتان واري شروع ٿيو وڃي. ڊوري جي اُترئين ڪپ تي لَئين، ڪنڊن، ٻبرن ۽ ڪارين جارين جو گهاٽو جهنگ آهي. ڏاڪٽئين پاسي ٿوهرن، ڪنڊن ۽ منين جارين جا اهڙا ويڙها آهن، جو اندر پنجاه اُنيون ٻڌي ڇڏ، پاڳيو ته نهيو پر پاڳئي جو باپ به ڪونه ڏسي سگهندو. اِهو ڊورو سانگهڙ وٽان شروع ٿئي ٿو. سوين ميل لتاڙيندو، گولائيءَ تي هلندو، حيدرآباد ضلعي جي ڏاکڻئين پاڳي وٽ رڻ سان ٻکين اچيو وڃي، اُتان پوءِ هڪ ٿيو ٻئي ڇٽا نئي ضلعي جي ڏاکڻئين حصي وٽ سمنڊ کي ٽڪرون ٽا هڻن. البت وچ ۾ ڪنڌڪ پَئي ويا آهن، گهاٽا جهنگ ٿي ويا آهن. ڊوري جي ٻنهي ڪپن تي پراڻين بادشاهين جا ڪنڊر ٽا ملن. مون کي هڪ سِڪو هٿ آيو هو جنهن تي عربيءَ ۾ اکر لکيل هُئا، جو مون کان گم ٿي ويو. توبن جا

گولا اجا جام پيا آهن. سرن جهڙا آهن رنگ ۾، گول آهن، ماٺهو هٿ ۾ جهلي اُڇلائي سگهي ٿو. روڊ تي پيو هڻ، پڇڻ جا پيا ٿيا خير. اسان وٽ ڊوري جي ويکر ايتري آهي، جو هڪڙي کپ تي بيهي کو زور آور نوجوان ٺِڪري تاريندو، ته پوري وچ تي وڃي ڪرندي.

ها! ته اُها ڪاري رات هئي، ظلم وانگيان......

ٻيو ڪجهه آئنده خط ۾-

اوهان جو عبدالقادر

نيازَ ابن حيات، شمشير ۽ رباني ۽ کي عرض رکندا.

× × ×

حيدرآباد، سنڌ

٩-٩-١٩٦٦ع

پيارا پائڙا،

تو وٽان ٿيون ڏينهن توڙي ڪالهہ خط جو انتظار ڪيم، پر نہ مليو. شايد اڄ ملي. ان مان اميد اهائي دل ۾ اُٿي تہ تنهنجو ڪم ميرپورخاص منجهان ٿيو، تنهنڪري فوراً اُتان خط لکڻ ضروري نہ سمجهي، ڳوٺ روانو ٿي وئين. شل ائين هجي!

تنهنجو افسانو "وِڪَ وِڪَ وِهہُ" مليو. سڄو پڙهيم. وري وري پڙهيم. ڏاڍو سنو لڳم. هر طرح ان کي جانچي ۽ پرکي ڏٺم. اردو، پنجابي، ٿري ۽ پيلن جي بوليءَ جا ڊگها مڪالما پهريائين ڪجهہ زياده ڊگها، اجوڳيءَ حد تائين ڊگها، لڳا. پر بہ ٽي ڀيرا افساني کي پڙهڻ ۽ ان جي پلاٽ ۽ مجموعي سِٽاءَ کي ذهن ۾ ويهارڻ کان پوءِ انهن مڪالمن جي طوالت تي پڻ ڪو اعتراض مناسب نہ سمجهيم. آءٌ سمجهان ٿو تہ هن افساني جو هر پڙهندڙ پهريائين اِنهن مڪالمن جي طوالت تي ڪجهہ ناپسندي ڏيکاريندو، پر جيڪڏهن هُن ۾ ادب جي پرک جي ساڃهہ ۽ پڻ پنهنجي فوري راءِ تي ٻيهر ويچارڻ جي سُرت آهي، تہ هو پڻ مون وانگر ان اعتراض تان آخر هٿ ڪڍندو.

هن افساني ۾ ٻن هنڌن تي مون ڪجهہ ڦير گهير- بنهہ ٿوري ڦير گهير- ڪئي آهي. هڪ هنڌ تي، يعني تنهنجي هٿ اکر لکيل مسودي جي ٻئي ورق تي چوڪري مڙس' جي اڙدو مڪالمي مان هڪڙو جملو- "يار خدا قسم ميري کو ايک رات کيلئي هات آجاتا تو تم لوک کو دس روپئي کي منائي کلواتا"- ڪڍي ڇڏيو اٿم. اميد اٿم تہ اِها ترميم توکي وڻندي. ٻيو وري ڪجهہ آخر ۾ تنهنجي جملي "پر ڏسڻ وارن جون نظرون ست ڪوٽ چيري بہ پهچي وينديون آهن" کي ڪجهہ بدلائي مون هيئن ڪيو آهي- "پر ڏسڻ وارن جون نظرون ڇا ڏسن؟ ڪٿي ڏسن؟" هاڻي، انهيءَ ترميم لاءِ آءٌ پاڻ شش پنج ۾ آهيان تہ موزون آهي يا نہ، تو واري جملي کان وري بہ هيءُ ٻوٽيءَ صورت وارو جملو مون کي ڪجهہ وڌيڪ دل کي آئڙي ٿو، ۽ وٺي ٿو. وڌيڪ تون پاڻ افساني جو لکندڙ آهين- جيئن چئين تيئن ڪجي. ممڪن آهي تہ وچان ٽي ٻيا ڪي لفظ هن جملي ۾ آڻڻ لاءِ تنهنجي من

۾ سُجھي اچن. ڪيئن بہ ھجي، ھن خط ڏسڻ سان انھيءَ بابت پنھنجي راءِ ترت لکي موڪل تہ اُن موجب انھيءَ جملي کي بيھارجي.

ھيءُ افسانو اج غلام نبي مغل کي شام ڏاري ڏيئي ڇڏيندس. ڪالھہ ٻڌايو ھومانس. اج ھو مون وٽ ايندو ۽ افسانو ڪڻي ويندو.

آءٌ ١١ تاريخ شام جو لاھور وڃي رھيو آھيان، وري اتان ١٧ تاريخ ھتي واپس پھچندس.

زياده خير- والسلام

تنھنجو محمد ابراھيم

× × ×

ڳوٺ ڪمال خان پنافي
۱۴-۹-۱۹٦٦ع
سائين،

ڳوٺ جي ائڊريس تي موڪليل خط مليم- هينئر جڏهن اُن جو جواب هت اسڪول ۾ ويٺو لکان تڏهن اوهان لاهور جي رونقن ۾ گم هوندئو يا سوچ جو بار سِر تي کڻي ڪنهن آفيس يا ميٽنگ ۾ ويا هوندا يا مُرڳو بازار ۾ ڪنهن اسٽال تان مون لاءِ ڪو پنجابي رسالو وغيره خريد ڪندا هوندا. اوهان جو لاهور الائي ڇو وڃڻ ٿيو آهي. معنيٰ ته سنڌ جو نَڪُ، سنڌي ادبي بورڊ سڄو سارو، لاهور جا پيو چڪر ڪاٽي.

سائين خط ته آفيس مان نڪرڻ شرط لکيو هوم. ها! ايترو محسوس ڪيو هوم ته جنهن ڏٻي ۾ خط پيو وجهان اِهو ڪولينڊائي ڪونه. جيتوڻيڪ ڏٻي ويچاري کي ڏاڍا ڪلف ڏنل هُئا، بازار جي وچ تي هو، پر پوءِ آءٌ الائي ڇو بي اعتبارو ٿي پيس! سمجهان ٿو هن وقت جي آفيسن ۾ بي اِعتباري ئي ان جو سبب هُئي.

آءٌ آفيس ۾ ويو هوس. ڊکڻ صاحب وٽ ويس. گهڙندي سان ٺاٺائيءَ مان سوال پڇيائين، "ڪهڙو ڪم آهي؟"

"سائين بدلي"

"بدلي ڪونه ڪندس"، ڪاغذن تان ڪنڌ کڻندي چيائين.

"پر سائين اُوهان کي جويو صاحب جن چيو هو"

"جويو صاحب" چئي، اکيون پوريائين، ڪنڌ کي ٻه ڌوڻون ڏنائين ۽ درخواست تي صحيح ڪندي چيائين، "پوءِ آءٌ ڪوشش ڪندس."

معنيٰ ته آسرو ڏنائين، ۽ هاڻي آسري ۾ ويٺو آهيان ته ڪڏهن ٿو آرڊر ملي ۽ ڪڏهن ٿو اُڏامان. ضرور ٻه ٽي آرڊر گڏي ڪيندو، دير لازمي آهي.

مينهن ٻه ٽر ٽي جام پيو آهي، پر وقت سِر ڪونه آيو. ننگرپارڪر، اسلام ڪوٽ ۽ مٺي ۽ ڏيپلو ته چار آنا بحال ٿيا، پر اسان جو مسڪين مُهراڻو لڙهي ويو. مال جا چَڪ ٽي پيا آهن. ٻاجهريون ته مانڌن پيلاڻي چڙيون هُيون.

اِفسانې ۾ ڪيل صفائيءَ جون مهربانيون. مون موڪليوئي ان لاءِ هو ته ڪنهن سُڄاڻ سائينءَ جا هٿ نصيب ٿين. اسين ته اجا پنهنجي لکڻين جي شروعاتي دور مان پيا مَٽيون، ڪڏهن ته پٽ جي ڪنهن وڏي ٽونڪ تي بيٺا مُڇون

وٺيون، سيندون هٿون، ۽ ڪڏهن وري ڪنهن اونهي ڏرڙ ۾ پنا ڪوڙيو پيا آهيون. پاڻ اُنهن دوستن مان ڪونه آهيون جيڪي پنهنجي افساني کي سڀڪي ڏوسي (زال) سمجهندا آهن ۽ ڪو هٿ لائيندو آهي ته وني رڙيون ڪندا آهن. غيرت ۾ مڙسن جون اکيون ڳاڙهيون ٿيو وڃن. پوءِ ته سائين مڙس ائين پيا ايندا آهن جهڙا هيڪلي وڻ هينان اُٺيا هُجن.

ها، ايترو سو احساس ٿيندو اٿم آءٌ پنهنجي بيمار پيدا (تخليق) مان ڪنهن چڱي سجاڻ کي ڦاسايو ٿو چڏيان. پر شابسون هجن دوستن يارن کي جي پيرِ پيا پرين. موليٰ سَوَلي ڪَندن.

اوهان جي "مهراڻ" ۾ سڀ ساري پڙهي ويو آهيان. گهٽا تٽا مضمون اڳ پڙهيل هُئم، پر هن ڀيري به ڪافي مزو آيو. اُميد ته آئنده "مهراڻ" ۾ 'پرک' جي کوٽ جيڪا محسوس ڪئي وڃي ٿي، سا ضرور پربي. شل ايڊيٽر پنهنجي ٿولهه گهٽائي ته ڪو ڪم نهي. نه ته مڙس ڳرو، پوءِ پڪيون ڏيريون، سائين اِجهو ٿي "مهراڻ" نڪري، بس اِجهو! آسرا ئي آسرا، هوا ۾ پيا اُڏامون.

وري ٻئي ڀيري–

چڱو ساجوڙِي (خدا حافظ)

عبدالقادر جوڻيجو، P.O. فضل پنپرو، ٿرپارڪر.

سلام سوڪڙيون– رباني، پليجو، شمشير، ابن حيات پنهور لاءِ.

× × ×

(١٢)

فضل ڀنڀرو

١٧-٩-١٩٦٦ع

سائين،

اوهان هاڻي وارث شاھہ جون حدون متي آيا هوندا، اوهان جا پير پٽائيءَ جي ڪيھہ ڪنوريءَ جهڙي چُمندا هوندا. هير جي پوڪيل گلابن جي شادابي مارئيُن (مارئيءَ جو جمع) جي نماڻن نيڻن ۾ گم ٿي ويئي هوندي.

اڄ ڇنڇر آهي. منهنجي پنڌ جو ڏينهن. ڳوٺ ويندي ويندي اوهان ڏانهن خط پيو لکان. هڪڙو خط اڳ ۾ ئي اسڪول مان لکي چڪو آهيان.

جيڪا مَٽين جي مالها ڪنڌ ۾ وجهي اوهان ڏانهن خط لکڻ وينو هوس. سا هڪدم ٽٽي پيئي آهي، جذبا ڇڙوڇڙ ٿي ويا آهن. ننهنڪري اڳتي لکڻ کان معافي گهُران ٿو.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو،

P.O. فضل ڀنڀرو، ٿرپارڪر.

× × ×

ڳوٺ ڪمال خان پناڻي
٢٢-٩-١٩٦٦ع
پيارا سائين،

خاطري اٿم ته جڏهن هيءُ خط پيو لکان تڏهن منهنجي ٻن خطن جو جواب ڳوٺ پهتو هوندو، ⁻ر چنچر جو وچي ڳوٺ پڙهندس.

اجڪلهه آءٌ ڏاڍيءَ چڪتاڻ ۾ آهيان. هونئن ته اها چڪتاڻ سنڌ جي بدنصيب عوام سان لاڳاپيل هوندي آهي. پر هينئر آءٌ پنهنجيءَ ذات ۾ پورو آهيان. اُميد ته انهيءَ ڪُنَ مان سگهو ئي پنهنجو پاڻ کي ڇڪي ڪڍي ويندس. شايد اِها ذهني چڪتاڻ اوهان خط ۾ محسوس ڪريو، ڇو ته آءٌ پاڻ اِهو پيو محسوس ڪريان ته جيڪي ڪجهه لکان پيو سو سڀ بي ترتيب جملا ۽ اڻ پورا خيال آهن- معاف ڪندا.

ائين ڪٿي سمجهو ته هيءُ خط لکان ٿي ان لاءِ ٿو ته پنهنجي ذاتي ذهني مشڪلاتن جون سنگهرون ڍريون ڪريان. ڪنهن پياري ۽ اثرانداز ٿيندڙ شخصيت سان ڳالهيون ڪري ڪجهه وقت لاءِ ماٺهو ذاتي ٽڙڪندڙ مسئلن کان ڀاڄ (فرار) ڪايو وٺي. ڪجهه وقت ته آرام اچيو وڃي، پوءِ وري جڏهوڪا ميندهن تڏهوڪا ٻاٽي. هن وقت منهنجي هر عضوي تي اڪيلائيءَ جو احساس سوار آهي. جينوٽيڪ سامهون ڇوڪرن جو سجو ولر وينل آهي. ٻار پنهنجيءَ ۾ پورا آهن. زندگيءَ جي رستي تي نچندا، ٽپندا، ڳائيندا، ڪُڏندا وڃن: اِها خبر ڪانه اٿن ته اڳيان لاڪائن کهاڙين کي روهيءَ تي لائيو پيو وڃي. هينئر ڪان ئي هو رسن ۾ ويڙهيا وڃن پر محسوس نٿا ڪن. آءٌ ته ڏسان پيو ته مٿن ڪيترو بار سٽيل آهي. الا! سنڌ جا نڌتڪا ٻار.

منهنجا سنگتي ساٿي، مت مائٽ، سڀ سوچيندا آهن ته آءٌ ڏک پسند آهيان، جينوٽيڪ آءٌ ته هر انسان ته ڇا پر هر شيءَ کي سُک ۾ ڏسڻ چاهيندو آهيان. ڀلا، ائين ڇو نٿو سوچيو وڃي ته هيءُ دور (توڙي جيڪو اڳ وهي واپري چڪو آهي) آهي ئي ڏکَ، ڏنگَ، سور، تڪليفون! ائين سمجهو ته هتي وکَ وکَ وهُ آهي. يا، تنوير جي سٽ، ”گهڙيءَ گهڙيءَ هڪ گهاءُ. پل پل هڪ پورا!“ انهيءَ سٽ جي لفظ لفظ تي منهنجو پير آهي، اِهوئي رستو آهي جنهن تي آءٌ ٽڙندو ٽابڙندو اڳتي پيو وڃان.

منهنجيءَ همت ۾ هارَ آهي. جيئن پليجي عورت ويچاريءَ لاءِ چيو آهي تہ سندس ڪو مٽ ڪونهي، ڪو مائٽ ڪونهي، ڪو پاڻ ڪونهي، ڪو پيءُ ڪونهي. سڀ اجايون ڳالهيون، سڀ نلها نڪاءَ. ائين اونداهين ۾ ڪرندڙ زمين جي گولي جو ڪوبہ ساٿي ڪونهي، ڪوبہ آڌو هٿ ڏيڻ وارو ڪونهي. زمين جو گولو ڦيريون ڪائيندو، وچڙندو، اونداهين ۾ ٻڏندو وڃي، جيئن پوءِ تيئن رفتار تيز اٿس. اسان پارا ڪي هن گولي جا همدرد آهن تہ اُهي رڳو رڙيون پيا ڪن، ٽُنبا آهن، مَندا آهن- "هاءِ بچايو!" ۽ گولو ٽڙندو ٽاڀڙندو، تارن ڪي ٽڪرون هڻندو پيو وڃي. سڀ ادب، سڀ فلسفا، سڀ ڪتاب بڪواس آهن، رڙيون آهن، خواب آهن نلها خواب، خالي خولي خواب. ٻرندڙ باه اجا ڪنهن ڪانہ وسائي آهي. جن بہ ٽي بالٽيون (منصور ۽ سقراط پارن) اُڇلايون، اُهي پاڻ سڙي رک ٿي ويا.

ماڻهو ٿا چون تہ "عظيم جنگ جو خطرو آهي ۽ جنگ ڪرڻ نہ ڏني وڃي." آخر جنگ آهي ڇا؟ جنگ ڇا ڪندي؟ جنگ تہ موت آهي، آرام آهي، ننڊ آهي، سڪون آهي، جنگ ڪان سواءِ انسان پيڙبو پيو وڃي. روح تي ڏنگ پيا لڳن، عذاب آهن. جنگ تہ پاڻ انهن شين کي هميشہ لاءِ نپوڙي ڇڏيندي. بم احساسن تي ڪونہ ڪرندا. روح تي ڪونہ ڪرندا. جسمن تي ڪرندا، جاين جڳهين تي ڪرندا. پلي پيا ڪرن. پَر ڇا اُهي بم سهڻ جوڳا آهن جيڪي روز دلين کي چٿين ٿا، احساسن کي ٻاريو ڇڏين، روح جا ٽڪر ٽڪريو وجن. سائين! سچ چوندي آءٌ سرحدون ٽپندو وڃان. قلم الائي ڪٿي وڃي بيهي! ان ڪري اڌ ۾ ٿو روڪيانس.......

ڪجهہ بدليءَ جي باري ۾-

شايد اِهو بدليءَ جو موضوع الائي ڪيترا ڏينهن هلي. گهٽ ۾ گهٽ آءٌ تہ ان سري (موضوع) کي ڪٽندي ڏاڍو ڦڪو ٿو ٿيان. اوهان کي ڏاڍي تڪليف ڏني اٿم. هونئن بہ آءٌ پنهنجي ڪنهن پياري دوست تي بار لڏڻ ڪونہ چاهيندو آهيان. جُئان تہ جيڪي ڪجهہ هجي، سو پنهنجي سر تي ڪٽان.

پر.... وس ڪونہ اٿم. منهنجي بدلي اجا تائين ڪانہ ٿي آهي. ڊڪڻ صاحب آسرو ڏنو هو، درخواست صحيح ڪري هيڊ ڪلرڪ ڏانهن پڻ موڪلي هُئائين. پر خاطري اٿم تہ ڳالهہ وسري ويئي اٿس. آءٌ ٻئي پيري ڪيس يادگيري ڏيارڻ جي پوزيشن ۾ ڪونہ آهيان. آفيسراڻو مزاج! مڙس robust آهي، منهنجي دوباره وڃڻ تي شايد ڪاوڙجي بہ پوي. پر اوهان ڪيس جيڪڏهن ٽيليفون رستي يادگيري ڏياريندا تہ ڪم اُوس ڪندو. منهنجي حال جي خبر اُٿو، مون لاءِ ڏينهن ڏينهن

سسئيءَ جو ڏينهن آهي، گهڙي گهڙي بارُ آهي. مهرباني ڪري مٺو بہ ڦاڙي منهنجي ڳوٺ بدلي ڪرايو. ٻڌو اٿم تہ پنو صاحب ساٿس گڏ آهي. يادگيريءَ لاءِ چوان ٿو-

آءٌ هن وقت اسڪول ڪمال خان پٽافي، برانچ جهڏو، بيٺ جهڏو، تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ آهيان، ۽ ڳوٺ ڄڻهاڻ، بيٺ مني، تعلقي منيءَ ۾ وڃڻ چاهيان ٿو.

ها! ٿر ۾ سمات قوم ۾ ٿيندڙ شادين جي ريتين رسمن جو ذري پرزي مضمون پيو لکان. بنھ ئي وڏو ٿيندو. سگهو ئي اوهان کي موڪليندس.

والسلام، عبدالقادر جوڻيجو

سلام طول العمره مولائي پليجي، شمشيرالحيدريءَ، ابن حيات پنهور، غلام رباني سنڌيءَ کي عرض آهن.

× × ×

سائين

اوهان کي هڪڙو خط اڳ لکيو هوم، جواب ڪونہ آيو. شايد ڪم ۾ گڏيل آهيو. ڪڏهن ڪڏهن انهن ڪاغذ جي ٿهن تان اکيون هٽائي، دل هٽائي، اسان کي بہ ياد ڪندا ڪريو. آءٌ جو هتي ڳوٺ اچي هلندي ڦرندي مشين ٿي ويو آهيان، مال سان وٺ پڪڙ، شهر مان وڪر وڙو ڪلهن تي آڻڻ، ڪڏهن ڪڏهن ڪانين جي ٻري بہ مٿي تي هوندي آهي. تڏهن بہ اوهين تہ ڏاڍا ياد ايندا آهيو. مولائي ٻليجو بہ الائي ڪهڙن حالن ۾ آهي؟ اوهان بہ ڀلا اچو نہ هيڏانهن گهمڻ، مُلڪ ۾ بهاريون آهن. ٻر جو هيءُ واءُ لڳڻ شروع ٿيو آهي سو مڙيئي نقصان ڪار آهي، ٻاجهريءَ ۽ گاهہ جا نازڪ سلا ڪوماٽبا وڃن، رڪوع ۾ بيٺا آهن، بہ تي ڏينهن مينهن نہ وُٺو تہ سجدي ۾ ڪري پوندا، ۽ ماٺهو بہ. سائين ٿر ۾ ڏڪار جا ڏنگ ڏاڍا زهريلا آهن. ڪاڏل مرندو نہ تہ ڪَري پڪ ويندو. بہ ٽي مهينا ٿيا آهن. ڪجهہ بہ نہ لکي سگهيو آهيان. باقي ڪا ڳالهہ وَر تي چڙهيو ٿي اچي تہ اُتي ڇڏيندوسانس جو جڳ ڏسندو.

منهنجي افساني 'زال ذات' لاءِ راءِ ڏيندا. 'ويتنام' تہ مطالعي جي زور تي لکيل آهي. ظاهر آهي تہ آءٌ ويتنام ڪڏهن ڪونہ ويو آهيان. گهٽا ڏينهن ٿيندا، ۱۸ مهينا ڪن، تڏهوڪو لکيل افسانو، جو مون "روح رهاڻ" کي موڪليو هو، ۽ ناقابل اشاعت هو، ۽ هينئر ان کي شايع ڪرڻ جو الائي ڪهڙو ضرور پيو. آءٌ تہ افسانو پڙهي ڏاڍو ڦڪو ٿيس، سچ پچو، دل جي ڳالهہ ٿو ٻڌايانوَ. منهنجي ذهن ۾ ذر ذر خيال ٿو اچي: "آخر جويو صاحب پڙهي ڇا سوچيندو. اهوئي تہ جوڻيجي جي همت افزائي ڪئيسين، مرڳيءَ ڪڏ ۾ وڃي ڪِريو!" خبر نہ آهي ڇو پنهنجو پاڻ کي اوهان سان اينرو ڳنڍيل ٿو سوچيان- اينريقدر، جو ڪجهہ بہ شئي لکي ان تي تنقيدي نظر وجهڻ وقت اوهين اڳيان اچي ويندا آهيو. پڙهڻ وارا ڀيا بہ تہ جام آهن، شايد اهم آهي جا اوهان "همت افزائي" ڪئي منهنجي. بهرحال 'ڪڙيل تارا' لاءِ بہ راءِ ڏيندا. منهنجو مقصد اهو ڪونهي تہ اوهان پنهنجو اُملهہ وقت وڃائي مفصل راءِ لکو. ٻر مختصراً ڀيو نہ تہ صرف بہ اکر 'وڻيو يا نہ وڻيو' ! ڪا خامي ڪا خوبي! مون لاءِ تہ جيڪا بہ شيءِ لکي وٺندو آهيان، سا پوءِ 'اڻ وڻندڙ' جو روپ وٺيو بيهو رهي! مطمئن ٿيان ئي نٿو پنهنجي فن مان.

جواب ڏيندا سگهو سگهو، ڇو تہ ۲۲ تاريخ اسڪول هليو ويندس. سلام رٻانيءَ کي ڏيندا.

والسلام، عبدالقادر جوڻيجو، فضل ڀنڀرو، ضلعو ٿرپارڪر.

پوسٽ آفيس فضل ڀنڀرو، ضلعو ٿرپارڪر

حيدرآباد، سنڌ
٢٢-٩-١٩٦٦ع

عزيز ڀاءُ،

تنهنجا ٻہ خط مليا اٿم. هڪڙو لاهور وڃڻ کان اڳ ۽ ٻيو اُتان موٽڻ تي. هوندئن جو خطن جو سلسلو مون ذهن ۾ رکيو هو تہ چنچر ڏينهن توکي منهنجو خط ملي ۽ سومر يا اڱاري ڏينهن تنهنجو خط هيڏانهن اچي؛ اُن سلسلي ۾ منهنجي طرفان گهاري پئجي ويئي، ۽ سڄو هفتو ٻاهر رهڻو پيو هوم. بهرحال، خط پيا ايندا ويندا؛ نيڪ نيتي ۽ نيڪ تمنائي خطن وهيٽي نہ رهي آهي، نہ رهندي. البت تو وٽان خط اچڻ جو انتظار رهي ٿو ۽ ان جي پڙهڻ سان خوشي ٿئي ٿي. اميد تہ تون پنهنجي ڀرپور جذبن سان ۽ قلم جي پوريءَ رواني‌ءَ سان جڏهن بہ فرصت مليئي تڏهن لکندو رهندين. هو جيڪو داستان کنيو هوئي، ان جي اڳتي ٻڌڻ جي بہ سڪ رهي ٿي. پر ائين بہ نہ ٿئي، جو رڳو خطن لکڻ ۾ پئجي وڃين ۽ ٻيو لکڻ پڙهڻ جو ڪم اُتي ئي پيو رهي.

ٻہ افسانا جيڪي تو وڏيڪ موڪلڻ لاءِ چيا هئا، سي اجا ڪونہ مليا. اهو جيڪو نقل ڪرڻ جو بار توتي وڌو اٿم، سو آءٌ ڄاڻان ٿو تہ ڏاڍو ٿڪائيندڙ آهي. نقل ڪرڻ ۾ پنهنجن شاگردن يا ڪنهن ساٿي استاد کان ڪم وٺين تہ بهتر. تنهن کان سواءِ ادب اهڙي شيءِ بہ ناهي، جو ڪنهن مشين طور اُئين ئي باقاعدي ۽ لڳاتار تخليق ٿيندو رهي. اديب جي زندگيءَ ۾ ڪيترا اهڙا ڏينهن بلڪ مهينا ۽ سال ايندا آهن، جڏهن هو ڪجهہ بہ ڪين لکندو آهي. اُهو عرصو هو رڳو پنهنجي اندر ۾ اٿندڙ اُڌمن ۽ ويچارن کي پڪو ڪندو رهندو آهي. اِها اُٿل پٿل ئي ڪنهن فنڪار جي دل ۾ دائمي رهي تہ بہ ٿوري يا گهٽي ڏينهن ڪانہ ڪا تخليق، ڪونہ ڪو شاهڪار وٺائنس دنيا کي ملي ويندو، جنهن لاءِ دنيا انتظار ۾ رهي ٿي. ۽ اها ڳالهہ توکي هر وقت ۽ هميشہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ پنهنجي اديب لاءِ ۽ اديب جي تخليق ۽ پيشڪش لاءِ ان جا همزبان، ان جا پڙهندڙ، ۽ ان جي دنيا هر وقت انتظار ڪندا ٿا رهن- نت نئين ادب، نت نئين پيشڪش جو انتظار، بلڪل ائين جيئن 'ولات ويل ڪنهن وڻجاري' جي جوءِ يا هن جي ڪا ننڍڙي نينگر ائين سمنڊُ اڪئين لايو اوسيئڙي ۾ ويني هجي تہ "الائي ڪڏهن ايندو، الائي ڇا آڻيندو!"

تولاءِ لاهور مان مون هڪڙو انگريزيءَ ۾ ڪتاب "Gorki on Literature" آندو آهي. اُهو ۽ ان سان گڏ "نئين دنيا" جو هڪڙو پرچو جنهن ۾

"اَجوڪو يُگ ۽ سنڌي ليکڪ" عنوان تي بہ چار لکڻيون آهن، ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۾ تازا ڇپيل ڪتاب "دنيا جا عظيم افسانا" ۽ بہ ٻيا ننڍڙا ڪتابچا موڪليان ٿو. اميد تہ تون انهن کي پڙهندين ۽ توکي اِهي سڀ وڻندا ۽ پڻ ڪم ايندا.

مون کي پڪ آهي تہ تو وارو صاحب تنهنجي بدلي ڪندو. هفتو کن ڏسونس ٿا. نہ تہ سندس صاحب يعني انسپيڪٽر صاحب کان چورائبس. آءٌ ڄاڻان ٿو تہ تو لاءِ اٺانگي هنڌ تي رهڻ ۽ ايڏي اٺانگي پنڌ تي اچڻ وڃڻ هڪ ڏينهن لاءِ بہ ڏکيو لڳندو هوندو، پر دنيا جا جيڪي دستوري اشڪنجا آهن، انهن جي پيڙ سَهڻي ئي پوي ٿي.

تنهنجي افساني "وک وک وهُ" جي پڇاڙيءَ واري فقري کي، ياءُ پليجي جي صلاح تي ڪجهہ قدر ٻئي نموني بيهاريو ويو آهي، ۽ هاڻي ڳالهہ بنهہ پوريءَ طرح ڳرُلايو بيني آهي. پنهنجي طرفان ان ۾ ٻيو ڪجهہ ملايو نہ ويو آهي. ان مان رڳو هڪُ وڃان جو جملو ڪڍيو ويو آهي.

لاهور مان پنجابي ادبي اڪيڊميءَ جا ڇاپيل سمورا پنجابي شعر جا ڪتاب بُلي شاهہ، وارث شاهہ، شاهہ فريد، شاهہ حسين، علي حيدر، هاشم شاهہ ۽ ٻين شاعريءَ جي ڪلام جا ونې آيو آهيان. جي ڪنهن شعر جي ڪتاب تي دل هجيئي تہ توڏانهن موڪلي ڏيان.

سپاڻي سکر ٿو وڃان. سکر ۽ جيڪب آباد جي همراهن جيڪي ڪيس ... تي ڪيا هئا، انهن جي ۲۴ تاريخ هڪ ئي هنڌ سکر ۾ شنوائي آهي، ڪي چڱا مڙس انهيءَ ڪوشش ۾ آهن تہ ڪيس نڪري وڃن ۽ پاڻ ۾ ڌريون رضانامو ڪن. جي ائين ٿي ويو جنهن ۾ ٻنهي ڌرين جو خير هجي، تہ ڏاڍي چڱي ڳالهہ ٿيندي.

ٻِي آڪٽوبر تي ڪراچيءَ جي سنگت سنڌي ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي آهي. اوڏانهن وڃڻ جو بہ ارادو آهي. ۲۹ تاريخ هِن مهيني جي، چوٿين سنڌي ثافتي ڪانفرنس ڀٽ شاهہ تي ٿي رهي آهي، جنهن جو افتتاح سنڌ جو سيد اعظم جناب جي. ايم. سيد صاحب ڪندو. ڪراچيءَ توڙي ڀٽ شاهہ تي اياز بہ گهڻو ڪري ايندو. انهن موقعن تي، تون ڪيئن اچي سگهندين! پر جي اچين تہ ڀلي اچ، جيءُ اچ! اخبار الائي تون ۽ تنهنجا ننڍا ۽ وڏا ساٿي اِتي ڪهڙي ٿا پڙهو! ڪينَ پڙهو ئي ڪونہ ٿا! اخبار تہ هر روز ضرور نظر مان ڪڍڻ گهرجي.

اميد تہ خوش هوندين.

تنهنجو محمد ابراهيم

حيدرآباد، سنڌ (١٦)

٣٠ سيپٽمبر ١٩٦٦ع

عزيزم عبدالقادر،

هن هفتي ۾ پيرا ڊکڻ کي ٽيليفون ڪيو اٿم. پهريون پيرو پاڻ ڪونہ ڳالهائي سگهيو، جو آفيس ۾ ڪونہ هو، ۽ ٻيو پيرو سائنس ڳالهائڻ ٿيو. جيڪي مون کي چوڻو هو سو چيو اٿمانس. اميد تہ ترت ئي ڪو بلو ٿيندو. انسپيڪٽر صاحب، مسٽر پنو، گشت ۾ ويل آهي، سو اجا موٽيو ڪونهي. هتي رَسندو تہ هن کان بہ ڊکڻ صاحب کي چورائيندس.

رسالو "بادل" نڪري چڪو آهي. ان ۾ اياز جو انٽرويو، سندس ٻن چئن فوٽن سان شايع ٿيو آهي. "پسي ڳاڙها گل...." ني مون وارو مطالعو بہ وري ان ۾ آندو اٿن. درست ڇاپڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن. مون اجا پڙهيو ڪونهي، پر اميد اٿم تہ چڱي نموني ۾ ان جي ڇپائي ڪئي اٿن.

ڪالهہ يعني ٢٩ تاريخ ڀٽ شاهہ تي ڇوٿين سنڌ ثافتي ڪانفرنس ٿي گذري. اياز توڙي اتر سنڌ جو ٻيو ڪو دوست ڪونہ آيو. هوئنئن ڪانفرنس ڏاڍي ڪامياب ٿي.اٽڪل ات ڏهہ هزار ماڻهن جو ميڙاڪو هو. تقريرون ۽ راڳ ڏاڍي ڪامياب نموني پيش ٿيا. مشاعرو البت ڪجهہ اهڙو سٺو نہ ٿيو. هڪ بجي تائين اُتي هئاسون.

سڀاڻي نہ پرينءَ آچر ڏينهن ڪراچيءَ ۾ اُنان جي سنڌي ادبي سنگت جي سهاري هيٺ ادبي ڪانفرنس ٿي رهي آهي. ان موقعي تي ادبي سنگت جي ڪنوينشن بہ ٿي رهي آهي، جنهن ۾ سنڌي ادبي سنگت وارا جنرل سيڪريٽري وغيره نئين سر چونڊيندا. ارادو اٿم تہ اوڏانهن وڃان پر اها پڪي دل ڪانہ ٻڌي اٿم. شمشيرالحيدريءَ کي "نئين زندگي" جي ايڊيٽريءَ جا آرڊر اڄ اڃي مليا آهن. هو هاڻي سومر ڏينهن اوڏانهن وڃي ايڊيٽريءَ جي چارج وٺندو.

آءٌ ۽ ٻي ساري سنگت هتي خوش آهيون. تون پنهنجي خيريت جي حال احوال کان واقف ڪندو رهج.

ٻيو سڀ خير.

تنهنجو

محمد ابراهيم جويو

ڳوٺ ڪمال خان پتافي
٣٠ سيپٽمبر ١٩٦٦ع- شام ٥ بجہ
پيارا سائين،

اوهان جي خط ملڻ بعد بہ خط اوهان ڏانهن موڪليا هُئم ۽ جڏهن چنچر جي ڏينهن، فضل پنيري پهچڻ تي خط جي پڇا ڪيم، تڏهن خلاف توقع خط ڪونہ مليو. نہ ڄاڻان ڇو؟ ظاهر آهي تہ اوهان تي ميار تہ رکي نٿي سگهجي. ڪم ڪار وارا ماڻهو آهيو. اميد تہ هيستائين ڪجهہ نہ ڪجهہ وقت بچائي مون ڏانهن خط لکيو هوندوَ، جو فضل پنيري ۾ منهنجي انتظار ۾ هوندو. سوچيان پيو تہ اوهين، جو لاهور کان حيدرآباد پهتا هوندا، سو مائي اينمري شمبل جي چاڪريءَ ۾ رُڌل هوندا. انهيءَ مائيءَ کي بہ جس هُجي، سنڌي ادب سان ڪا ڏاڍي دل اٿس. شمبل کان موڪلائڻ بعد اوهان کي وري بزم صوفياي سنڌ وارن ڪنيپي ڪنيو هوندو. هيءُ پليجو مولائي ڪڏهن صوفي ٿيو؟ (ٿيو نہ طُول العمره؟) خير! مس مس اِتان جند آجي ڪندا تہ سنڌي ادبي سنگت ڪانفرنس نهي جُڙي آهي. ٢ آڪٽوبر تي ڪراچيءَ ۾ هوندا تہ مزا پر آءٌ اِهي مزا خوابن ۾ ماڻيندس. سائين! ڪهڙيون ڳالهيون ڪريان، اصل ڏاڍو سنيريل هوس. هڪڙو تہ ڪراچي اڳ ڏٺل ڪانہ هيم، ٻيو وري سنگت ساٿ، اهڙي تہ سنبت هُيم، جيئن مون وارا ڳوٺائي سائين سمن شاهہ جي ميلي تي سنيريل آهن. آڏا، اُبتا، موڳا خواب بہ ڏنم پر ڇا ڪريان، ننڍي هوندي کان بچڙي عادت اٿم. بي دعوتو ڪٿي وڃان ئي ڪونہ. ايتريقدر، جو سنگت بہ بي دعوتي ڪانہ رکان. ڪو يار دعوت ڏئيم تہ پيچ ڳنڍيو بہ چڙيان نہ تہ موليٰ ڪري خوش هجي، پر هي سنڌي ادبي سنگت وارا سڄاڻو اٿم، گڏ اُٺيا وينا آهيون، ڪلاڪن جا ڪلاڪ وات ٽُڪاٽيون ڪيون اٿئون، ٽڪي پئسي وارو ڪٿي ڪارڊ موڪلين ها تہ پڪ سان لَهي ڪونہ پون ها. پر هاڻ ڙي ڪاميابيون- آءٌ سندن ڪاميابين تي ڏاڍو خوش آهيان، شل اِهي ميلا متا رهن. هينئر ادب ۾ ڏاڍي گرمي ٿي ڏسجي- وساري چڙيو اٿن تہ پرواه ڪانهي. ٣٠، ٤٠ روپيا بچي پيا. مون ياري غريب مڙس لاءِ اهي ئي لک. مٿن ميار ڪانهي، وساريلن جون ڪهڙيون مياورن! آءٌ تہ اهو ٿو سوچيان، ۽ عجب مان ٿو سوچيان، تہ اوهان مون کي الائي ڪيئن ياد رکيو آهي. خط پيا لکوم، "شابسون هجنئي جويا!" ڪم از ڪم دل ۾ وينل چور اهو طعنو تہ ڪونہ هڻندو تہ "جوڻيجا توڏانهن ڪو بہ اکر لکڻ وارو اديب بہ

ڪونهي!“ - آءٌ تہ يارن جو دعاڳو آهيان. شل ڪانفرنس ڪامياب ٿئي ۽ اهڙي ڪامياب ٿئي، جو دشمن متيءَ سان گڏجي وڃي. اسان جا يار آهن، اسان جو ساٿ آهن، جيڪي قدم کڃين سو اڳتي. جيئو جيئو- اسان جي ٻُٽ تي سندن قدمن جي اُڏايل لٽ سونهي. اسين ۽ پويان رڙهندا ايندا سين. يارن جي پچار ڪي ڦِتو ٿو ڪريان.

هاڻي اچو ٿر تي. مينهن تہ پيو پر بي مُندو، جڏهن ٻاجهريون بہ پيلاڻ ٿي ويون. هاڻي اُتران سيارو اُسهيو آهي، ڏڪڻان ترين جا لڏا (قافلا) ٻئي پنڌ، پاڻ ۾ هپ ٿي ويندا. بهتر آهي تہ اوهان ڪي لڏي ۾ وني هلان- چڱو پڙهو-.

”هاڻ پلا مون سان گڏ اچ! سامهون تاجيا (پٽَ جو نالو) واري پٽ آهي نہ، سيني پٽن ڪان مٿي ڪر ڪنيو بيني آهي. انهيءَ جي اُلهندئين چيڙي وٽ ٽونڪ (پٽ جي چوٽيءَ) تي، ڪُنبٽ (وڻ جو قسم) هينان هلبو ٿا ويهون. نيڪ آهي نہ؟ ويهہ ويهہ، ڪپڙا خراب ڪونہ ٿيندا. اسين تہ ڪپڙا ڌوئي واريءَ هيٺ پُوريندا آهيون جيئن جلدي سُڪي وڃن. سرءُ پنهنجا تيز ويڙهي چُڪي آهي. سياري جي اڳياڙي پير پئي جمائي، سج نور وجائيندو. هاڻي سامهون ٽونڪ ۾ گڇَڻَ جي پيو ڪري. سندس منهن جي ونڪ گهٽ ٿيندي وڃي. ڪا ڪنوار ڏٺي هوندءِ؟ جڏهن هوءَ محسوس ڪنديَ تہ ڪي نظرون سندس چهري تي پيون ترڪن، تہ هوءَ شرم وچان ڳاڙهي لعل ٿي، گهونگهٽ ڪيندي؛ اهڙي نموني سان جڏهن سج محسوس ڪندو آهي تہ هو رات جي هنج ۾ وڃڻ وارو آهي، تڏهين شرم وچان منهن لعلُ ٿي ويندو اٿس ۽ آهستي آهستي گهونگهٽ ڪڍي، منهن لڪائي ڇڏيندو آهي. پوءِ جيڪا رات جي مرضي.-

هيٺ ڏهر ۾ چانءَ جي چادر وڇائجي ويئي آهي. سامهين اڳهہ وانگر سُنل ٻٽ تي اجا تائين سج جا ڪرڻا وچايل آهن، مٿس بيٺل وڻن جا ڏِگها پاڇولا پينسل جي ڪارن ليڪن وانگر پيا لڳن. چلڪندڙ واريءَ تي سونُو نُور خوشبوءِ وانگر پکڙجي ويو آهي. ڪنن تان اجرڪ ويڙهي ڇڏ، نہ تہ ٿڌ لڳي پوندءِ، ٿورو ٿورو اُتر پيو لڳي. هُنان پرڀان تڙڪو آهي، پر نہ! پاڻ هتي اولي ۾ چڱا آهيون. ذري ڪان پوءِ سج تڙڪو ڪٽي ويندو. اُتر نهار، سنڌ جا ميدان اٿئي، اِها هلڪي هلڪي ڳاڙهاڻ وونٽڻانين جي آهي. انهيءَ ڳاڙهاڻ سان ڪارو پٽو آهي، ڏس تہ رڳو ڪارو ڪارو ڏنڌُ آهي. ان پردي جي پويان روز هن مهل زمين ۽ آسمان هَڪبِئي کي چميون ڏيندا آهن. چا ڪن ويچارا، ڦڪا ٿا ٿين.-

ٿورو سونگھہ تہ سهي، چوڏاري خوشبوءِ جا پلاند پيا ڦڙڪن. واريءَ مان خوشبوءِ اُٿلون پيئي ڪائي، ڪنبڻن جا ننڍڙا اڇا گل ٿهڪ ڏيو خوشبوءِ پيا ڇاٽين. ٿڌي هوا ۽ خوشبوءِ پاڻ ۾ ويڙهبا وڃن. ذري ڪان پوءِ پنهنجي ذري ذري ۾ خوشبوءِ جو خمار ڇانئجي ويندو. بڌ! ڪو ويراڳڻ (بانسري) پيو وڄائي. رولَ (آواره) آواز جا ڪم تہ ڏس، پٽن سان ٽڪرون هٽندو وَتي، وڃائيندڙ جي روح جي آواره گردي اٿئي. هن اسان جي سماج ۾ بوساٽيل روح جڏهن اِئين آزاد ٿي پٽن ۾ ايندو آهي، تڏهن ئي آواره گردي شروع ڪندو آهي، پٽن سان ٽڪرون ڪائيندو آهي، لڪنَ مٿان اُڏامندو آهي، منزل تہ الائي ڪٿي هوندي اٿس.... اڻ ڄاتل منزل. تون اڻ ڄاڻ آهين. هتي پٽن جي پڙاڏن ۾ تنوڪي اِها خبر ڪانہ پوندي تہ اِهو آواز ڪٿان پيو اچي. آءٌ تو بڌايانءِ. او هو ڏڪٽين پٽ جي پاڙ وٽ ڳئون ڏسين ٿو! چڙوچڙ جُونئن وانگر اورتي رڙهنديون اچن. پڪ ڄاڻ انهن ۾ ڪو دل جلئو هونديءِ. هي ڳئون بہ عجيب آهن، گڏ اصل ڪونہ هلنديون. هڪبئي ڪان پري پري پَرو ناهيو پيون ايندڀون. شل نہ ڪو اوپرو ماڻهو ڪاهڻ جي ڪوشش ڪَرين، ڳوڙهو ٿي وينديون. سگن سان ڪٽي ڇڏينديون. انهيءَ ڪري اسان وٽ ڳئون جي چوري ٿئي ئي ڪانہ. ڏراڙ سان وري اهڙي دل هوندي اٿن، جو بس. پيبون چَٽينديس. اِهي ڳئون سج لٿي تائين پاٽي ۾ پهچي وينديون. اِها ڳئن جي مٿان پٽ تي ڪنڊي ڏسين ٿو. ٻانهون پکيڙي ڇڏيون اٿس، کُتل ڪنڊي آهي. اِهي مٿس جيڪي ڪارا ٽُبڪا پيو ڏسين، اِهي ڳجهون اٿئي. ڇا چيئہ؟ ويراڳڻ! اِها رڳي ويراڳڻ ڪانہ اٿئي، اِن سان پکين جي چون چون ۽ پرئين ڳوٺ مان اُڏامي ايندڙ ٻارن ۽ زالن جا آواز گڏجي ويا آهن.... يڪي وڃت اٿئي. تڏهن تہ چوان ٿو، ان ويراڳڻ کي ٻڌي هر ڪا شيءِ ساڻس لئہ ۾ گڏجي ويندي آهي. تنهنجون ۽ منهنجون ڳالهيون بہ ان وڃت سان گڏجي ويون آهن. رڳو ڳالهيون نہ، دلين جي ڏڪ ڏڪ بہ هينئر سُر ۾ آهي. ڳئن ۾ ٻڌل چڙا بہ...... ڏس ڏڪٽي بہ مزو پيئي ڏئي. ها، تہ اِهي ڳجهون اِتي وينيون آهن. او ڪنڊيءَ جي مٿان اِهو ٽبڪو پيو گهمريون ڪائي، ڏسين ٿو نہ؟ اِها بہ ڳجهہ آهي، ذري ڪان پوءِ ڪنڊيءَ تي وينل ڳجهن ۾ اچي پر هٽندي، ۽ پوءِ انهن ڪارن ٽبڪن ۾ اُٿل ايندي. "ڪٽ ڪٽ ڪٽ" جا آواز، ڪنبين جي سراڙٽن سان گڏجي، ويراڳڻ سان لئہ ۾ شامل ٿي ويندا. سج لٿي ڪان پوءِ اِهي پَر بہ ڪونہ چورينديون، ڪنڊيءَ هينان لنگهندي بہ محسوس ڪري ڪونہ سگهندين. البت هينان مَٿنڊ تي وِٺ ضرور ڪرندي. ڏهر ۾ ڪونہ وهن. ڇو تہ هيٺ ڏهرن ۾ سيءُ ڊري پوندو آهي. هتي

ڪوبہ ڳوٺ ڏهر ۾ ڪو نہ ڏسندين. سياري ۾ ڏهرن ۾ وينل وڻ سڙيو وڃن ۽ پٺن تي سلامت هوندا آهن. هو سچ ۽ رات جو جهيڙو تہ ڏس، سچ ويچارو شرم جو ماريل اڌ گهونگهٽ اوڍي ويو آهي. آهستي آهستي پنهنجو جسم، پنهنجو روح، رات جي حوالي ڪري ڇڏيندو، خود سپردگيءَ جي انتها آهي. پوءِ مُلڪ تي رات جو دونهُن پکڙي ويندو، دونهن جا دائرا وڌندا سڄي ملڪ تي راڄ ڪري ويندا. پر اڃا جو دونهن پکڙي ويندو، دونهن جا دائرا وڌندا سڄي ملڪ تي راڄ ڪري ويندا. پر اڃا سچ جي اڌ ڪناري ٻاهر آهي. سچ جو حشر ڏسي پنهنجا چهرا، وڻ ٽڻ، وارِي، سڀ شرم وچان ڳاڙها ٿي ويندا. اڙِ ڙڙ هو تہ ڏس، هوڏانهن، پريان ڪارو نانگ ور وڪڙ ڪائيندو، واريءَ تان ترڪندو، سامهين بِرَتي ٽُٽو وڃي. ڇا ڇيئہ؟ ماريونس؟ نہ نہ نہ، اسان وٽ رواج اٿئي تہ اسين ڪارو نانگ ڪونہ ماريون. اسان جي وڏڙن جو چوڻ آهي تہ ڪارو نانگ اسان جو ڏاڏو آهي. ڍِارون بہ تہ ائين چوندو آهي. خير، ڪجهہ بہ هجي! مون کي ذاتي طور تي اِهو آزمودو آهي تہ جيستائين نانگ کي ڪو ڇيڙيندو نہ تيستائين ڏنگ اصل نہ هڻندو، ڏاڍو مانيٽو ۽ صبر وارو آهي. اسان وٽ جڏهن ٻار ڄمندو آهي تڏهن نانگ جي ماني ڪندا آهيون. ڇا ڪندا آهيون، جو پورَ ڪري پاڙي ۾ ورهائي ڇڏيندا آهيون. وڏڙا تہ "نانگ" جو لفظ بہ منهن مان ڪونہ ڪڍن، چوندا "ڏاڏا سائين" - ها لُنديءَ (بلا جو قسم) کي ڳولي بہ ماريندا سين. ڏاڍي نياڳي آهي، ٻي ڳُري پينسان، هرويرو جهَڙيندي (ڏنگيندين). پَرُسال منهنجو سوٽ ڳِئن سان پهري ويو. لئي واريءَ (ٻنيءَ جو نالو) تائين پهچندي پهچندي ڇهہ لُنديون ماريائين. اسان وٽ وسڪاري ۾ رات جو ڳِئون پهرنديون آهن. مون واري سوٽ وٽ جهڙولا (اوور بُوٽ) نہ هجن تہ ڪڏهوڪو ڪاڇي وڃي. ها! لنديءَ ۾ هڪڙي خاصيت اٿئي. مينهُن اڳوات ٻُڌائيندي آهي. يا تہ رات جو ٻوليندي آهي. سندس ٻولي ۽ چچيءَ جي ٻوليءَ ۾ توکي تفاوت نظر ڪونہ ايندو. پر اسان سڃاڻيو وڃون. يا تہ وري ڏينهن جو وڻن تي چڙهندي آهي، ٻنپهرن جو ويندي ويندي جيڪڏهن ڪنهن جار جي ٽڙ تي وينل ڏسينس، تہ پَڪ ڄاڻ تہ شام ڌاري مينهن جي ريل ڇيل ٿي ويندي.

سچ جي تہ هاڻي ذرڙي اڃي بچي آهي. هوڏانهن نهار سامهين ڏهر مان ڪنهن لَڏي منهن ڪڍيو آهي، اڳيان ڪو مڙس ماٺهو آهي ڳوڏ سان. مَليشي جي ڳوڏ جو ڇيهہ ڳوڏن ڪان بہ مٿي.هوندو. سندس پويان هڪڙي اَڌ مادي اُنڙي هوندي، جنهن تي ڪا هڪڙي اڌ پوڙهي، بہ ٽي ٻارڙا وينل هوندا. بہ ٽي ڳڏهہ هوندا جن تي

مختصر سامان کَڙيي ۾ پيل هوندو، ۽ ڪجهہ تتل قاتل، مُت هاٿيون رليون، تن جي پويان ڪو نوجوان ۽ سندس نووزني هوندي. نوجوان کي بنان بيڙي مَليشي جي صدري پيل هوندي. مٿي تي ڪا آذوراٿي کُتل توپي هوندي. سندس نوورنيءَ کي بنا پُنيءَ گج پيل هوندو. سڄ پنهنجي اوج تي ڪونهي نہ تہ ڪر ڪج ۾ تانڪيل ٽڪن جو جرڪو ڏسين! پر، خير! ۽ پڙو پڻ پيل هوندس. مُلان انهيءَ ويس تي ڏاڍو ڪاوڙيا آهن. چون ٿا تہ اهو يورپ کان بہ اُگهاڙو لباس آهي. اُگهاڙپ تہ الائي چا کي چوندا آهن! تون پڙهيل ماڻهو آهين! وڌيڪ خبر هوندءِ. (ٿر ۾ گجُ صرف اڳئين پاسي هوندو آهي ۽ اگهاڙي پنيءَ وٽان ڏاڳو بڌل هوندو آهي. اهو ڏاڳو جو اُن جسم ۽ گج کي پاڻ ۾ وفادار رکندو آهي). توکي الائي خبر هجي يا نہ پر جڏهن جوان جوان سانوريون ڇوڪريون نمي دلو ڪٽنديون آهن، تڏهن سندن رَس پريون چاتيون، هوا کي چميون ڏينديون، اچل کائي، اچي اکين تي پونديون آهن. ڊگها ڊگها ساه، ڊگهي وڻ ۾ بڌل لوڏ وانگر جهوتا ڪنهن ڪَويءَ، ڪنهن فنڪار کي ساڻ ڪٽي ويندا آهن. ڪويءَ جي دل لوڏا کائيندي آهي زمين کان آسمان، آسمان کان زمين تائين- انهن جهوتن ۾ مستي هوندي آهي ۽ خمار- ننڊ- آرام- خود سپردگي- ڪوي، پنهنجو وجود وڃائي ويهي رهندو آهي ۽ سڀ حدون اورانگهي ويندو.

باقي پَڙو- بيو تہ ڪونہ. پر ڪڏهن لِڪي، وجهہ وني، ڏسندين، ڪا ڇوڪري شل موج ۾ اچي ڦيريون پائي. پوءِ پڙي جو گهُمرو هوندو، گول گول، وڻ ٽڻ پيا ڦرندا. تون بہ پيو ڦرندين. سڄو ماحول ساز وانگيان وڄي اُٿندو. زمين، آسمان، سڄ سڀ پيا نچندا. ها! پلا ڪانهوڙي جو ناچ ڏٺو اٿئي! وڄ ۾ دُهل وڄندو، پورا پورا هَتَ پوندا آهن، دل ٽپڪيون کائيندي آهي. دهل جي پر ۾ ڪنهن ڪنواريءَ ڇوڪريءَ جي ڪُلهن تي ڪانهوڙي جو بت، زيورن سان جهنجهيل رکيل هوندو آهي، سندس بنهي ڪُلهن تي بہ ٽامانوان لوٽہ رکيل هوندا آهن، جن ۾ ناچ ڏسندڙ پئسا وجهندا آهن. چا چيئہ؟ ادا! اهو ناچ تڏهن ٿيندو آهي. جڏهن سانوڻ حون سانوريون برساتيون آخري مرحلن ۾ هونديون آهن، ۽ وٽن ٽٽن، بوٽن ۾ زمين تي ساوڪ جون چادرون وڇائجي وينديون آهن، گولاڙن ۾ گولون پچي وينديون آهن. ترايـن جو پاڻي ڪيرن کي چميون ڏيندو آهي، ۽ ڪڪر آواره گردي شروع ڪندا آهن. سنهڙي بوندار جارِين جي ساون پنن کي ڌوئندي آهي. ڳئون پناريون ڊون ۾ هونديون آهن - اِهو ڪولهين جو ڏڻ آهي. ها تہ دهل ۽ ڪانهوڙي جي چوڌاري ڇوڪرين جو ٽولو پير پير ۾ ملائي گول ڦرندو آهي. نچڻ واريون اڳيان بہ

نازيون هٿنديون آهن ۽ پويان ٻه، پير پير ۾ ملندو ايندو، ڪنڌ جهُڪيل هوندا، نازين ۽ پيرن جي لئه سان سهڙا گيت جا آواز گڏجي ويندا آهن. اها لَئه ته ڪائنات ڪي ٻڌائيندي آهي. ها، گيت البت راجستاني زبان ۾ هوندو، جو سمجهندين ته ڪونه، پر روح ۾ ٽنبجي ويندءِ. هُن نازڪ نازڪ ليکڪ آغا سليم ڪونه لکيو هو: "آءٌ بنگالي سمجهان ڪونه، پر بنگالي گيت ٻڌي، روئي پيو هوس" سو اها وَجت (موسيقي) ٻوليءَ کي سجائي ڪانه، حدن جا زنجير پيل ڪونه اٿس. بين الاقوامي زبان اهائي آهي. اها ٻولي زبان مان ڪانه پر روح مان نڪرندي آهي...."

اڙي واه! پاڻ ته ڳالهين ۾ لڳي وياسين، سچ رات جي هنج ۾ وڃي سُکي ٿيو. لڏي وارا پويان تيز پيا لاهين. هَل ته گهرِ هَلون، مهمان ماٺهو آهين، ڪجهه ڪاڏي پيتي جي ٻه ڪريون. ماني باني ڪائي، نهي نُکي، لَڏي ۾ هلنداسين، پلي چند ۾ ٻه ساهُ پني.

چاندوڪيءَ ۾ لَڏي جو سير ۽ انهن جي مسئلن کي ٻئي خط ۾ ڇيڙينديس.

نازو قلم- ۲ آڪٽوبر ۱۹٦٦ع

آءٌ خط جي شروعاتي حصي لاءِ معافي ٿو گهُران. مون کي دعوت جو ڪارڊ مليو، پر ۱ آڪٽوبر ۱۹٦٦ع تي، جڏهن آءٌ هوائي جهاز تي چڙهي ٻه ڪراچيءَ پهچي نٿو سگهان.

اوهان جا ٻئي خط مليا. گڏوگڏ ڪتاب پڻ. تڏهن ته اڳي لکي چڪو آهيان ته اوهان جون مهربانيون آهن. انگريزي ڪتاب موڪلي ڏاڍو سنو ڪيوَ ۽ گڏوگڏ عظيم افسانا، نئين دنيا، ٻه پمفلٽ ٻه.

سائين، اِها خاطري ڪريو ته هي منهنجا خط، منهنجي لکڻ ۽ پڙهڻ کي ڏک ڪونه هٿندا، اڄڪلهه ڏاڍو پڙهان پيو- سيپ، نقوش، نقش، افڪار وغيره.

پاڻ ۾ هڪڙو تفاوت پيو محسوس ڪريان. اڳ لکڻ وِهندو هوس ته جوش هوندو هو، جذبا هوندا هُئا، اکين ۾ لڙڪ ايندا هُئا. ۽ هاڻ جڏهن لکڻ وهندو آهيان تڏهن، ننڊ هوندي آهي، خمار هوندو آهي، نشو هوندو آهي، پنهنجو پاڻ کي ائين محسوس ڪندو آهيان ته هوا تي ترندو وڃان. اوهان لکيو آهي ته ڪو پنهنجن افسانن جو دوستن کان نقل ڪرايان. سائين منهنجي رف ڪاپي ڏسو ته ڪِلي ڪِلي ڪيراٿي پئو. اڻ پورا جملا اَڌورا خيال. دراصل افسانو تڏهن بنبو آهي جڏهن آءٌ نقل

ڪرڻ وهندو آهيان، ڇئن صفحن جي شيءِ ڦري اٺَ صفحا ٿي پوندي آهي. نوان جملا ۽ نوان خيال ذهن جي دريءَ مان ٽپي ايندا آهن. وري جيڪڏهن انهن اَٺن صفحن کي نقل ڪرڻ وهان ته ٻارهن صفحا ٿي پون. ها! ڪڏهن ڪڏهن نقل ڪرڻ وقت ذهن جون سڀ دريون بند هونديون آهن. هڪڙو اکر به وڌيڪ ڪونه سُجهندو آهي.

اڌ ۾ ڇڏيل داستانُ به گهڻو ڪري آئنده خط ۾..... اوهان جي خواهش پوري ڪندس. تنهن کان سواءِ "لَذي" جي ڳالهه به رَهائي اٿم.

اخبار "عبرت" گهڻو ڪري منهنجي نظرن هيٺان مَٽيندي آهي. اديب دوستن جي مصروفيتن جو پتو اٿم.

به افسانا ته پيا آهن. پر انهن مان اطمينان نٿو ٿئي. بلڪل رَدي ٿو سمجهان. اوهان ڏانهن موڪليندي ڦڪائي ٿي ٿئيم. "نئين دنيا" ۾ ڪلپنا وارن جا رايا چڱيءَ طرح پڙهيا ۽ سمجهيا اٿم.

بابا فريد جو ڪلام موڪليو ته مهرباني. تنهن کان سواءِ آمريڪي افسانا (مترجم رباني ۽ سراج) پڙهڻ جو به شوق اٿم.

٢ آڪٽوبر واري سنڌي ادبي ڪانفرنس جا حال احوال به ڏجو.

والسلام. عبدالقادر جوڻيجو، جنهاڻ،

پوسٽ آفيس فضل پنهيرو، ٿرپارڪر،

سلام طول العمره کي، ربانيءَ کي، پنهور کي ڏيندا. اوهان جي ڪِڪَن کي چميون.

طول العمره جي ڪهاڻيءَ جي انتظار ۾ منهنجو ته مُٺُ ٿو وهيو وڃي. طارق ڏاڍيون ديريون ٿو ڪري.

"نئين زندگيءَ" ڏانهن افساني موڪلڻ جي خواهش جاڳي اُٿي آهي. اڳي ته منهنجا افسانا واپس ڪيا ويا هُئا.

× × ×

(١٨)

حيدرآباد، سنڌ

٧ آڪٽوبر ١٩٦٦ع

پيارا عبدالقادر،

تنهنجو ٽن پنن وارو پيرائتو خط مليو. پڙهي ڏاڍي دل خوش ٿي.

جدا، رجسٽر پارسل رستي توڏانهن اڄ "مهراڻ" ١-٢/١٩٦٦ع، "چونڊ آمريڪي افسانا"، "ديس ديس جون ڪهاڻيون"، "بول فريدي" (پنجابيءَ ۾). ٻه ڪتابڙا محترم جي. ايم سيد جي تقريرن جا ۽ هڪڙو ڪتابچو ميان يار محمد پنهور جو "اهي ڏينهن اهي شينهن" ڪتاب تي لکيل تبصري جو، موڪليا اٿم. اميد ته اهي ڪتاب ڏسي ۽ پڙهي، تون خوش ٿيندين.

"روح رهاڻ" ۽ "سهڻي" جا تازا پرچا ڪيڏيا اٿن، جي شايد توکي اِتي ملندا رهن ٿا. "سهڻي" جي پرچي ۾ طارق اشرف ۽ "سهڻي" جي بانيڪارن، جيڪا مون کي پليجي جي افساني تي مطالعي لکڻ ڪري، پڳ ٻڌائي آهي، سا تون "سهڻي" جي اُن پرچي ۾ پڙهي سگهين ٿو. ٿنڊي الهيار جي "اياز" بلوچ جي نالي ۾ هڪڙو نهايت هلڪڙي نمونو جو خط ڇاپيو اٿن، جنهن ۾ سواءِ منهنجي هتڪ ڪرڻ جي ٻي ڪا مراد سنڌين ان ۾ ٿي ڪانه ٿي سگهي. تون، جو هتي هُئين ته اسان ساڻن قربائتا پير ان ڪري ڪنيا ته ساٿي اديبن ۾ ڪجهه غلط فهمي ۽ رنجش نه رهي. گهڻي قدر ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ ائين ئي طئي ٿيو هو ته هو اهڙي قسم جي ڪا ڳالهه وڏيڪ "سهڻيءَ" ۾ نه آڻيندا جنهن مان اديبن ۾ تفرقو پيدا ٿئي يا وڌي. ۽ هاڻي، جو هو پاڻ ان سڄيءَ ڳالهه کي ختم ڪري ائين لونيا ٻنجي ويٺا آهن، ته به اسان جي طرفان هِن معاملي ۾ سنڌن مقابلي ڪرڻ يا جواب ۽ جوابي جواب وغيره جي سلسلي شروع ڪرڻ يا هلائڻ لاءِ ڪوبه قدم ڪونه کڄندو. ڇو ته هنن جي نيت ئي اِها آهي ته انهيءَ گند ڀريءَ گپ ۾ اسان کي به لاهي پاڻ جهڙو ڪري بيهارين ۽ اُتي گپ جون مُٺيون ڀري هڪٻئي تي ٻيهي اڇليون. پر هن سنڌين حرڪت سان سنڌين اصلي ذهنيت ۽ آئندي جي روش جو اندازو اسان کي پوريءَ ريت لڳي ويو. اها به خوشيءَ جي ڳالهه آهي. اسان پنهنجي طرفان وري به ڏانهن دوستي، نيڪ تمنائيءَ ۽ خير طلبيءَ جو هٿ وڌائيندا ئي رهنداسون. من ڪا چڱي من ۾ پوين.

ڪراچيءَ ۾ سنگت جي ڪنوينشن ٿي گذري. ادبي ڪانفرنس به ٿي گذري.

احوال سمورو تو "عبرت" ۾ پڙهيو هوندو.

شمشير کي "نئين زندگي" جي ايڊيٽري ملي ويئي، ۽ هو وجي اُتي ملازمت ۾ دخلڪاري ٿيو آهي. اِها هڪڙي واقعي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي.

تو وارو افسانو "وک وِک وِهہ" سهڻيءَ جي هن پرچي ۾ ڪونہ اچي سگهيا آهن. شايد ٻئي پرچي ۾ ڇاپيندا. اسين بہ چار دوست هتي هي پيا ويچار ڪريون تہ حال في الحال "روح رهاڻ" سان همراهي ڪري ان کي وڌايون ۽ وڏيڪ سنڌي ادب لاءِ ان کي ڪارآمد ۽ ڪامياب بنايون. حميد سنڌيءَ سان ان باري ۾ اجا ڪونہ ڳالهايو اٿئون، پر اميد آهي تہ هو ان ڳالهہ کي خوشيءَ سان قبوليندو. ان ۾ پڻ "سهڻيءَ" جي مقابلي ڪرڻ جي مراد ڪانہ رهندي. اسان جو خيال آهي تہ "سهڻيءَ" وارا جنهن ڪروڌ، ضد ۽ هوڏ ۾ ايندا ٿا وڃن، ۽ جنهن قسم جي ادب کي وڏيڪ پسند جي اک سان ڏسڻ جا هيراڪ آهن، تہ هو ۽ سندن رسالو سنڌي ادب لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندا ۽ پنهنجي لاءِ ادب ۾ ڪا خاص قدر لائق جاءِ ناهي ڪين سگهندا. تنهنڪري هنن جي مخالفت ڪرڻ جي اسان کي ڪا ضرورت ئي ڪانهي. اسان کي فقط هائوڪاري انداز ۾ پنهنجي ڪم کي اڳتي آڻڻو آهي. انڪاري انداز سوچ جو يا عمل جو هميشہ ناڪام ۽ نامراد ثابت ٿيندو آهي.

ٿيون ڏينهن انسپيڪٽر صاحب، مسٽر پنو، هتان ڪيري طرف گشت تي ويل آهي. مون کيس تنهنجي بدليءَ لاءِ چئي ڇڏيو آهي. مون کي يقين آهي تہ هاڻي ڊڪڻ صاحب جي گهٽي ڦوڪ شوڪ ڊري ٿي ويندي. منهنجي چوڻ تي پنهنجو ڪم ڪري ها تہ سندس چڱائي ثابت ٿئي ها. افسوس جو ماڻهن کي اِها اون ئي ڪانهي تہ پاڻ کي نيڪ خصلت ۽ نيڪ عمل ثابت ڪريون. هاڻي سندس بالاعملدار چوندس تہ حڪم جو بندو ٻڌجي "جيءُ سائين" ڪندو. ڳالهہ مَ ڇا رهيو! دنيا ۾ عجيب غريب قسم جا اُن رهن ٿا، جيڪي ازخود پنڻ تي ڪڏهن ڪين چڙهندا. پنڻ تي اُن هميشہ مار ڪائي پوءِ چڙهندو آهي. بهرحال اسان جو ڪم ٿئي، پوءِ ڊڪڻ صاحب پاڻ کي مانُ ڏنو يا نہ ڏنو، تنهن جو ڪو خاص خيال پاڻ کي ڪرڻ نہ چڱائي. پنو صاحب ڏينهن ٻن ۾ واپس ايندو تہ پڇندوسانس، ۽ توڏانهن پختو ۽ پڪو احوال موڪليندس. پر مون کي بهرحال خاطري آهي تہ هفتي ڏهن ڏينهن ۾ تنهنجي بدلي جنهاڻ ۾ ٿيندي.

تو پنهنجي خط ۾ لکيو آهي تہ "....پر انهن مان اطمينان نٿي ٿئي". سنڌيءَ ۾ "اطمينانُ" مذڪر آهي- "نٿي ٿئي" نہ پر "نٿو ٿئي" چئبو. تو ڪيترن

لفظن جي برئڪيٽ ۾ سنڌي جاڻ لاءِ معنيٰ لکي آهي- مثلاً لُنڊي لفظ لکي برئڪيٽ ۾ "بلا جو قسم" لفظ لکيا اٿئي، يا لئي واريءَ (ٻنيءَ جو نالو)، يا رول (آواره) يا لڏا (قافلا) وغيره جا اهڙا لفظ ائين برئڪيٽ ۾ آندا اٿئي. هرويرو اهڙو نه شهري مان به نه آهيان، مِنا! جو اهي عام ٻهراڙيءَ جا سنڌي لفظ نه مون لاءِ اوپرا ٻنجي بيهن! بهرحال انهن کان سواءِ ڪي لفظ جيڪي خاص ٿر جا آهن مثلاً ناجيا (پٽ جو نالو)، ڪُنيٽ (وڻ جو نالو)، ويراڳڻ (بانسري)، جهانپو (واڙو)- اسان جي پاسي اِهو لفظ اَجهاپو يا آجهاپو ئي ڪم ايندو آهي-، جهاڙولا (اوور بوٽ)..... اهڙا لفظ چڱو جو معنيٰ سان ڏنئي، نه ته ايترو انهن کي سمجهي ڪين سگهجي ها. تو ڳج جي ٻڏتي به سمجهائي آهي. پر توکي خبر آهي ته ڪن سمات قبيلن ۾ اجا به سنڌ ۾ ڳج بلڪل ائين پائبو آهي، جيئن تو بيان ڪيو آهي. خود منهنجي پنهنجي سانپر ۾ اسان جون پنهنجون عورتون به ٻنهه انهيءَ نموني ڳج پائينديون هيون- يعني پٽ ٻنهه اڳهاڙي، ڏوريءَ سان ٻڌل.

پٽ شاهه جي ثقافتي ڪانفرنس نهايت ڪامياب ثابت ٿي.اٽڪل اٺ ڏهه هزار ماڻهن جا پنڊالَ ۾ سٽين بجي کان هڪ بجي تائين موجود هئا. ترَ جا سڀ نيڪ مرد آيل هئا. خانبهادر وساڻ به سڄو وقت ويٺو رهيو، وساڻ جو نالو ان ڪري ٿو وٺان جو اوهان جي پاسي جو آهي ۽ سنڌ جي سياست ۾ بهادر ۽ وطن جو هڪ محب سمجهيو ويندو آهي. ڪانفرنس کان اڳئين ڏينهن تي بدخواهن طرفان اعلان ڪرايا ويا هئا ته ڪانفرنس ڪانه ٿيندي، سردار علي شاهه جي اخبار "مهراڻ" محترم جي. ايم. سيد خلاف هڪ وڏو ليک لکيو هو. پر محفل بزم صوفياءِ سنڌ طرفان پٽ تي اهڙي ٿي، جو راڄن ڏني ۽ راڄن پسند ڪئي. اجوڪي اخبار "مهراڻ" ۾ سردار علي شاهه وري هڪ ٻيو زهريلو ليک لکائي ڇاپيو آهي، جنهن جو سِرو هيءُ آهي: "بزم صوفياي سنڌ- يا ڪا سياسي جماعت؟" ۽ پوءِ لکيو اٿس تہ "هيءَ هڪ سازش آهي، ڪفر آهي، الحاد آهي" وغيره وغيره. ڪانفرنس کان هڪ ڏينهن اڳ جيڪو ليک محترم سيد صاحب خلاف ڇاپيو هئائين ان جو سرو به ڏاڍو شرارت ڀريو ۽ گمراهه ڪندڙ ۽ اشتعال ڏياريندڙ هو- ڇي: "محمد بن قاسم چور ۽ ڏاڙيل هو!- جي. ايم. سيد ڇا ٿو چوي؟" وغيره. سو منهنجا جوڻيجا ڀاءُ اِهي آهن اسان جي سنڌ جا ڪي....، جيڪي سنڌ جي ڀلائيءَ واريءَ ڪنهن به ڳالهه ۾ خوش ڪينهن. هنن کي فقط پنهنجو ادبر، پنهنجي

دولتمندي، طاقت ۽ وڏائي گهرجي. شال سنڌ کي ڪي صالح ۽ سر گهورڻ وارا سپوت ملن! سنڌ جي ڳالهه ٿي ٿئي ته اچ هڪڙو نظم توڏانهن لکي ٿو موڪليان- پڙهي دل بهار بهار ٿينديئي، ۽ پڇي پاڻي ٿيندئي-. بهار انهيءَ ڪري جو سنڌ جا اهڙا به ڪي شاعر آهن جي ائين ٿا ڳائين ۽ ڏانهين، ۽ پڇنديئي انهيءَ ڪارڻ جو پنهنجي جيجل ماءُ جي دک جو داستان بڌي ڪنهن جي دل رت جا ڳوڙها ڪانه ڳاڙيندي! ته هاڻ ٻڌ- نياز همايونيءَ جو هيءُ نظم لکيل آهي. نالو اٿس: "سنڌڙي منهنجي ماءُ!" هتي سامهون هجين ها ته ڳائي ٻڌايانءِ ها- پر تون اِتي ان کي پڙهي به ڪنهن نه ڪنهن سر ۾ ان کي ڳائي سگهين ٿو:

## سنڌڙي منهنجي ماءُ

سنڌڙي! منهنجي ماءُ، او منهنجي جيجل توتان گهور ٿيان!
شال نه ٿيان غدار سَنڌءِ، ڀَل ڌاڪو ٿيان يا چور ٿيان.
ڪڏهن ته تنهنجو روپ هو اِئين، جڻ جلوو ٻانهينءِ واريءَ جو،
هُئي حياتي هيج ۾ ائين جڻ چيچ ۾ ڇيڏڪ ڪنواريءَ جو.
ڪڏهن ته لال ڪُنوار هُئينءَ اڄ بيوهه جان بيحال، اَبوءِ!
جيجل تنهنجي جهول کي جَسُ پر، دل وارن جو ڪال، اَبوءِ!
سانوڻ آيو، سور ويا، ته به تنهنجو اُهوئي حال رهيو،
ساڳيون لهرون، ساڳيا لوڏا، ساڳيو سک جو ڪال رهيو.
وري وري ڪو واءُ سٽائو، وري مِتيءَ کي مانُ ملي،
سنڌڙي آهي اوسيئڙي ۾ مانَ ڪو دريان خان ملي!
سنڌڙي تنهنجو نانءُ وني ٿا دريا خان کي ياد ڪريون
شال اُها دل ڏاري اسان اڄ تنهنجي جند آزاد ڪريون
آيل تنهنجي سورن جا ٿا اسان کي ائين اُهڃاڻ لڳن
ننڊ مان ڇرڪي ٻار جئين ٿا ماءُ جي ڇاتيءَ ساڻ لڳن
مڪلي ٿي اڄ ڳوڙها ڳاڙي، مياڻي ٿي فرياد ڪري،
آهي ڪو جو سنڌڙيءَ کي اڄ سَڌڙين کان آزاد ڪري!
روئندي روئندي نير کُٽي ويا، لُهو اچي ويو لڙڪن مان،
آءَ ڪيئن کلندي ڪيرَ پيان، منهنجي سنڌڙي آهي سُڏڪن ۾
سنڌڙي تنهنجا وير جيئَن، تون شاد رهين آباد رهين!
شال اچن سي ڏينهن جڏهن تون جَنجَل کان آزاد رهين!

اَسان مُڙن جا ڪينَڪي آهيون، پلي ڪريو سؤ قند ڪٽي،
"مر ويسون پر سنڌ نہ ڏيسون" هوشوءَ جو سَوڳند ڪٽي.
سنڌڙي تنهنجي نانو تان صدقي، منهنجا سڀ سنگيت، الا!
جيسين جيئندس تيسين لکندس، تنهنجي غم جا گيت، الا!
سنڌڙي تنهنجي سارهہ کهڙي تون ايئن منهنجي گيتن ۾
شاهہ سونهارو پوئي ويو جئن آيت آيت بيتن ۾.
سنڌڙي تو جي سور سَنا، تن سورن جا سَوڳند ڪٽي،
اسان ڪريون ٿا عَهد تہ تنهنجا ويري وڍبا رند ڪٽي.
جيجل تنهنجي سامرَ جهَلي، جن سَنڌڙين توکي سور ڏنا،
انهن ئي سورن سانگين کي اڄ پوياڙيءَ جا پور ڏنا.
اسان گهٽو ئي سکي چُڪاسين، هاڻ نہ ڪجهہ سيکاري ڪو،
وطن جي حُب ايمان اسان جو، سوري پل سينگاري ڪو.
هاڻ اسان کي هِن ڌرتيءَ تي هوشو بڻجي رهڻو آهہ
خودداريءَ سان جيئڻو آهہ، يا سورهيہ ٿي سرُ ڏيڻو آهہ.
سنڌڙيءَ ڪارڻ سَودائي ٿي، سرُ ڏئي ساري ڪرڻي آهہ
سنڌڙيءَ جا سرويچ جئين شل، سنڌڙيءَ جي پت رکڻي آهہ
سنڌڙِي، جا مخدوم بِلال جي، سَن جي سائينءَ حيدر جي،
تنهن سنڌڙيءَ تي ڌاڪ نہ رهندي ڪنهن بيگاني بيدر جي
١٣-١٠-٦٦

سنڌڙي تنهنجي سانگين کي جن ڏني تپائي توڻي آهہ،
ساموئيءَ جو سُنهن تہ انهن سان هاڻ هِڪا هڪَ ڪرڻي آهي.
فيصل ٿيندا فتنا سارا، اسان کي چپ ٿي رهڻو ناهہ،
سنڌڙيءَ کي جن سؤدو سمجهيو، سولو تن کي ڇڏڻو ناهہ.
هيڪر دل درياهہ ڪري جيئن اُٿلي پياسين اوتر جان
سارا ڏوڪا ڏوڙ ٿي ويندا، ڏونگر ڏرندا محشر جان.
راڻا ڪاڻا راج ڏٺي تو راج ڪيا رَنجوُر مڙئي،
تنهنجي ڪائي ڪاڻ نہ آهہ ڪڻ ڏوڪي جا دستور مڙئي
سنڌڙي ڪنهن ارغون جي ناهي، سنڌڙي جام نظام جي آهہ
غاصبَ تنهنجو ڪو حق ڪونهي، سنڌڙي سنڌ جي عام جي آهہ

سنڌڙي آهه نه سيڪجهه آهي، سنڌڙيءَ سان ئي جنڌڙي آهه
اسان نه ڪجهه پي ناهيون سائين، جيڪي آهي سنڌڙي آهه
سنڌڙي شاهه لطيف جي سنڌڙي، سنڌڙي لال قلندر جي
توتي ڪائي ڏاڪ نه رهڻي آهي ڪنهن به سڪندر جي.

× × ×

سو منا، اهو آهي نظم سنڌڙيءَ جو، اميد نه پڙهي خوش ٿيندين.

هيءَ خط لکندي لکندي، وچ ۾ ڇڏڻو پيو هو، جو اوچتو سکر وڃڻو پيو هو، سنڌ جي شاعر اياز تي وري بدخواهن حملا ڪرڻ شروع ڪيا آهن. جي، سندس نظم "هي سنگرام، سامهون آ نارائڻ شيام.... " جيڪو "روح رهاڻ" جي سيپٽمبر واري پرچي ۾ ڇپيو هو، سو وطن دشمنيءَ جو نظم آهي، وغيره. ڪوڙا پوسٽر هنيا ويا، پترا ڇپائي ورهايائون، اخبار "مهراڻ" ۾ بدنام ڪيائون، سرڪار وٽ دانهيائون. مطلب نه هن مختصر ۽ مخصوص سنڌ دشمن ٽولي پنهنجي ذليل ڪارروايون ۾ ڪين گهٽايو آهي. اميد نه اِهي ڳالهيون تو اخبارن ۾ پڙهيون هونديون ۽ پڙهندو پيو هوندين. هتي ڪيترائي اديب ۽ فنڪار گڏجي ان سنڌ دشمن تحريڪ جو مقابلو، جيترو ٿي ٿو سگهيون اوترو ڪري رهيا آهن. اميد نه بدخواهه دشمن دفع ٿيندا ۽ سنڌ دوست جيئندا ۽ وڌندا.

هن خط سان گڏ اخبار "نواي انقلاب"، سکر، جي هڪ ڪٽنگ توڏانهن موڪليان ٿو، جنهن ۾ منهنجو هڪڙو خط هنن ڇاپيو آهي. اِهو خط مون پنهنجي دوست مقبول صديقيءَ ڏانهن لکيو هو، جيڪو ان اخبار جو ايڊيٽر آهي- اخبار جي شروع ٿيڻ تي هن ڏانهن لکيو هوم.

بنهه هينئر اوهان جي انسپيڪٽر صاحب مسٽر پٽي سان ٽيليفون تي ڳالهايم. چيائين نه ڊڪڻ صاحب کي چيو اٿم نه هو اِهو ڪم ضرور ڪري ڇڏيندو. خاطري رکجي.

وڏيڪ خير
تنهنجو
محمد ابراهيم جويو

(١٩)

جنهان
١٦ آڪٽوبر ١٩٦٦ع

پيارا!

ڪهڙيون ڳالهيون ٿا پڇو، گذريل هفتي ڪهڙا ويل وهايا آهن ۽ ڪهڙا گل پلاند ۾ پريا اٿس.

ڳوٺ ايندي نوڙي ويندي اوهان جو خط ڪونہ مليم تہ اُداس ٿي ويس. ڇا ڪريان عادت اٿم. جيتوڻيڪ ائين سمجهيم پئي تہ دير ٿي ويندي آهي. پر چري دل..... ڪنهن ڪي سجاڻي ئي ڪانہ- مٿان "سُهڻي" پڙهي وڃي ويس. منهنجي توقع مطابق اوهان بہ "اياز" بلوچ جي خط جو ذڪر ڪيو آهي. مَٿان اِهي خبرون تہ اياز تي حملن جو سلسلو دوباره جاري ٿي ويو آهي. پر پئي درگذر ڪيم. ڳالهہ چوٽ تي چڙهي. جمعي جي ڏينهن جماعت اسلامي جو هفتيوار رسالو "آئين" پڙهيم. ان ۾ "نارائن شيام ڪو ڪيسي گولي مارون" جي عنوان سان هڪ قرارداد پڙهيم (آئين، لاهور، ١۴ آڪٽوبر ١٩٦٦ع)، جنهن ۾ حڪومت اڳيان هٿ ٽنگيو ويو آهي تہ تحقيقات ڪرائي وڃي. جنهن تي ٥٢ صحيحون آهن جن ۾ ١٠ جڻا تہ ليڪچرر حضرت آهن. آءٌ تہ اِن نتيجي تي پهتس تہ اهي ڪوٺيءَ ۾ بند ٿيل بلي جا آخري جهَاٽو آهن. اوهان جو خط بہ سان ڏُک ڪٿي آيو آهي- ۽ گڏُ ڪتابن جو ڍير، اُن منهنجي پلاند ۾ گُل اُڇلايا. ۽ ها پيا گُل..... منهنجي بدلي پنهنجي ڳوٺ ٿي ويئي آهي- پرينهَن چارج چڏيندس.

اوهين سکر ويا. "اياز" جون خبرون ڏجو- ها! ضرور. "جي ايم" تہ سائين جيئيم آهي. - "بلي جا آخري جَهاٽو" زخم تہ ضرور ڪندا.

"سهڻيءَ" وارن جي بيواجبيءَ لاءِ ڇا لکان تہ جڏهن مون کين ڪافي عرصو ٿيو، خط لکيو هو، جو نہ ڇپيو؛ اُهو هن مهيني بہ ان ڪري نہ ڇپيو ويو، جو اِهو خط "اياز" بلوچ جي حملي ڪي نوڙيو بينو هو. مون ان ۾ پنهنجي ڀرپور راءِ اوهان جي جائزي تي ڏني هُئي. آئنده پرچي ۾ ضرور ڇپيندا.

ويچارا وڃن ڪيڏانهن، سندن ساڙ ۽ حسد سان ڀريل ننڍڙيءَ گُجيءَ جو بہ تہ بچاءُ ڪن.

"روح رهاڻ" ڪي سڌارڻ جي ڪوشش پيا ڪريو. مبارڪون. منهنجي تہ ادبي ماءُ آهي.

والسلام، عبدالقادر جوڻيجو

سلام رباني‌ءَ ۽ پنهور ۽ "طول العمره" ڪي عرض آهن.

(۲۰)

حيدرآباد، سنڌ
۲۱ آڪٽوبر ۱۹٦٦ع
عزيزم عبدالقادر،

تنهنجو ١٦ تاريخ جو لکيل خط مليو. پڙهي، احوال معلوم ڪري ڏاڍي خوشي ٿي. اميد ته هاڻي پنهنجي اسڪول مان چارج ڇڏي، جنهن جي اسڪول ۾ پهچي ويو هوندين.

ڪالهه شمشير ڪي ادبي بورڊ جي آفيس جي لان تي الوداعي پارٽي، سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد طرفان، ڏني ويئي. ويهه پنجويهه اديب دوست موجود هئا. ڏاڍي چڱي شام گذري. رباني به چار ڏينهن ٿيا ته سکر ويل آهي. اجا ڪونه موٽيو آهي. اخبارون پڙهندو هوندين. هتي پهريائين ٢٥ يا ٣٠ اديبن ۽ پوءِ ٨٠ کن اديبن ۽ ٻين گڏجي اياز جي خلاف اٿاريل هنگامي جي مذمت ۾ بيان ڪڍيو، جن جو اختصار اخبار "عبرت" ۾ ڇپيو هو. مڙيو ئي معاملي کي همت سان مُنهن ڏيڻو آهي. ٻنهي بيانن تي طارق اشرف صحيح وجهڻ کان انڪار ڪيو. توکي شايد اها خبر ڪانهي ته ............ جي مادري زبان اردو آهي ۽ نه سنڌي. ادب جي دنيا ۾ اڳي به اهڙي قسم جو ڪڙو غير سنڌي حضرت، ..... جميعت الشعراي سنڌ جو پريزيڊنٽ بڻجي، سنڌي ادب جو چوڌري ٿي وينو هو. اڳتي هلي، جڏهن هن کي ان عهدي تان هٽايو ويو، ته ان ڏينهن کان وٺي ويندي هيلتائين، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب تي اينترو ته ڦوڪيو گهمي، جو سواءِ ان تي پٽرن اڇلڻ جي ٻيو ڪم هو ڄاڻي ئي ڪونه. طارق اشرف جو به شايد اِهو ئي حال ٿيڻ وارو ٿو ڏسجي. سنڌي ادب ۾ چوڌري ٿيڻ جو حرص ته هن کي به ..... جهڙو آهي. اڳتي ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي.

آءٌ اڄ شام جو لاهور وڃي رهيو آهيان، جتان ١٥ تاريخ واپس موٽڻو اٿم. ٢٩ تاريخ وري موٽي لاهور وڃڻ جو پروگرام آهي ۽ اُتي پوءِ ڏهاڪو کن ڏينهن رهڻو اٿم.

ٻيو سڀ خير آهي. سلام ميان يار محمد، طول العمره، ربانيءَ ۽ ٻين سڀني دوستن جا رسن.

تنهنجو محمد ابراهيم

حيدرآباد، سنڌ

١ نومبر ١٩٦٦ع

پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

تنهن ڏينهن صبح جو ملي ڪونہ سگهياسون. مون کي آفيس ۾ پهچندي پهچندي دير ٿي ويئي. اميد تہ تون خير سلامتيءَ سان شام جو ڳوٺ پهچي ويو هوندين، ۽ ٻيءَ هر طرح اوهان ڏينهن خيريت هوندي.

تنهنجو سرٽيفڪيٽ هن گڏ موڪليان ٿو. ڪالهہ بورڊ وارن شام جو ڏنو ۽ اڄ موڪلي رهيو آهيان. داخلا فارم ڀرڻ لاءِ توکي وري هيڏانهن اچڻو پوندو، يا اتان ويٺي ئي ويٺي فارم ڀري هيڏانهن موڪلي ڇڏيندين ۽ ڪم ٿي ويندو؟ هي آءٌ انهيءَ ڪري ٿو چوان جو ١٧ ۽ ١٨ تاريخ جي. ايم. سيد جي ڳوٺ سن ۾ سنڌ ثقافتي ڪانفرنس وڏي ڌام ڌوم سان ٿي رهي آهي. بزم صوفياءِ سنڌ جي هيءَ ڪانفرنس پنهنجي خاص اهميت واري ٿيندي. ان جي صدارت لاءِ اي. ڪي. بروهي صاحب کي دعوت ڏني اٿن. عين ممڪن آهي تہ هو صاحب ئي ڪانفرنس جي صدارت ڪري. سو جيڪڏهن انهن ڏينهن ڌاري توکي هتي حيدرآباد ۾ داخلا فارم ڀرائڻ لاءِ اچڻو پوندو هجي، تہ موقعي سارو هلي سن مان بہ ٿي اچي سگهجي ٿو. سن ڪوٽڙيءَ کان فقط ٥٠ ميل ڪن ريل جي سفر تي آهي. هن ثقافتي ڪانفرنس لاءِ جيڪي دعوتي ڪاغذ ۽ پروگرامن جا تفصيل ڇپجي رهيا آهن، اهي توڏانهن ڏينهن ٻن ۾ موڪليندس.

رباني لاهور ويل آهي، ٨ يا ٩ تاريخ اتان موٽندو. دوست ٻيا سڀ خوش آهن. ملڪ جا بدخواه پنهنجي ئي مٺ ۾ پيا ترڪن. اميد تہ ڪجهہ ڪين پلئہ پوندن. اياز سان ڪالهہ شام جو ٽيليفون تي ڳالهايو هوم. بهاريءَ ۾ هو. سنڌس پٽ انيس نائين ڪلاس جي سپليمينٽريءَ ۾ فرڊ پاس ٿيو آهي. هونئن ٻن ڪمن ۾ ڪري پيو هو. يار محمد ۽ طول العمره، ع. ق. شيخ ۽ ٻيا سنگت جا ماڻهو سڀ مزي ۾ آهن. شمشير جي خلاف پڻ رشيد لاشاريءَ، ڏٽي بخش بلوچ جي ڪوڙي نالي ۾، اردوءَ ۾ هڪ واهيات ڪتابڙو ڳارين ۽ ڪوڙن ۽ خسيس الزامن سان ڀريل ڇپائي، چوريءَ چوريءَ، ڪراچيءَ ۾ ورهايو آهي. ٣٢ صفحن جو اهو ڪتابڙو پڙهي ئي هنن جي خسيسپڻي ۽ ذلالت جي حد جي خبر پوي ٿي. جي اُهو ڪتابڙو هٿ لڳم تہ توڏانهن موڪلي ڏيندس.

"سهڻي" جي اشاعت ۾ ڪجھ رولو پئجي ويو اٿن. جو ان لاءِ ڊڪليريشن ڪانہ هين- سو سرڪار وٽان لکجي آيو اٿن تہ ان جي اشاعت تيسين بند ڪن، جيسين باقاعده ڊڪليريشن وٺن. ان لاءِ هنن درخواست ڪئي آهي. ڏسجي تہ ڪيتري عرصي ۾ ڪين ملي ٿي. "روح رهاڻ" ۽ "بادل" اميد تہ ڏينهن ٻن ۾ نڪرندا. توکي تہ اُهي اِتي ملندا رهن ٿا. سرٽيفڪيٽ جون ٻہ تصديق ٿيل ڪاپيون موڪليان ٿو- داخلا فارم ڀرڻ لاءِ اصلوڪي ڪاپي نہ پر تصديق ٿيل ڪاپي ڪم ايندي.

ٻيو سڀ خير والسلام

تنهنجو

محمد ابراهيم جويو

پيارا سائين!

اوهان جو قربن پريو خط ۽ ٽي سرٽيفڪيٽ مليا، لک لک ٿورا.

پيارا! هونئن تہ زباني طور ڪئين پيا داڙون هڻندا آهن ۽ فنڪار سان همدردي پيا جتائيندا آهن، پر عملي طرح ڪنهن فنڪار سان ساٿ ڏئڻ سو تہ وڃي ڪڏ ۾ پوي، پر جي مات ڪري وڃن.

"هائو ادا! فلاڻو فلاڻي جو چمچو ٿي ويو آهي، پُڇ آهي، وغيره. هاڻ پلا وٺانئن ڪير پڇي نہ ڀائي اِها بيواجبي چو ٿا ڪريو.

"اياز واه واه، زنده آباد" چيو تہ هر ڪنهن ٿي، هرڪو ٿي منصور ٿيو، پر اياز جي عقل تي بہ پردا اچي ويا جو چئي ويٺو: "منصور هزارين مان نہ رڳو."

هاڻ هن ادي اياز کان پڇو تہ "بہ" چوي ها "ٽي" چوي ها، وڌ ۾ وڌ انگ وڌائي ها تہ "ڏهہ" پر هي "هزارين" ڪٿان آيو. هيئنر جڏهن مٿس الزام آيا تڏهن اهي هٿرادو منصور چا ٿا چون!'

"ادا اسين ڪميونسٽ نہ آهيون."

"ادا اسين ڪو اياز جي هر ڳالهہ سان اتفاق ڪنداسين چا؟"

"ڀائو، اياز تہ ٻرن ۾ هٿ وجهندو، تہ اسين ڪو وجهنداسين!"

ڏٺُوَ منصوربن ڪي!

منٽزا، جيتريقدر منهنجي جاڻ جو تعلق آهي، اينتريقدر حيدرآباد مان اوهان ۽ ربانيءَ هن جو ساٿ ڏنو آهي، ۽ بنا ڪنهن داڙ هٽڻ جي ۽ عملي طرح. آءٌ ڪو اجا فنڪار ڪونہ ٿيو آهيان، پيو ماڪوڙا ماريان، پر مون سان هيڏيون ساريون مددون ۽ قرب ڪنهن ڪيا؟

سو پيارا، پڇاڙيءَ جو رهندو وڃي رڳو نالو، ڳائبو، وڃائبو. انسان جا عمل تہ اَمر هوندا آهن.

آءٌ حيدرآباد اچڻ جي ڪوشش ڪندس پر ١٥ نومبر کان اڳ. سن تہ پڪ سان هلي ڪونہ سگهندس. اچي تہ هن کان اڳ وڃان ها، پر منهنجو بدليءَ سان ڀڳهار اجا تائين نہ پهتو آهي، ان جو الڳ سپليمينٽري پريو اٿن. شايد ان وچ ۾ آءٌ اوڏر سوڏر ڪري، ضرور پهچندس. رجسٽريشن تہ ڪرائي ٿي.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

(۲۳)

پيارا سائين!

عرض تہ ڪافي وقت گذريو آهي، جو مون خط لکيو هو پر اوهان وٽان جواب ڪونہ آيو آهي. شايد مصروفيتن جو بار آهي. اوهان واري ڳالهہ تہ "ياري خطن وهيٽي نہ آهي" - برابر نيڪ آهي. پر تڏهن بہ ٿورين گهٽين ڏينهان ياد تہ ڪندا ڪريو.

ابن حيات پنوهر جا ڏنل ڪتاب پڙهي ڇڏيا اٿم. اِن پاسي ايندس تہ ڪٽيو ايندس.

مون جو اوهان کي يقين سان پئي چيو تہ مون وارو خط 'سهڻيءَ' ۾ ڇپبو سو نيٺ نہ ڇپيو ۽ اوهان واري ڳالهہ پير ڪوڙي بيني. افساني لاءِ طارق جو خط آيو هو پر موڪليو نہ اٿمانس. جڏهن قمر ۽ امر جا لکيل خط حميد نہ ڇپيا تڏهن هنن ڪاوڙجي پنهنجون تخليقون ڏيڻ بند ڪري ڇڏيون- تہ آءٌ بہ ائين ڪري سگهان ٿو. پر ائين ڪونہ ڪندس. خوش اخلاقي هٿان نہ ڇڏبي. هڪ افسانو "واٽون، راتيون ۽ رول" شمشير کي موڪليو اٿم. پڙهي راءِ ڏيندا.

سلام ابن حيات پنوهر، غلام رباني ۽ طُول العمره کي عرض آهن.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

جنهانڻ

پيارا سائين!

معاف ڪجو، جو خط ڏاڍيءَ دير سان پيو لکان. سبب تہ اِهوئي ٿو نظر اچيم تہ جيڪي ڪتاب ادي پنوهر ڏنا هُئم، انهن ۾ غرق آهيان. هونئن بہ جڏهن پڙهڻ تي ايندو آهيان تڏهن سڀ ڳالهيون اندر جي اونداهين ۾ ٻُڏي ويندو آهن. ڇوڪرن جي پڙهائي، دوستن کي خط لکڻ، گهر لاءِ ڪانيون ڪرڻ، شام جو ٻڪري ڪاهي اچڻ، ويندي بدن جي صفائيءَ تائين، وارَ وڏيل، ڪِنبريل ۽ اٿيا، ڪپڙا ميرا، ڇوڏاري ميارون ملنديون اٿم.

"هائو يار، هاڻي زال جي ڪجھ مان نڪرين ئي ڪونہ ٿو."

"مڙس ويو هٿن مان"، "گهريتڙو ٿي ويو آهي هاڻي،" وغيره وغيره. دل ئي دل ۾ جواب ڏيندو آهيان: "زال تہ الائي، باقي ڪتابن جي ڪجھ ۾ تہ هوندو آهيان." الائي ڪيترا ڀيرا اوهان ڏانهن خط لکڻ جو ارادو ڪيو هوندم، پر هٿ جهڙا پڳل، ذهن جهڙو پٿر.

شمشير ڪهاڻيءَ لاءِ بہ ڪيترو چيو هو. پر وِچاري ڪهاڻي آهي ڪاپيءَ ۾ بوساٽي پيئي. الائي بند مان ڪڏهن نڪرندي! .

اخبار بہ اڄڪلهہ ڪانہ ٿي مليم. اڳئين اسڪول ۾ صرف اِها سهوليت هوندي هُئي.

اسڪول ۾ ڇوڪرا چوندا آهن، "سائين، سبق تہ ٻڌو!"

"ها! بس هڪڙو صفحو."

۽ پوءِ صفحن جا صفحا ڇٽيندو ويندو آهيان.

اِهي حال آهن پيارا! مئڪسم گورڪيءَ جي تنهائيءَ جو داستان پڙهي، مون تي پڻ اِها لهر چڙهي آئي آهي.

اِتان جو حال احوال ڏيندا، سن واريءَ ڪانفرنس جو، پنوهر جو، رٻانيءَ جو، طول العمره جو، شوڪت جي نوڪريءَ جو.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

حيدرآباد، سنڌ
١١ جنوري ١٩٦٧ع
پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

نئين سال جي ۽ مبارڪ هجيئي ۽ عيد جي به. تنهن کان پوءِ، توڏانهن خط لکڻ ۾ ايڏي سستي ٿي اٿم، اُن لاءِ معافي. تُنهنجو هڪڙو، يا ٻلجان ٿئو نه. ٻه خط ان وچ ۾ مليا اٿم- تنهنجا قُرب. هتي ڪجهه ڪمن ڪارين جي هڻ وٺ ۽ ڪجهه طبيعت جي سُستي- ڏينهن پنيان ڏينهن وچن گذرندا، ۽ ينهنجن جون ميارون ۽ پراون جا الزام ۽ جن ڀڳن مٿان ڀڳ ٿيندا. پر تون اميد نه اسان جي اوڻاين کي درگذر ڪندين، ۽ پنهنجا قرب قائم رکندين.

تُر جو کهڙو حال آهي. تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي، ۽ ڪهڙن خيالن ۾ آهين. تو وٽان ٻه خط ته برابر آيا، پر هئا رڳو رسمي ۽ سِٽ ٻن سٽن جا. آءٌ نه ائين چوندس- چو ته تو وٽان نه آءٌ گهران ٿو پيرائتا احوال ۽ پيرائتيون ڳالهيون. شايد ڳوٺ ۾ ذميدارين سبب واندڪائي گهٽ ٿي مليئي! پنهنجي پڙهائي- امتحان لاءِ ترڙي عام علم جي حاصلات لاءِ- ٻه الائي ڪري سگهين ٿو يا نه. منهنجو پنهنجو تجربو اصل اهو آهي نه ٻنهنجي ڳوٺ ۾ رهي ڪري، گهڻي قدر ماڻهو پنهنجو سمورو وقت رڳو روزمره جي سهين ٿلهين ڳالهين ۾ ئي صرف ڪرڻ ۾ پورو ٿو رهي. بهرحال صلاح هيءَ ئي ڏيئي سگهان ٿو ته ٻين ڳالهين سان گڏ پنهنجي لکڻ پڙهڻ جي ذاتي ذوق کي پوري ڪرڻ لاءِ ٻه گهڙيون هر طرح پاسيريون ضرور ڪبيون- نه ته ماڻهو ٿي ويندو ماڻهن جهڙو. ڪا علحدگي، ڪا خاص ڳالهه، ڪا انفراديت ڪانه رهندي، ۽ ائين ٿيڻ نه کپي.

تنهنجو هڪڙو افسانو "سهڻي" ۾ ڇپيو. تو وارو خط برابر، هُنن ڪونه ڇاپيو. هو پنهنجيءَ بات وارا آهن. رسالي جا صاحب آهن. ڪير ڪين چوي! ڪير سمجهائي!

مارچ ۾ "روح رهاڻ" جو جشن ٿي رهيو آهي. ان ۾ تون ضرور هتي اچج. "روح رهاڻ" لاءِ ڪونه ڪو افسانو موڪلي ڏي. سالنامي لاءِ ٻن ڪين ڪو افسانو موڪلج. حميد سنڌيءَ توکي تاڪيد ڪرڻ لاءِ خاص مُون کي چيو آهي.

هُنن همراهن تي هتي "نارائڻ شام" واري نظم متعلق "روح رهاڻ" طرفان بدناموسيءَ جا ڪيس داخل ٿيل آهن، ۽ مٿن ڪورٽ جي بي حرمتيءَ جي پڻ

درخواست داخل ٿيل آهي. سو هاڻي گهٽي قدر بنهه چُپ آهن. هاءِ ڪورٽ ۾ درخواست وڌي اٿن ته اِهي ڪيس ٻڌڻ جوڳا نه نهرائي، انهن کي خارج ڪيو وڃي. اسان جي وڪيلن کي خاطري آهي ته اِن ۾ هو ڪونه کَٽندا. بهرحال ادب جي ميدان ۾ هاڻي اِنهيءَ قسم جي الزام تراشين ۽ گهٽ وڌ ڳالهين جي شايع ٿيڻ جي گنجائش گهٽجي ويئي اٿن. اسان جي باذوق ۽ باخبر اديبن کي گهرجي ته هو هاڻ بهتر کان بهتر افسانا لکن، شعرُ جوڙين ۽ ٻيءَ طرح تصنيف ۽ تاليف جو ڪم تيز ڪن، ته جيئن ميدان ۾ آيل مال جو مُلهه ٿئي ۽ مقبول ٿيڻ جهڙيون شيون پنهنجي مقبوليت حاصل ڪن، جنهن جون اُهي لائق ۽ حقدار هجن.

سيارو به ڏاڍو تکو آيو آهي. آءٌ ته سياري ۾ بنهه هيٺو ٿي پوندو آهيان- صحت ۾ ته نه پر طبيعت ۾. ٿڌ کان پيو ڊڄندو آهيان، ۽ گهڻو وقت رڳو سيءَ کان پاڻ بچائيندي بچائيندي گذاري ڇڏيندو آهيان. جيئن چوندا آهن ته "فلاڻو سيءَ جو بنهه ڪونهي"- سو آءٌ به سيءَ جو بنهه ڪونه آهيان. سياري کان اونهاري کي وڌيڪ چاهيندو آهيان، ۽ سياري کان اونهاري ۾ وڌيڪ خوش رهندو آهيان. هيئنر به بنپهرن جو وقت آهي، پر به سگڙيون پارايو، بنهي پاسن کان رکيو وينو آهيان. توکي خبر آهي ته شاه صاحب به رسالي ۾ عام ماڻهن لاءِ سيءَ کان بچاءَ جون دعائون گهريون آهن- گرميءَ يا اونهاري کان نه. غريبن ۽ اٿهوند وارن لاءِ ته سيارو جنسي عذاب آهي. انگ اگهاڙا، پيٽ بکيا، مٿان سيءُ- الامان والحفيظ!

اسان جي يار جمال رند جو مامو، ميان غلام عباس رند، جنهن ڪيس پاليو، نپايو، پڙهايو ۽ پرڻايو، سو ويهارو ڏينهن ٿيندا ته حيدرآباد کان موٽر ۾ پنهنجي ڳوٺ ڏانهن ويندي، ائڪسيڊنٽ جو شڪار ٿي ويو. ڏاڍو ماڻهو باهمت، بافضيلت، يار ويس هو. جمال ويچاري کي ڏاڍو صدمو رسيو. هفتو کن ٿيو ته حميد، سليم حواجا، طولعمره ۽ آءٌ سندس ڳوٺ وُڪَرُ ڪرڻ وٽس ويا هئاسون. سندس ڳوٺ سانگهڙ ضلعي ۾ جهول جي پرسان آهي. تون به همدرديءَ جا ٻه اکر اسان جي يار جمال ڏانهن لکي موڪلج. سندس ائڊريس هيءَ آهي: جمال رند، اسسٽنٽ ماستر، پبلڪ اسڪول، لطيف آباد، حيدرآباد، سنڌ. هو ڳوٺان ١٦ تاريخ، يعني عيد کان پوءِ، موٽي هتي ايندو.

اياز، رباني، جمال ابڙو ۽ تنوير ڊسمبر مهيني جي پوئين هفتي ۾ لاڙ گهمڻ ويا هئا، ۽ سمنڊ جي ڪناري وارا ڳوٺ ۽ سنڌو درياءَ جي ڇوڙ وارا گهاٽ ۽ گهارا ۽ ويرالڙ (وِير = tide + آلڙ = Ebb) وارو ملڪ، ويندي ڪيٽي بندر تائين، ڏسي

آيا. هِتي حيدرآباد ۾ بہ اياز چار پنج ڏينهن اچي رهيو هو. ڏاڍيون پنهنجي هن منڙي يار سان ڪچهريون ۽ محفلون ٿيون. تڙ تي ڏاڍو سُنو ۽ ڏاڍو گهڻو شعر جوڙيو اٿس.

ارادو آهي تہ اُهو سمورو شعر "روح رهاڻ" جي آئنده پرچي ۾ ڇاپجي- اٽڪل چاليهارو صفحا رسالي جا والارينديو. جڏهن ڇپجي تڏهن ضرور دل لائي پڙهجو- پڙهڻ ۽ پيار ڪرڻ جهڙي شيءِ آهي.

هتي اسان هڪ سنگيت پريمين جو ڪلب (Music Lovers' Club) ناهيو آهي. آءٌ ان جو جنرل سيڪريٽري آهيان. ان جون بہ محفلون ڪري چڪا آهيون- ادبي بورڊ جي آفيس جي وچين هال ۾. رات جو ٽين بجي تائين بئي پيرا راڳ هليو. هڪ پيري ماتليءَ جو موسو ڳائٹو ۽ سندس ساٿي گهرايا هئاسون، ۽ ٻيو پيرو بہ ماتليءَ جو رئيس ڪريم بخش نظاماڻي ۽ سندس ٻيا راڳي ۽ ڳائٹا دوست ۽ سائي آيا هئا. "روح رهاڻ" جي جشن تي ارادو آهي تہ هڪڙي ٽولي ٿرَ جي لوڪ رس وارن ڳائڻن ۽ فنڪارن جي گهرايون. هونئن بہ جو آءٌ ۽ ٻيا دوست ايڏانهن ٿرَ ۾ آيا هئاسون، ۽ سلام ڪوٽ ۽ ٿر جي راڳين جو لوڪ سنگيت ۽ لوڪ ناچ ڏٺو هئوسون، سو دل ۾ ڏاڍو ذوق آهي تہ اتان جي مشهور فنڪارن ۽ هنرمندن کي هِتي حيدرآباد ۾ آڻجي. تون اِن معاملي ۾ ڪهڙي ٿو صلاح ڏين، ۽ ڪهڙي مدد ڪري سگهندين. مهرباني ڪري ترت لکي موڪلج.

سنڌي اديبن جي ڪو آپريٽو سوسائٽي لميٽيڊ (Sindhi Writers' Cooperative Society Ltd.) ناهي اٿئون. ڊسمبر جي آخري هفتي ۾ اياز ۽ ٻيا يار هِتي هئا. سو ميٽنگ ڪري سوسائٽيءَ جي ناهڻ جو فيصلو ڪيوسون. بيگم چنا پريزيڊنٽ، آءٌ وائيس پريزيڊنٽ، رباني جنرل سيڪريٽري، جمال رند خزانچي ۽ اياز، ع. ق. شيخ، علي احمد بروهي، تنوير عباسيءَ هڪ ان جي ڪاروباريءَ ڪميٽيءَ جا ميمبر ٿيا آهن. هر اهو اديب جيڪو هڪڙو حصو هڪ سؤ روپئي جو خريد ڪندو، يا پنهنجو ڪو ڪتاب سوسائٽيءَ کي ڇپجڻ لاءِ ڏيندو، اهو ان جو ميمبر ٿي ٿو سگهي- بشرطيڪ ڪاروباري ڪاميٽي هن کي ميمبر ڪري قبولي، يا سندس ڪتاب کي شايع ٿيڻ لائق سمجهي، هن کي سوسائٽيءَ جو ميمبر بنائي. هن سوسائٽيءَ جي ڪم ڪار ۽ ڪار گذاريءَ کان مان توکي وقت بوقت واقف ڪندو رهندس.

ارادو آهي تہ هڪ سماهي رسالو "ٻيجل" نالي ڪڍجي. اسان جي يار

سراج هِن ڪم ۾ هٿ وڌو آهي. ڊڪليريشن لاءِ درخواست سندس پاءُ عبدالحق "عظيم" ڪري ڇڏي آهي. اميد آهي ته آئنده ڇهن مهينن کن ۾ هيءُ رسالو شايع ٿي ويندو.

"بزم صوفياءِ سنڌ" جي ڇهين ڪانفرنس جو احوال ۽ انهن ۾ پڙهيل خطبا ۽ بزم جو آئين الڳ ڪتابي صورت ۾ ڇاپايو ويو آهي. بائينڊنگ ۾ آهي. هفتي کن ۾ نوڊانهن ان جي ڪاپي موڪليندس. ڏس ته توکي ڪيتريون ڳالهيون ٻڌايون اٿم. ڪي پرپور احوال پنهنجا ۽ پنهنجن يارن جا ۽ ٿر جي ماڻهن جا لکي موڪل ته تنهنجا قرب.

ٻيو سڀ خير، سلام سڀني ساٿين ۽ سنگتين جا توکي رسن.

تنهنجو

محمد ابراهيم جويو

× × ×

١٠ فيبروري ١٩٦٧ع

پيارا سائين،

ڪجھہ وقت وڄايو خط پيو لکان. اِها نہ هئڻ برابر دير معاف ڪرڻ جوڳي آهي. ائين نہ؟

ها تہ! اڄ سج اونده جا پردا ڪونہ ڦاڙيا هُئا، اونده جي سنوسٽ تهن هينان، بلب اڄا سڄا ڳ هُئا. ٽريننگ ڪاليج جي پارڪ جي ڪنارن مٿان سڄي رات اکيون ڦاڙي پهرو ڏيندڙ بلب ننڍاٽکن جهوٽن ۾ ٻُڏا پيا هُئا. سندن، وٽن مان ڇٽندڙ روشني، هوا جا ڌڪا جهلي، ڪنهن عرب نچٽيءَ وانگر ٿڙڪي رهي هُئي- روشن ڪنجهي جي رنگ جهڙيون رانون ٿڙڪي رهيون هُيون. پارڪ ۾ بيٺل ٻوٽن سوز ۾ اچي ڪنهن پيڙيل انسان وانگر ٿڌا ساهہ ڇڏي خوشبوءِ پئي پکيڙي. ناچُ ازل کان هلندو اچي. روشنيءَ جو ٿڙڪي ٿڪجڻ، اونداهين جو بي موت رقص- زندگيءَ تي ڪارا پاڇولا لهندا چڙهندا وڌندا وڃن. پڇاڙي تہ الائي ڪيئن ٿئي؟ شاعرن جا خواب ٿيڙ ڪائيندا خواب ٿيندا وڃن.

۽ صبح جي هوا سڄي رات رڙي رڙي، هاڻ اوٻاسيون ڏيندي، ننڍاٽن ٿيڙ ڪائيندي، وٽن ۽ ٻوٽن سان ٽڪرون ڪائڻ لڳي هُئي، جيڪي زندگيءَ جو ناچ ڏسي، پاڻ تي ماڪ جا تهہ چڙهيل محسوس ڪري، مانُ ۾ ٻڏا پيا هئا.

مٿي آسمان جي ڪارين وسعتن ۾ تارن ٽُٻيون پئي ڪاڍيون- ٻڏيو وري پئي نڪتا. ٻانگن جا آواز شهر مٿان ترڻ لڳا هُئا- وو پري کان رڪشا گهرڙاٽ ڪندي مٿيو ٿي ويئي.- آرس جو سٽيل بدن ڪٽي گيٽ کان ٻاهر پرو ٿيس. سامهون ظاهر ٿيندڙ ٻِٽين روشنين اڳيان هٿ ڪنيم. "بس اسٽاپ".

رڪشا تلڪ چاڙهيءَ تان ترڪڻ لڳي ۽ وڏي وڻ هينان اچي مَٽي. اِهو وڏو وڻ شايد سالن جو اِتي ڪُتل آهي: فقيرن جو پناهہ گاهُ. هر سال انهيءَ ايراضيءَ مان بہ ٽي بکيا فقير ڪٽڪ وانگر اُوپرُ ڪائيندا آهن ۽ سياري جي ڪنهن رڙيون ڪندڙ رات ۾ سڀ منزلون ٽپي، ڪچا پڪا ڏاڳا ڇني، ڪونجن وانگر پنهنجي انهيءَ اصلي ديس ڏانهن اُڏامي ويندا آهن، جتان هو ايندا آهن. پويان پنهنجو جنُ بہ نٽا ڇڏين. يا جن بہ رڳي وڏن ماڻهن ۽ سيدن جا ٿيندا آهن. هتي تہ ڪنهن کي بہ ڏينارو ڪونہ ٿو ٿئي. ڪنهن بہ فقير جو ڪو جن اُلا ڪٽي ڪنهن کي گلي مان جهلي نٿو چئي تہ "ياد رکو! اسين انهن فقيرن جا جن آهيون، جن کي اوهان پنهنجن پيرن هينان.

چچري چچري ماريو، يا...." پر پيارا اِتي تہ سرد هوائون آهن، جي صبح تائين پيون رئنديون آهن. پن آهن، جي هڪجهڙي سان مٿو پيا ٽڪرائيندا، پڇاڙيءَ جو پهر هوندو آهي، جو آسمان جي ڳِلن تي سرخ ريکائون ڏسي، مطمئن ٿي ويندو آهي تہ سج اُڀرندو، پر هت تہ ڪئين لهي چڙهي ويا آهن..... اوسيئڙو، ڪائنات کان ڊگهو اوسيئڙو.

رڪشا مان لهي بينس. بس آئي. بس ۾ اچي وينس، ٻاهر ڪلينر "ڊگهڙي... ڊگهڙي... اچو! اچو!" شايد اونداهين کي سڏ پئي ڪيائين. .اونداهيون تہ اڳيئي ڪوڙ آهن، مون سوچيو.

پر بس چالو ٿي چُڪي هئي، آهستي آهستي پنهنجا گهرڙاٽ حيدرآباد جي گهٽين ۾ پورينديو رواني ٿي ويئي. حيدرآباد جا جهرمر جهرمر ڳلن وانگر جرڪندڙ بلب پوئتي رهجي ويا. رات سڙندي ويئي. آسمان جي ڳلن تي لالائي جرڪڻ لڳي. روڊ جي ٻنهين پاسان بينل ساون فصلن تان رات جي ڪارڻ لهڻ شروع ٿي ويئي هُئي. ٽنڊو محمد خان، ماتلي، ٽنڊو غلام علي. سجُ سُتل اکين لاءِ تازگي ڪٺي آيو. دنبالو، ماضِي، ڳُل، يادون- دل نپوڙجڻ لڳي.

ڊائل جي ڇاتيءَ رهندڙ ڪانٽا ۹ جي انگ تي اچي ڪنا ٿيا. بس بہ اچي ڊگهڙيءَ نڪاءُ ڪيو. ماحول تي اجا آلاڻ ۽ ٿڌاڻ جا تهہ چڙهيل هُئا. جهڏي ويندڙ لاريءَ جي گهرڙ گهرڙ پئي پَئي. ڏي ٽپ لاريءَ ۾. ڊگهڙي ڏسي، مون کي وارث جي ڪا "تندرست هير" ياد اچي ويئي. "چڏ ميان اِنهن يادُن کي، دُعا گهُر تہ پِٽائيءَ جي بيمار مارئيءَ وٽ پهچين"..

لاري ڏوڙ اُڏائيندي، ڏونڏاڙيندي، جُهڏي اچي پهتي. جُهڏي کان اڳتي پوءِ بيو مڙيئي خير هو. ڏنل وائنل بهراڙيون هيون، جنتي نوڪري بہ ڪمائي هُيم. ۲۲ ميل ڊگهو رستو سو هو، آءٌ هوس، پنڌ هو، ٿيلهو هو، ٻنپهرن جون واڪا ڪندڙ ويرانيون هُيون، رستي جي ڏوڙ هُئي، ڪاڙهي ۾ جلندڙ فصل هُئا، چونرا هُئا، پونگيون هُيون، ۽ آئون.... سج جا ٿڏا ڪرٽا آسمان تي چلڪڻ لڳا هُئا. پگهر ۾ شم، ڏوڙيو اچي ڳوٺ ڪيم،

"سلاماليڪم!" "ماليڪم سلام!"

موت جي اوسيئڙي ۾،

عبدالقادر جوڻيجو

پوسٽ آفيس فضل پنپرو، ڳوٺ جنهاڻ.

پيارا سائين!

ڪافي وقت گذري ويو آهي، جو مون ٻه خط لکيا هُئا. پوءِ آءٌ ٻه مان تي ويس. اوهان ٻه خط نه موڪليو. تازو هينئر 'فنڪار' افسانو اوهان ڏانهن موڪليو هُئم. اُن ۾ ٻه خط ان ڪري نه وڌم ته جيئن اوهان خط لکي مون کان پڇو ته ان افساني جو ڇا ڪيو وڃي. ظاهر هو ته پوءِ ٻين ڳالهين کان پڻ واقف ڪريو ها. پر اوهان جو ڪوبه خط اجا تائين نه پهتو آهي، الائي ڇو؟

اوهان جا حال الائي ڪهڙا آهن؟ اوهان جو وقت ڪيئن پيو گذري؟ يار دوست، سنگت سات، الائي ڪيئن آهن؟ سچ پڇو ته آءٌ ڏاڍو اباڻڪو آهيان. سڀ يار دوست ياد پيا اچنم. اُميد ته سِگهو چڪر ڪيندس.

اسان وٽ ميينهن پوڻ سببان ٿر ۾ گاهه جام ته مال ۾ ڪير جام آهي، ڄارين ۾ پيرون جام آهن، ڳاڳيليون ٻه جام آهن. ٻُڪ ٻه ڪڄهه نه ڪڄهه تري تارو ڪيو آهي. انسان جي نسَڏي زندگي آهي، جا ڏُڪار سُڪار جا بار ڪٽيو پيئي ڳهي ۽ هلي. زمين ٻري چو پئي، جي سائي چو هُجي، پر زندگي آهي ئي نڪ جي ڏاڍي.

پيرون ۽ ڳاڳيليون ڪائيون هُجنو ته اچو. ٿر جي ٻوٽن جو سڳنڌ پريو واس ونڻو هجيو ته ٻه هلي اچو. پر سائين اوهين ڪٿي ٿا اچو، ڏاڍا ماٺهو آهيو، مَن ڪا مَن ۾ چڱي پئيوَ. خط ئي نٿا لکو.

رباني ۽ پليجو ڪهڙن حالن ۾ آهن؟ پنوهر ۽ شوڪت ڇا پيا ڪن؟ 'اياز' سکر ۾ زور وينو آهي. يا.......... پاڻ وارو "ٻيجل" ڪڏهن ٿو نڪري؟

جي ايم سائينءَ وارين تقريرن جو مجموعو ٻه نه موڪليُوَ. ڪيترِيون مياروُن ڏيان! ميار مٿان ميار. اوهان ياري مڙس تي ڏيندي ڦڪت ٻه پيئي ٿئي.

منهنجو قلم ٻه سنو پيو نندون ڪري. اڪيون پٽيو وريو يڪيءَ ڳهر ۾ پيو وڃي. ٻيو ته نهيو پر خط ئي موچارو نٿو لکجي. رڳو قلم سان نه پر مون سان ٻه اهو ويل آهي. سُست جسم، سُست دهن، جڻ ته ڪُلهن تي سڄي ڳوٺ کي ڪٽيو پيو ٺڙان ۽ هَلان. اَلائي ڇو هر ڪا شيءِ ڳري ٿي لڳيم، قلم ئي هٿ مان ڪِريو ٿو پئيم.

تازو هِتي هڪ ميگهواڙن جو لڏو آيو آهي، جنهن ۾ هڪ مست ڇوڪرو ٻه آهي جيڪو هيلتائين ڪهن ٻه اسڪول ۾ نه پڙهيو آهي. هڪ ڏينهن اسڪول ويو، ٻئي ڏينهن نه ويو، چي "ماسٽر رُعب ٿو ڪري." هن وقت سنڌي ۽ اردو روانيءَ

سان پڙهيو ٿو وڃي. اخبارن ۽ ڪتابن جو بِنهين انڌو شوقين آهي. مون سان دوستي ٿي ويئي اٿس. هيڏڙي ننڍڙيءَ عمر ۾ به وٽس پنهنجا آدرش ۽ اصول آهن. قدرتي ذهين ڇوڪرو آهي. هڪ ٻيرو ڇوڪرن وٽان پنيءَ تي پڙهي ويو ۽ بس. ٻيو ته نهيو پر ٽَرُ جتي اردوءَ جو لفظ به نٿو ڳالهايو وڃي، اُتي رهي ڪري به هيءَ ننڍڙو بالڪ اردوءَ جو باقاعدي جاڻو آهي. انگريزيءَ جا اکر به جوڙيو ۽ پڙهيو وڃي. البت معنيٰ ۾ ڏُکيائي پيئي ٿئيس. بهرحال مون لاءِ حيرت جو سامان آهي. تازو مون سٺڻ پائڻ جو ڇيومانس ته ڇيائين ته "جيستائين سادا ڇار سير اخبارون نه وٺي ڏيندين تيستائين نه پائيندس" دُنيا گهمڻ جو شوق انتها تي پهتل اٿس. پنهنجي جسم جي صفائيءَ ڏانهن قطعي ڌيان نٿو ڏئي. بس مون وٽان ڪنيل ڪتاب ۽ رستن تان چونڊيل اخبارون هوندیون آهن ۽ پاڻ هوندو آهي. سندس وڏي ۽ بالغ ڀيڻ پڻ ائين آهي، جا ويچاري البت ٺُنڊي آهي. بهرحال آهن ٻيئي املهه ماڻڪ. ڇوڪر جو نالو "ڪاڻاڻو" آهي.

وڏيڪ حال احوال ڏيندا.

عبدالقادر جوڻيجو

سلام طُول العمره، استاد ع. ق. شيخ، رٻانيءَ، پنوهر ۽ شوڪت کي چوندا.

جنهاڻ
١٩ فيبروري ١٩٦٧ع
پيارا سائين،

هڪ خط اڳ ۾ لکيو هوم جو اُميد تہ مليو هوندو ۽ ٻيو خط اوهان جي خط پهچڻ کان اڳ ۾ صرف هڪڙيءَ خوشيءَ ۾ پيو لکان. اِها هيءَ آهي تہ هڪڙو افسانو لکيو اٿم. سَرو اٿس "فنڪار". اجا فيئر ڪونہ ڪيو اٿمانس. اُميد تہ هفتي اندر فيئر ڪري اوهان ڏانهن موڪلي ڏيندس. منهنجو هيءُ 'فنڪار' سنڌ جو عام فنڪار آهي. يعني نچڻو ۽ ڳائڻو، چو تہ..... وڌيڪ افساني ۾ پڙهجو.

هِنَ پاسي حالتون مڙيئي ناپُر ۾ آيون آهن. راشن ڪارڊ تي آمريڪي ڪڻڪ ملي پيئي. ١٨ روپيا في مڻ حساب سان. پر ماڻهن وٽ پئسا ڪٿان اچن. هِتي پئسن جو ذريعو آهي مال مان پيدا ٿيندڙ گيهہ، ڏبريون ڳئون ڏرڙن ۾ پيبون ڪرن، گاهہ کان سواءِ اِهي حال آهن. تازو منهنجي ڳئون بہ هڪڙي ڏرڙ ۾ ڪِري هُئي پر بچائي ويوسانس. مٿي (تعلقي ڇاڇري ۽ ننگرپارڪرِ) تہ الائي ڪهڙا حال آهن. قافلا اسان وٽان مٿڻ شروع ٿيا آهن. ماڻهوءَ پويان ماڻهو لڳو پيو آهي- اُن، گڏهہ ۽ مال. پر سوچيان ٿو تہ ڏاڍيءَ ۾ مال ڇاتي پَرندو. ماڻهو تہ لابارا ڪريو پيا وقت گذاريندا. هن وقت ڳئون سستي آهي. ١٠٠، ١٥٠ ۾ پيبون وِڪامن- مٿيءَ جي مُلهہ ۾. ٻڪريون مهانگيون آهن، چو تہ ٻڪريءَ لاءِ پلي ست ڏڪار پئي وڃن، ٿوهر، ڪنيٽ، اَڪ کايو پيبون پورائو ڪَن. هاڻ تہ جارين ٻُور جهليو آهي. پيرون ڪاٺا هجنوَ تہ هليا اچو. ٿالهيءَ ۾ پُسائي پيرون تہ هر ڪو ٿو کائي. پر جارين ۾ لڙڪي، هٿ سان پيرون پٽي، کائڻ ۾ مزا ئي ٻيا آهن.

اوهان جي حيدرآباد ڪيئن آهي؟ يار دوست ڪهڙن حالن ۾ آهن! حميد جشن لاءِ ڇا پيو ڪري؟ طول العمره نيڪ آهي؟ پنوهر ۽ رباني ڪهڙن حالن ۾ آهن؟ اوهان جو وقت ڪيئن پيو گذري. رائٽرس ڪوآپريٽو سوسائٽي ۽ ميوزڪ لَوَرس ڪلب ڪهڙن حالن ۾ آهن. انهن جا نالا نج سنڌيءَ ۾ ڇو نٿا رکو.

والسلام
عبدالقادر جوڻيجو

تازو قلم- ڪهاڻيءَ 'فنڪار' سان گڏ پنج ننڍڙيون ڪهاڻيون "روح رهاڻ" جي سالنامي نمبر لاءِ موڪليندس. پلا "واتون، راتيون، ۽ رول" ڪيئن لڳي؟

حيدرآباد سنڌ

٢٢ فيبروري ١٩٦٧ع

پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

تنهنجو ڏهين تاريخ جو لکيل خط تنهن ڏينهن ١٨ تاريخ، لفافي کان سواءِ، انين کليل صورت ۾، مليو اٿم. اڳتي تون مون ڏانهن جيڪو خط لکين، اهو ادبي بورڊ جي ائڊريس تي نه پر هن هيٺ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي ائڊريس ڏيان ٿو، اُن تي موڪليندو ڪج.

تنهنجو افسانو "واٽون، راتيون ۽ رول" رسالي "نئين زندگي" ۾ پڙهيم. ڏاڍو وڻيو. خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو اسان جو سنڌي ادب اج ايڏيون وڏيون ٻرانگهون ڀريندو اڳتي وڌي رهيو آهي. اسان جا ڀاڳ آهن، جو اسان جي ٻولي ايڏي سجاڳ آهي. سچ پڇ تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب جا لکندڙ ۽ پڙهندڙ اڄ هڪ عظيم جهاد ۾ مصروف آهن. اُهو جهاد آهي پنهنجي قومي بچاءَ ۽ آئيندي جي سلامتيءَ ۽ ترقيءَ جي ضمانت جو جهاد. اسان وٽ ترار ڪانهي، پر قلم ترار کان طاقتور آهي ۽ زبان قلم کان بہ طاقتور آهي. پنهنجي زبان ۽ قلم کي سوگهو جهليوسين ۽ انهن کي پري پري ڪم آندوسون، تہ پاڻ کي لوڏو ڪونهي. شال اسان جا اِهي هٿيار محفوظ رهن. اِهي اوهان جهڙن اٽڪ ۽ اڻموٽ جوانن وٽ امانت آهن. جيڪي ادب جي ميدان جا شهسوار آهيو. اسين اوهان جا ڪرتب ڏسنداسون ۽ اوهان کي دعائون ڏينداسون. شال اوهان جي زبان ۽ اوهان جا قلم هميشہ اُجهل ۽ تيز رهن، تہ جيئن ڪوڙ ۽ قيد جي زنجيرن کي هميشہ ڪٽيندا رهو.

هتي ٻيو مڙيوئي خير آهي. جهڙو خير اڄڪلهہ جي حالتن ۾ ٿيٽو آهي، ۽ جنهن کان بچڻ جي ڪا واهہ بہ ڪانهي! ويئي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد! ڪاوڙ آهي، جا پيئي ڪجهہ نڳائي. نہ تہ ٿڌي برف ٿي وڃڻ ۾ دير ئي ڪانهي- خاص طرح جڏهن رهڻو ئي "برف گهر" ۾ پيو ٿو. سڄي ڳالهہ ئي ڪولڊ اسٽوريج ۾ آهي. ڪاوڙ ڪا وڏي ۽ ماٺو ٽيپي ٽيپي باهہ ٿين ۽ ڪو ملڪ ۾ ساهہ پوي. باقي تہ چپ چپات مُئن جي دڙي واريءَ ۾ ونجي ويا آهيون. پر، آهي اِها سڄي ڳالهہ ٻاهران ائين. ڪڙهي ڪڙهي نيٺ تہ ڪٿان ڦاٽندي. اياز جي ڳالهہ وانگر. درياءَ جو بند ٽٽو تہ رڳو ان ۾ رُوڻ ڪانہ پوندي، پر سڄي جو سڄو لُڙهندو. ڏسجي تہ ڪڏهن ٿو اُهو سيلابِ اُٿي- جو ٻوڙيندو ۽ ريجھ بہ ڪندو.

تماهي "ٻيجل" لڳ ڀڳ تيارين جي منزل تي اچي پهتو آهي. مارچ جي اوائل ۾ مواد پريس ۾ موڪلڻ جو ارادو آهي، دوستن جو.

"سهڻي" رسالو بہ نڪتو آهي، ۽ اميد تہ توکي مليو هوندو. هن پرچي ۾ همراهن جي روش ۽ رخ ڏاڍا چڱا ٿا لڳن، پر ٻڌو اٿم تہ "روح رهاڻ" جي سراج واري مضمون تي ڏاڍا ڪاوڙيا آهن، ۽ ان لاءِ هو ڪو آئينده پرچي ۾ جوابي قدم کڻندا. ڏسجي تہ ڪهڙو ٿا ڪڻن. شروعات بہ پاڻ ڪئي اٿن- سو هاڻ ڳالهہ کي ختم بہ پاڻ ڪن تہ هوند ختم ٿي وڃي. سراج جي مضمون جو جواب پليجو بہ لکي پيو، جو خود "روح رهاڻ" ۾ ڇپبو. منهنجي خيال ۾ اُهو جواب ۽ وري "روح رهاڻ" ۾ ڇپجي، ان مان خود "سهڻيءَ" وارن کي بہ اطمينان ٿي وڃڻ گهرجي، ڪي دوست انهيءَ انداز ۾ سوچي ۽ ڪوشش ڪري رهيا آهن- تہ ڇاڪاڻ "سهڻيءَ" وارن هن تازي پرچي ۾ ڏاڍو چڱو رويو ورتو آهي، تنهنڪري ترقي پسند ادب جي دعويدارن ۾ وڏيڪ بدمزگي نہ رهي تہ چڱو. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ خود "سهڻيءَ" ۾ بہ ڪو باهمي اعتماد وارو اديب جواب طور يا وضاحت طور ڪجهہ لکي، ٻنهي ڌرين لاءِ بہ چار لفظ سمجهاڻيءَ ۾، خير خواهيءَ جا پيش ڪري، ڳالهہ کي ختم ڪرائي، تہ بهتر ٿي پوي. صحتمند اختلاف صحتمند انداز ۾ هلائجن ۽ هلندا رهن، تہ ان ۾ پاڻ فائدو آهي، پر هي ذاتيات کي وچ ۾ آڻي هڪٻئي تي خواهمخواهہ جو گند اڇلائڻ پنهنجي گڏيل مفاد ۽ مقصد کي نقصان وجهڻو آهي، ۽ اُن مان ڪنهن کي ڪو فائدو ڪونهي.

ايڏانهن مارئيءَ جو ميلو لڳارائي رهيا آهن. قحط جي صورتحال سبب شايد ميلو لڳي نہ سگهي. بهرحال جيڪڏهن ميلو لڳي رهيو هجي ۽ تنهنجي صلاح هجي تہ انهيءَ ميلي ۾ اچي شريڪ ٿجي. مون کي شوق رکو هيءُ آهي تہ ان موقعي تي ٿر جي چڱن چڱن سگهڙن، شاعرن ۽ اديبن ۽ فنڪارن سان ملاقات جو موقعو ملي سگهندو. سو ان متعلق پڇاڳاڇا ڪري، ترت حال احوال لکي موڪلج تہ ان موجب پروگرام ناهي سگهجي.

اڄ تنهنجو ٻيو خط بہ مليو اٿم. ڪهاڻي "فنڪار" ملي تہ پڙهجي! تنهنجون اڳيون پنج ڇهہ نئديون ڪهاڻيون، جيڪي تو ڇيو هو تہ اشفاق جي ائڊريس تي "روح رهاڻ" لاءِ تو موڪليون هيون، سي بہ حميد سنڌيءَ کي ملي چڪيون آهن. خبر نہ آهي تہ اُهي ئي وري موڪلڻ لاءِ تو لکيو آهي، يا مرڳو ئي ڪي ٻيون لکيون اٿئي! بهرحال تو وٽان جو ڪجهہ بہ لکجي ايندو، اُهو دل سان پڙهبو، ۽ اميد تہ اُها

وٽڻ جهڙي شيءِ هوندي.

رائيٽرس ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جا ڪاغذ اجا رجسٽر ٿيڻ لاءِ ڪونہ موڪليا اٿئون. ترت موڪلبا. ميوزڪ لورس ڪلب جون بہ ميٽنگون پيا ڪريون. ڏسجي تہ ڪم ڪهڙي رخ سان شروع ٿئي ٿو ۽ ڪيئن ٿو اڳتي وڌي. انهن جا نج سنڌي نالا توکي ڪي سُجهي اچن تہ لکي موڪلج. اسان هتي بہ انهيءَ ڪوشش ۾ آهيون تہ ڪي چڱا نالا نج پنهنجا خيال ۾ اچن تہ ڏاڍو سٺو، ۽ اُهي ئي ڪم آڻجن.

ڏڪر جي ڳالهہ جا تو لکي آهي، ڏاڍي دل کي ڏکوئي ٿي. پر منهنجا منا ياءُ، تو تلڪ چاڙهيءَ تي ايندي ويندي ڏڪر توڙي سڪر ۾ پنهنجا انسان ياءُ ڪونہ بيمار ۽ بکيا، ڪڏهن لُڇندي، ڪڏهن ڦٿڪندي، ڪڏهن مائٽ ۾ مردن جا مردا بينا، وينا يا ڪريا ڪونہ ڏٺا آهن! ڏڪر وڏي بلا آهي. پر جيڪي ڏڪر آڻين ٿا، دراصل بلائون اُهہ آهن. ڏڪر ويندو ۽ ضرور ويندو ۽ هميشہ لاءِ ويندو پر پهريائين ڏڪاريا وڃن. شرط اِهو ئي آهي تہ 'ڏڪاريا ڏيهہ مان شل موذي سڀ مرن!'

اسان جا دوست خوش آهن، پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳا رهن ٿا. ياءُ يار محمد ڏانهن قرب پريا ڪڏهن ڪڏهن ڪي بہ لفظ لکي موڪليندين تہ ڏاڍو چڱو.

سلام سڀني دوستن جا توکي رسن. هاڻي منهنجي ائبريس بُڌ!

ويسٽ پاڪستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ،

۵۳۲-۴۱، ڪنٽونمينٽ،

حيدرآباد، سنڌ

تنهنجو محمد ابراهيم جويو

جنهاڻ
٧ بجه شام
٢ مارچ ١٩٦٧ع
پيارا سائين!

اوهان کي هڪ خط اڳ ۾ لکيو هوم، جو اُميد ته ضرور مليو هوندو. خطُ تڪڙ ۾ لکيل هو. الهنديون هوائون پٽڪڻ لڳيون آهن. ويچارو سيارو ته پير ڏاهي ويو. هاڻي ته اسين آهيون ۽ سنڌ جو ويران بهار، جنهن ڪنهن رن زال وانگر پنهنجا اڇيا وار پکيڙي ڇڏيا آهن. اُناهين مان تتل قافلن هاڻ ڪندون ورتيون آهن. مهيني اڌ ڪان پوءِ انهن قافلن جا پاتي سونين ڪٽڪن مٿان ڳجهن وانگر ٽٽي پوندا. ڪٽڪن جا ڌڻي وڏيرا، رئيس ۽ چوڌري هينئر خوش آهن، جو ڪين Labour سستو ۽ گهڻو مليو، چو ته تر ۾ ڏڪار پيا آهن. هيءَ ٽيو لاڳيتو ڏُڪار آهي. ماڻهو ويچارا شڪايت ڪندي بادشاهت جو تاج وقت جي مٿي تي رکندا آهن، پر اهو نٿو سُجهين ته وقت جا به ڪي بادشاه آهن، جن جي حڪومت وقت تي هلندي آهي، سِڪا، نوٽ، ڪاغذ. الا! ويچارو انسان ڪاغذ جو غلام. ڪيڏي نه زهر پريل ڪاري حقيقت آهي. دنيا جي گذري ويل ويڙهيل صدين ۾ وقت ته ڪنهن تي به حڪم نه هلايو آهي. وقت جي وهڪري کي هميشه سِڪَن جي بندن سان روڪيو ويو آهي ۽ سندس رخ بدلايا ويا آهن. وهڪري مٿان وهندڙ صرف شاعرن جي خوابن کي ڪابه سِڪي جي ديوار روڪي نه سگهي آهي. پر حقيقتن کي هر دور ۾ ٽاپا آيا آهن.

اوهان جا حال ڪهڙا آهن؟ سمجهان ٿو ته اِها ڪم جي وڻ پڪڙ. ٻيو ڇا، اوهان جي محنتن کي ڪيئن داد ڏيان؟

اوهان کي خبر آهي ته مون B.A.1. جي رجسٽريشن ڪرائي آهي. براه ڪرم پُڇا ڳاڇا ڪري خبر ڏيندا ته فارم ڀرڻ جون ڪهڙيون تاريخون آهن؟ امتحان جي تاريخن جو اعلان ڪيو اٿن يا نه-

ٻيو ته فبروريءَ جي "روح رهاڻ" ڪانه ملي اٿم. اڳي پائو ميرپورخاص مان وٺي ايندو هو، پر هن ڀيري وسري ويس. هان اوهين مهرباني ڪري اِهو پرچو وٺي موڪليندا.

والسلام
عبدالقادر جوڻيجو

جيئين سدائين،

پيارا سائين

گهڻن ڏينهن جي لاڳيتي تپ ڪان پوءِ مس مس ڪٽ ڇڏي اٿم. تنهن ڪان اڳ مارئيءَ جي ميلي تي ويو هوس، جتان اچڻ شرط اوهان لاءِ خط لکي ڇڏيم پر پوسٽ نہ ڪيو مانس. هاڻي احوال وري نئين سر ڏيان ٿو. دل چوندي آهي تہ اوهان ڏانهن ڪو پرتو خط لکجي پر قلم لاچار ٿيو پوي، ان ڪري ڳالهہ کي 'حال احوال' تائين محدود رکون ٿا.

ها! تہ مارئيءَ جي ميلي تي ويا هُئاسين، گهڻو ڪري ٿرپارڪر جا اديب هُئا. اسان سان گڏ ممتاز مرزا، شيخ اسماعيل، مجنون، 'مجرم' ۽ غلام محمد لغاري پڻ هُئا.

ميلي ۾ اٽڪل اٺ ڏهہ هزار کن ماڻهو هُئا. مقالن پڙهڻ وقت ماڻهن ڏاڍي گهُٽ ڪئي. ميلي جي خاص ڳالهہ هُئي 'اياز' جي وائي- "سهندو ڪير ميار او يار......" جا علڻ فقير کي ٽي چار پيرا ٻڌائڻي پيئي. جيتوڻيڪ اديبن جي مجلس ۾ برسر اقتدار اديب 'اياز' جي شاعريءَ جا مخالف هُئا. ڪُنڊن ۾ 'اياز' جي شاعريءَ لاءِ گهٽ وڌ لفظ بہ استعمال ڪيا ويا. پر ظاهر ظهور نہ. ائين ٿو محسوس ٿئيم تہ 'پٽ ڏٺيءَ' وانگر اياز بہ هاڻي ڪُلهَ ڪلا نڪتہ چينيءَ کان چڙهي ويو آهي. هونئين ڪو ڪو سردار علي شاهہ وانگر نڪ جو ڏاڍو ٿو ٿئي، تہ واه نہ تہ ٻيو مڙيئي خير.

آءٌ هيستائين 'اياز' کي عوامي شاعر ڪونہ سمجهندو هوس، صرف عظيم شاعر سمجهندو هوسانس. پر هن ڀيري پڪ ٿي ويم تہ 'اياز' عوامي آهي بلڪ مستقبل ۾ تہ سندس 'عواميت' جو عام انسان تصور بہ نٿو ڪري سگهي.

نہ رڳو 'وائي' وات اها' ٻڌيم، پر "سائنز تہ ڪو پلو آهي" جا لفظ پڻ. مزو اهو تہ سڄي وائي ڳائڻ وقت علڻ فقير هٿن جي اشارن سان وائيءَ جو مطلب واضح ڪيو.

مقالن ۾ لفاظي گهڻي مطلب گهٽ، روح گهڻو مقصد گهٽ هو. مون بہ مقالو "سنڌي شاعري ۽ مارئيءَ جو ڪردار" پڙهيو، جنهن ۾ اياز جو ذڪر زور شور سان ڪيم. مون جيڪا 'ڳالهہ' ڪئي سا تہ ڪنهن کي پلئہ پيئي پر گهٽ، داد مليم صرف ڪن غير مُلڪي نالن تي. ائين سمجهو تہ علميت جو رعب مٿن ويهي رهيو. باقي ٻيو رڌڻ اڳيان رباب وڄائيندي ورهيہ گذري ويا. اسان جي سنڌي

ادب سان دلچسپي رکندڙن جو تعداد مطالعي کان تہ صفا ڪورو آهي. اردو وارن وٽ جتي تخليقي فقدان آهي، اُتي سندن تنقيد کي پڙهي، سنڌين جي ڪم علميءَ جو ڏاڍو احساس ٿيندو اٿم. مطلب تہ ميلي ۾ ڏاڍو خوش هوس، جو يارن جي ڀرپور نمائندگي ڪيم.

٢- هڪ ناول جي رٿا تيار ڪري ڇڏي اٿم. 'پلاٽ' سگهو موڪليندس ۽ پوءِ ناول لکڻ شروع ڪندس.

٣- مارئي جو ميلو' ڪتاب ڇپجي رهيو آهي، ان ۾ منهنجو مقالو هوندو، اُهو بہ موڪليندومانوَ.

٤- سراج وارن، جو 'ٻيجل' رسالي جي ڊڪليئريشن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، اُن جو ڇا ٿيو؟

٥- اوهين حيدرآباد ڪڏهن ايندا؟

سلام سڀني يارن دوستن کي عرض آهن.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

گورنمينٽ پرائمري اسڪول،
جنهاڻ.
٣١ مئي ١٩٦٧ع
پيارا سائين،

اُنهي ڏينهن اوهان ڪان خيرن سان موڪلائي بنوري آيس. تي ڏينهن تہ بنوري وارا يار ڇڏين ئي نہ. ڏاڍيون ڪيونسين ڪچهريون. گهميا ڦرياسون- دڙو، سجاول، 'پٽر جو مقاطعو' هاري ناري، بنيون ٻارا، ڪارين چارين جا گهاٽا ويڙهہ، اڻ گهڙيا واٽر، ٽٽل پاٽي. لاڙ بہ عجيب آهي. پاٽي، ڪلر ۽ غربت لاڙ جي نراڙ تي ڪوتيا پيا آهن. هت تہ اسان ٽرين ڪان بہ ڪمُ پَرِ ٿيو پيو آهي. البت ذهن سُڪار پريا ڏسڻ ۾ آيا. شايد 'پٽر' جون ڪرامتون آهن.

اسان وٽ هِتي بہ پيو قُدرت جو معاملو رڙهي. سُوست ڪندڙ هوا، واريءَ ڪي اُڏايو، سَتيو، شام جو ڪنيو دِرِ ڪائي. پوءِ سڄي رات مِنڙي منڙي ٿڌي هوا پٽن تان ترڪندي، رڙهندي شراب ڇنديندي پيئي هَلي- ڳهر، نشو، ننڊ جڻ تہ پريان ئي ڳنڍ ۾ ٻڌيو اچي. رات جي پوين پهرن ۾ چنڊ زمين اندران ڦاٽ ڪائي مٿي نڪرندو آهي، تڏهن ميلَ ٿيو وڃن مٿان آسمان جي نيليءَ جرڪاڻ جا هيٺ واريءَ جي جڳ مڳ جڳ مڳ سان- جهڙو گج ۾ ٽِڪون. سڄي ڪائنات ڦوهہ جوانيءَ ۾ ڦاٽندي پيئي آهي. ٽر جون چاندوڪيون، اوهان الائي ڏٺيون آهن يا نہ، پر محبوبہ جي هنج ڪان بہ وٽندڙ ٿينديون آهن. ماٿهو ننڊ جي پاڇولن ۾ ساهہ کٽندا آهن، آسپاس جو وايومنڊل مور وانگر ڪنب پکيڙي ناچ ڪندو آهي. ڪَنڊين ۽ نمن جا ڏگها پاڇا زمين تي هاريل چاندوڪيءَ سان واءُ جي زور تي 'وڏ ڪٻل' ڪندا آهن. واري ٻهڪندي ۽ جرڪندي آهي. حساس دلين لاءِ زمين آسمان هڪ ٿي ويندا آهن.

منڙا! اجا تہ هوائون ئي هوائون آهن، جن پويان ٿُوال ڪُلهي تي رکي ڊوڙڻ ڪيي. آڪاڙ ۾ اڪيون اٿئون تہ ڪو مينهن پئي، مُلڪ رنگ ڪڍي، گوڙيون ٿين، مور بولي، رنگ رچن، تارا نچن. جنڊڙيءَ جي جُهڙ ڦُڙ مينهن جي جُهڙ ڦُڙ ڪان قيمتي آهي. نارين جون مُرڪون ۽ ٺهڪ ڪنوڻ جي تجلين ڪان روشن آهن. پر پانيان ٿو تہ انسان جي ٽڙيءَ مان نڪتل 'گولاڙو' يا 'ڏهوڪو'، مورجي مِني آواز ۽ نئين جي گڙگات ڪان وڌيڪ سُريلو آهي، ۽ اهي انساني لڏا، جِندڙيءَ جا جيئرا جاڳندا نشان، وطن ڏانهن اُٿلي پيا آهن- قافلي پنيان قافلو، پٽون، لَڪ، ڏهر، ٽڙ، آواڙا

سپ وات جا ڏنڌلا ۽ شاعراڻا نشان رهجيو وڃن. زندگي آهي جنهن جا ٻَئي هٿ ڪڏهن ٻيڪڙيل دَرن ۾ بند آهن تہ ڪڏهن... ۽ اها 'ڪڏهن' الائي ڪڏهن ايندي؟

گهڻا مالوند مارو ماڻهو اڳاٽن مينهن سمي مال ڪاهي وڃي ٿر ۾ ٿانيڪا ٿيا هُئا، سي بہ جوانُ مڙس. باقي پويان لڏا وڃي رهيا هُئا. سي لاٻارا ڪري، ڪرا ڳاهي، ان ڪَٽا ڪٽي، هاٽي ٺُٺا وڃن. البت هنن لاڳيتين گينواريل هوائن، جو پٽن ۾ رَڙهاتَ ونيي ٻڌا آهن، سڄو ڏينهن هوا جو گهوگهٽ ۽ واريءَ جو سرڙاٽ پيو پوي، تن هٽي هنيانءَ اڌ ڪري ڇڏيا آهن. آسمان پينوءَ جي اڪ وانگيان خالي آهي. زندگيءَ جا ٻئي هٿ ٻيڪڙيل درن ۾ سُڪ آهن. اُن هوندي بہ اسان کي ٿر پيارو آهي. هر ٿَرئي وٽ مارئيءَ جي دِل آهي. ڏيئي ونِي رات آهي جا بہ صرف مون پاري رومانٽسٽ مريض ماڻهوءَ وٽ اهميت رکي ٿي. نہ تہ سائين ڪنهن کي خيال آهي انهن ڳالهين جو! ڪو هڪڙو اڌ ڪڏهن ڪٿيو ٿڏو ساهہ کٽي، تہ بہ واقعي جي مناسبت سان، نہ تہ پيو مڙيئي خير.

ڪٽڪ اسان وٽ ۲۰ روپيا مَڻُ، مٺيءَ ۾ ۲۳ روپيا مَڻُ، ننگر ۽ ڇاڇري ۾ ۲۷ روپيا مڻ آهي. گذريل مينهن تي ڪن ڪن ماڻهن ٻاجهريون پوکيون هُيون، جي اڃا سايون ٻينيون آهن، پر جي مينهن نہ پيو، زمين جو پيٽ ٿڌو نہ ٿيو، تہ پوءِ ڪهڙي ماڻهوءَ جو پيٽ ٿڌو ٿيندو! مال بہ رڙهي رڙهي مهينو ڏيڍ رڙهي، ان وچ ۾ برسات نہ آئي تہ 'دادا دُورا ليکا پورا.'

اوهان جو چيو هو تہ "ٿر جي جيوت تي مور جو اثر" لکان، ان لاءِ ڪجهہ روايتون، ڪجهہ ڳيتن جا ٻول، ڪجهہ وسوسا ۽ وهم هٿ ڪيا اٿم. ڪجهہ ننگر واري پاسي يارن دوستن کي لکيو اٿم. اسان وٽ شادين مُرادين ۾ سهرا نَہ بلڪ ڳيتَ (ڳيت نہ- جو تہ ڳيت ٻِي شَيءِ آهي)، ڳيت جون هونديون آهن بہ يا اڌائي سٽون، جي سُر ۾ ورجائبيون آهن. انهن ٻولن جي بناوت آزاد نظم وانگيان آهي. ڳائڻ جو سُر بہ سَهرن کان قطعي نرالو اٿن. 'گهو' جو آواز چالو ٿيو پوءِ او، هو، او، ڊگهي مُدي وارا پلٽا، جڏهن وڃي مائيءَ سڳوريءَ جو آواز کُٽي، تڏهن 'ٽُ' آواز شروع ٿيو وڃي. اهڙي نموني 'گهوٽ' جو لفظ ڪافي وقت ونيو وڃي. ان بعد "چڙهيو" لفظ يڪو ڊراڻديءَ ۾ آٽي، ٿوري وقت اندر ان لفظ جو خاتمو آٽي، 'گهوڙي، جي لفظ کي ٽوڙي ڀڃرئين ڀڃرئين حصي 'گهو' ۽ پوءِ 'ڙي' کي پلٽن جي صورت ۾ ڳائين. بهرحال ٻن سٽن جو ڳيت بہ ڪافي وقت ونيو وڃي. وري هر سُگهڙ وٽ هڪڙي ئي ڳيت لاءِ پنهنجا ٻول آهن، جي اَصلُ صفا آهن آزاد نظم. اهي تہ ٿيا پاڻ واري سمات قوم جا سنڌي ڳيت، پر ٻيون قومون جهڙوڪ ڀيل، ميگهواڙ ۽ ڏڪڻ ٿر جا ماڻهو بہ انهيءَ سُر ڊار ۾ ڳيت ڳائين- پر ٻوليءَ ڊاٽڪيءَ ۾. ڳيت

ڪٺڻ وقت جڏهن تاريليون گڏجي آواز کي ڪٽنديون آهن، تڏهن آواز لهرون کائيندو چڙهندو آهي. آواز ۾ 'سوز' کان وڏيڪ 'گجگار' هوندي آهي. وچ ۾ هلندي ڪو زنده دل پوڙهو 'جيئو جيئو' جو لفظ چوندو آهي، تيئن گج تکي ٿي ويندي آهي ۽ رنگ تڙي پوندا آهن. بهرحال اهڙا ڳيت اوهان ضرور ٻُڌا هوندا، نه ته ٻُڌڻ گهُرجن. مون پيڪنگ ريڊيو تان چيني پهاڙي گيت به ٻڌا آهن، جن جو رنگ ۽ ڍنگ به تر جي گيتن سان عجب جهڙي مناسبت رکي ٿو. يا نه وري سيلون جا ٻُڌ رهواسي جڏهن عبادت لاءِ پاڪ جبل تي چڙهڻ وقت جيڪو مذهبي ڳيت ڳائيندا آهن ان ۾ به ڪافي ذاريائپ محسوس نه ٿي ٿئي سواءِ ٻوليءَ جي.

'ڳيت'، 'گولاڙو'، 'ڏهوڪو'، 'چيني پهاڙي گيت'، 'سيلوني گيت' ڏسجن هڪڙي ٻُڻ جا ٽا، جيئن انهن ۾ پلٽا، ڍرَ گهٽي مدي وارا آهن. انهن جي بنسبت ڏکڻ ڀارت جا گيت جهڙوڪ 'مليالم'، 'ڪنڙ'، 'تلوگو' وغيره ٻولين جي گيتن ۽ مولودن ۾ به ڍرانديون چڙهانديون آهن پر ٽڪيون ۽ چوٽيون. اُن هوندي به انهن سڀني ۾ الڳ الڳ رنگ آهي.

سائين آءٌ نه وجي پيس موسيقيءَ ۾ جنهن جي الف- ب کان به واقف نه آهيان. رڳو ريڊيو ٻُڌڻ جي انڌي شوق ڪجهه ڳالهيون ذهن ۾ وجهي ڇڏيون آهن.

ها! نه هڪ افسانو لکيو اٿم، 'چٽيل پَنُ' : سگهوئي فيئر ڪري موڪليندو سانوَ.

جشن "رُوح رهاڻ" نيٺ لِڪي ڪَيُوَ، مون نه رڳو ريڊيو تان خبر ناموَ ٻڌو، اُن ۾ به حميد، رشيد ۽ ڏيپلائيءَ جا چند جملا، ٻيو مڙيئي خير. نه اوهان جو خط آيو، نه "روح رهاڻ" جو دعوت نامون، ۽ نه وري ڪا اخبار پڙهيم. خير! جيئرا آهيون نه پيا ملنداسين ۽ حال احوال ڏينداسين. اجڪلهه زُڪام ڇڏيم ئي نٿو، اسڪول مان نڪرڻ به نٿو ٿئي. ڏيئي ونِي، ڪو آچر ٿو نصيب ٿئي، اُهو به گهر ۾ ويهو ويهو وڃايو ڇڏيون. "روح رهاڻ" نڪا 'مئي' جي ڏني اٿم نڪا 'جون' جي.

طول العمره ڪيئن آهي؟ ربانيءَ جا حال ڪهڙا آهن؟ 'اياز' جشن تي آيو هو يا نه؟ ٻيا ڪهڙا يار آيا هُئا. انين جي دوستن کي سلام عرض آهن. آخر ۾ هڪ ضروري عرض آهي. B.A. Part 1 جون ڪهڙيون تاريخون مقرر ڪيون ويون آهن؟ مهرباني ڪري اِهي تاريخون هٿ ڪري لکي موڪليندا ۽ سگهيون. منهنجو ات حيدرآباد ۾ هن وقت ۾ ڪوبه اهڙو يار خط و ڪتابت وارو نه آهي. جو اِهو حَوالُ ڏئي، اِن لاءِ تڪليف معاف ڪندا.

عبدالقادر جوڻيجو

حيدرآباد، سنڌ
١٦ جون ١٩٦٧ع
پيارا عبدالقادر،

ڪيترن ڏينهن کان پوءِ تنهنجو خط آخر ٽيون ڏينهن مون کي مليو آهي- جينوٽيڪ ان تي تاريخ ٣١ مئي ١٩٦٧ع لڳل آهي. خبر نہ آهي تہ اينٽري دير ڪٿي لاٿائين- تو وٽ، رستي تي يا هتي پهچڻ تي ڪنهن جي هٿ چڙهي ويو هو.

پهرين ڳالهہ تہ بي. اي. پارٽ اول جي امتحان جون تاريخون اجا مقرر ڪونہ ٿيون آهن. اندازو آهي تہ آگسٽ جي پهرئين هفتي ۾ اهو امتحان ٿيندو. جيئن تاريخون پڌائون، تيئن توڏانهن لکي موڪليندس.

ٻي ڳالهہ تہ "روح رهاڻ" جا پيئي پرچا- مئي ۽ جون جا- سپاٽي توڏانهن روانا ڪندس. تو مون کي چيو هو تہ "روح رهاڻ" توڏانهن ازخود هو سڌو موڪلين ٿا. وري سليم خواجہ ۽ حميد سنڌيءَ کان پڇندس بہ تہ ڇو موڪلڻ بند ڪئي اٿن، يا موڪلي هئائون پر توکي نہ ٿي پيئي ملي. هونئن بہ رسالن تي پوسٽ ۾ مڙيو ئي هنڙي لڳندي رهندي آهي.

ٽي ڳالهہ تہ "روح رهاڻ" جو جشن واهہ جو ٿيو. ائين ڪٿي سمجهہ تہ اڳي اهڙو نہ ٿيو. تو ڏانهن دعوت مون پنهنجن هٿن سان موڪلرائي هئي. سليم خواجہ ۽ ناصر مورائيءَ پنهي کي چئي، لفافي ۾ دعوت نامو بند ڪرائي، ٽڪلي هڻائي، توڏانهن موڪلي هيم. خبر نہ آهي تہ اِها دعوت بہ توکي ڇو نہ ملي! آهي تہ عجب جهڙي ڳالهہ. جشن جو ڪجهہ اندو منڊو احوال تو ريڊيو تان ٻڌو. وڌيڪ جشن نمبر "روح رهاڻ" جو هفتي کن ۾ نڪرڻ وارو آهي. ان ۾ پڙهجانءِ. "عبرت" اخبار ۾ پرواني ڀٽيءَ پڻ جشن جي بيان ۽ تاثر تي هڪ قسط لکي آهي ۽ ٻي قسط شايد وري بہ آچر ڏينهن واري ادبي صفحي تي ڏيندو، اڳئين آچر جي 'عبرت' تو پڙهي هوندي. هن آچر واري پرچي کي بہ پڙهج.

تون شايد مون ڏانهن ڊگهو ۽ تفصيلي خط لکڻ گهرندو آهين، تنهنڪري فرصت لاءِ پيو واجهائيندو آهين، ۽ پيو سوچيندو آهين تہ ڇا لکجي ۽ ڇا نہ لکجي. ائين ڪندين تہ مرڳو، ٽي ٽِي، خط لکڻ ئي ڇڏي ڏيندين. خط و ڪتابت کي جاري رکڻو آهي تہ خط مختصر لکبا ۽ جيڪي ضروري ڳالهيون، ڪم واريون هونديون، اُهي لکبيون. ادبي ۽ علمي خط روز روز ماڻهو هڪٻئي ڏانهن ڪونہ لکندا آهن، جو ڪو خط ادبي ۽ علمي نوعيت وارو نہ ٿئي تہ مرڳو لکجي ئي نہ!

ائين نہ ڪرڻ گهرجي. تون مون ڏانهن هر هفتي نہ تہ هر ڏهين پندرهين ڏينهن خط لکندو ڪر. ائين بنهہ معمولي طرح جيئن خط لکبو آهي- ۽ پوءِ مهيني ٻئي يا ٽئين ڪونہ ڪو خط اهڙو پاڻيهي توکان توڙي مون کان لکجي ويندو، جيڪو عام خط جي صورت رکندي بہ ادبي ۽ علمي اهميت جو بنجي ويندو. آءٌ هيءَ ڳالهہ تو ڏانهن انهيءَ ڪري ٿو لکان تہ توکي مون ڏانهن خط لکڻ ۾ تڪليف يا ڪڏهن ڪو بہ ذهني بار محسوس نہ ٿئي.

هو انگريزيءَ وارو مضمون هاڻي وري يارن سنڌيءَ ۾ بہ ڇاپيو آهي. ان جون ڪاپيون بہ تو ڏانهن سياڻي موڪلرائيندس.

اهو مور ۽ ٿر وارو ڪم ضرور آهستي آهستي پورو ڪندو رهج. تون ڏسندين تہ جڏهن مڪمل ٿيندو تہ ڪهڙو نہ 'فس ڪلاس' مضمون ٿو بنجي بيهي.

هن مينهوڳيءَ جي موسم ۾ مون کي ايڏانهن اوهان جي ٿر گهمڻ جو ڏاڍو شوق آهي. اسان جو يار پُنو صاحب تہ اوچتو اوچتو بدلي ٿي، لاهور وڃي پهتو آهي. پر من کو ٻيو اهڙو يار نڪري پوي، جو جيپن جو پروسي جهڙو ڪو بندوبست ڪري وجهي.

تو هيءُ خط سچ پچ تہ واهہ جو لکيو آهي. پهرين مون پاڻ پڙهيو، يعني مون کي مليو تنهن کان پوءِ؛ پوءِ يار محمد کي پڙهايم، جو ان مهل موڙ وٽ وينو هو؛ ان کان پوءِ اج طول العمره کي پڙهايم. سڀني کي ڏاڍو ڏاڍو ڏاڍو وڻيو آهي. پر هن ساراهہ جي معنيٰ هيءَ نہ ونجانءِ تہ ٻيو خط جيستائين اهڙو سٺو لکي سگهين، تيسين مرڳوئي نہ لکين. اها ڳالهہ مٿي ڪافي سمجهائي آيو آهيان، وري ٻيهر ان بابت توکي آءٌ ڇا چوان. اسان کي تنهنجو خط گهرجي- ٿلها بہ اکر، ٽن پئسن واري ڪارڊ تي لکي موڪليئي، تہ بہ اسان لاءِ ڀلا. ڊگهي ۽ اوچي خط لکڻ لاءِ ويهي دير مدار نہ ڪج، جو مرڳو مهينن جا مٿا نڪري وڃن ۽ تنهنجو خير جو ڪو احوال ئي پهچي نہ سگهيسون.

اج جيئن ئي هيءُ خط توکي لکي رهيو آهيان تيئن سخت طوفان لڳو ۽ مينهن پوڻ شروع ٿيو ۽ ڏهہ پندرنهن منٽ وسي بند ٿي ويو. آسمان ڪڪرن سان ڇانيل آهي. مُند اٿس. اوهان ڏانهن ڪي وسڪارا ٿين تہ ڪي مزا ٿين.

وڏيڪ خير- سلام سڀني يارن ۽ دوستن جا رسن.

تنهنجو

محمد ابراهيم جويو

جنهان،
۲۱ جون ۱۹٦٧ع
پيارا سائين!

اوهان جو خط مليو. پڙهي ڏاڍو خوش ٿيس. سچ پُڇو ته اوهان پارن جو ڏڍُ اسان کي اڳتي ريڙهيندو رهندو آهي نه ته ڪڏهوڪا ڪُاجي پيچجي وَڃون.

اوهان جو خط به ڏاڍي سُهڻي سَمي مليو آهي. ڪالهه نهيو، ٽيو ڏينهن ڪڪرن گڏجي ۽ ويڙهجي وَني جو اُٿل ڪاڏي ته پيچ پيچ ٿي ويئي. سُڪل نوٽ واريءَ تي نه پر سُڪل نوٽ دلين تي چنبا پيا، سي به مينهن جا. نَيون نه پر ريلا دڙن ۽ پٽن تان اُٿي هليا. سچ لهڻ سان گماٽن ڪڪرن جا ويڙهه خلاٽن ۾ پورجي ويا. اول ايڪڙ بيڪڙ اياز واري ڪا 'چوري ڪڪري' رڙهڻ لڳي. 'چوري ڪڪريءَ' جو عاشق ۽ شاعرن جو معشوق چندڊ آسمان ۾ ترڻ لڳو. ٽڏي مِني ٽر جي هير ڏرتيءَ جي چانيءَ تي رڙهڻ لَڳي، جيئن دِل جي ڏرتيءَ تي اياز جون وايون رڙهنديون آهن.

هِتي ٿر ۾ مينهن جي هر ڪا شيءِ آءُ پڳت ڪندي آهي. ڳِئون ڪَن ڪٽي رانياٽ ڪنديون آهن، وَچون ٽَڏنديون ۽ ڪُڏڪارا ڪنديون آهن. چارين تي سائو رنگ چڙهي ايندو آهي، بار "پيچ پتائي ڪر ملڪ منائي" چئي ڊوڙون پائيندا آهن. يا ته وري چار چٽا جهولَ پلاند جهلي گهر گهر جي اڱڻ تي وجي ڳائيندا آهن: "ڪارڙو ڪنپارڙو، اَنُ پاٽي ڏي ته مينهڙو وسي!" پوءِ گهر جي سُگهڙ به بُڪ اَن جا اُن ۾ وجهندي آهي. سجو اَنُ ڪنو ڪري، ڏارو ڏري ڪائيندا آهن. ساندو ڪنڌ کي هيٺ مَٿي ڪندو آهي. بَلا جهڙو انسان دشمن جيت به چارين جي چوٽين تي چڙهي ويندو آهي ۽ مينهن کي سارينڊو آهي.

مون اوهان کي ڪو ائين نه چيو هو ته ڪو حميد وارا "روح رهاڻ" ٽا موڪلينم، پر 'ياڻ' ويندو آهي ميرپورخاص مان وني ايندو آهي، پَر اُها به ٽي 'جي' جهڙي ڳالهه. ڪيس شوق نه آهي، اُن ڪري ڪڏهن آٿي ته ڪڏهن نه به. اُن ڪري مهرباني ڪري اوهين ڪين چوندا ته هر ماه موڪلين.

اوهان کي مون خط ته برابر ۳۱ تاريخ لکيو هو پر پوسٽ دير سان ڪيو هُئم.

ٿر جي ٻي مارئي 'مائي بختاور شهيد' جو ته پتو مون کي هاڻ پيو آهي.

مون ڪتابن ۾ ٻن ٽن هنڌن سنڌس ذڪر پڙهيو هو. ’’اياز‘‘ جو مٺس شعر جوڙيل آهي. پڇا ڪندي ڪندي الائي اوهان ٻڌايو هو يا ڪنهن ٻئي دوست تہ اِها مائي عمرڪوٽ تعلقي جي آهي ۽ هتي پُڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ پيل واري ڳالهہ ’گهر رو گهر مين‘‘. اها مائي پنهنجي ٿر جي آهي. سندس ڳوٺ پنهنجي ڳوٺ کان ٽي ميل ڏکڻ مِني تعلقي ۾ آهي ۽ شهيد ٿي هُئي پنهنجي ڳوٺ کان چار ميل ڪن اُتر- اوڀر، قاديانين جي اسٽيٽ تعلقي عمرڪوٽ ۾. سندس پُٽ سان پنهنجا گهاٽا لاڳاپا آهن. دِل پيئي چئي تہ سندس سوانح قلمبند ڪريان. اوهان جو ڇا خيال آهي. اوهان جي راءِ ۽ مشوري جو انتظار رهندو. مائي ذات جي خاصخيلڻ ۽ وينل ڳوٺ ڊاڀي جي آهي.

عبدالقادر جوڻيجو

سلام طول العمره، رباني ۽ يار محمد کي عرض آهن.

٢٥ جون ١٩٦٧ع

منهنجا سائين،

افسانو "ڇٽيل پن" موڪليان پيو. اوهان جي هٿن جي ضرورت اٿس. مون کي "سهڻيءَ" وارن گهٽو گهٽو ڇپيو هو. ڪين ڏجو. جي نه ته شمشير جي خطن جي بہ ڏم آهي. باقي جي مجموعي جي ڪا ويجهڙائيءَ ۾ اُميد هُجي تہ اُن لاءِ رکجو، ڇو جو اِن جهڙي بي ڪا ڳالهہ ڪانهي. اوهان پنهنجي مرضي گهٽي رکجو.

اوهان جي قُرب ۾ قائل

عبدالقادر جوڻيجو

سلام طول العمره، رباني، ابن حيات پنهور کي ڏيندا.

تازو قلم- "روح رهاڻ" جُولطيف نمبر ۾ بہ ڇپيل مليا.

جنهاڻ

١١ جولاءِ ١٩٦٧ع

پيارا سائين- جيئين سدائين،

احوال تہ ڪافي وقت ٿيو آهي جو هڪڙو خط ۽ اُن بعد هڪ افسانوُ 'ڇٽيل پَنُ' پڻ موڪليا هئم، پر اوهان وَٽان ڪوبہ احوال نہ آيو آهي. الائي ڇو؟

بهرحال مون کي قرآن شريف جي ٽريننگ لاءِ چونڊيو ائن. اُن لاءِ آءٌ مِٺيءَ پيو وڃان. ڪُل اسين پنجاه ڄڻا آهيون. اُتي رهڻ جو بندوبست ڪيو ائن. اوهان جو جيڪڏهن ٿر ڏانهن اچڻ (ضرور اچو، بهاريون آهن!) ٿئي، تہ مِٺيءَ ۾ اوهان کي ملندس.

هِتي سڄي ٿر ۾ گذريل ڏيڍ هفتي اندر پرتو مينهن پيا آهن. گاهہ ڇڳي اوپڙ ڪئي آهي. مَالُ مينهن کان وٺي رڍ ٻڪريءَ تائين خوش آهي. البت هينئر جيڪي هوائون لڳيون آهن سي مَن بند ٿين تہ جيئن وري مينهن رَسي. اوهان وٽ، اَلائي ڪهڙا مينهن پاٿي آهن؟ منهنجي افساني جو ڇا ڪَيُوَ؟ توڙي امتحان جون ڪهڙيون تاريخون مقرر ڪيون ائن؟ مهرباني ڪري لکي موڪليندا.

ڪَلا ڪڏهن جهوڻن ۾ آهي، ڪڏهن اکيون پٽيو ويني آهي، ڪڏهن ڪونگهرا پيئي هَٽي. بن پلاٽن تي اُتل پٿل، اوبت سوبت چالو آهي. ها "مور جو ٿر جي جيوت تي اثر" لکڻ لاءِ موقعو مليو اٿم، جو اُتي مون کي ڪافي روايتون توڙي گيت ۽ سوڻ سات ملندا. اهڙي قسم جو گهٽيون ريتيون هندن ۾ ملن ٿيون. مسلمانن کي تہ وهابي مُلن، بقول ڏيپلائي، ڪجور ۾ اٽڪائي ڇڏيو آهي. مِٺيءَ ۾ ڇگو خاصو ٽولو ملي ويندو. نوجوانن وٽ جديد ادب لاءِ ڏاڍا قُرب آهن. اسان جو ڪورس ٢٠ آگسٽ تائين هَلندو. ان وچ ۾ هيٺ ڄاڻايل ائڊريس تي خط لکندا.

پوسٽ آفيس مِٺي، ضلعو ٿرپارڪر

معرفت: سانوڻ پڄارو مانڊٽيءَ وارو

ملي عبدالقادر جوڻيجو، زير تعليم قرآن.

سلام يارن دوستن، رٻانيءَ، پنوهر، راهيءَ ۽ جناب اعليٰ طول العمره اعليٰ حضرت کي عرض رکندا.

والسلام

عبدالقادر

حيدرآباد، سنڌ
۲۴ جولاءِ ۱۹٦٧ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجا ٻہ خط مليا اٿم، ۽ افسانو "چٽيل پن" پڻ مليو اٿم. جواب ڪونہ ڏنو اٿم، اُن لاءِ تسليءَ جهڙو توکي ڪهڙو جواب ڏيان، تنهن لاءِ سوچڻو پوندو. پر هڪڙي ڳالهہ توکي ٻڌايان، پوءِ اميد اٿم تہ سبب ڪونہ ڳهرنديں. سا هيءَ تہ ياد تون هر روز ۽ هر وقت رهين ٿو. منهنجي اصل اِها هڪڙي ڪِني عادت ٿي وئي آهي تہ پنهنجن دل گهرين کي خطن لکڻ ۾ ڍاڍي دير وجهندو آهيان، پر ان جي عوض پاڻ کي نِنديندو پيو آهيان، ۽ ٻيءَ ڳالهئين نہ تہ اِنهيءَ پنهنجي نندا پاڻ ڪرڻ سان ئي پيو اُنهن کي هر هر ياد ڪندو آهيان. هوندن بہ توکي اڳي ئي مون چئي ڇڏيو آهي تہ منهنجي خط جو توکي انتظار ڪرڻو نہ آهي، ۽ اِها منهنجي سَهَو هميشہ توکي بخشڻي آهي.

تو ٻڌو هوندو تہ منهنجي بدلي ڪئي اٿن. سياڻي هتان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي آفيس جي چارج ڇڏيندس. پوءِ هفتو کن تياريءَ جي موڪل ڪائي، پهرينءَ آگسٽ تي وڃي نئي هنڌ دخلڪارؔ ٿيندس. جيڪب آباد هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ڪري رکيو اٿن. ملازمت ماستريءَ سان شروع ڪئي هيم ۽ ڏسجي ائين پيو تہ ماستريءَ سان پوري ڪندس. ۱۹۴۹ع کان هيلتائين ميز تي ويهي منشگيري ڪئي اٿم. ارڙهن سالن ۾ ماستري شايد وسري ويئي هونديم. بهرحال باقي ٿي سال نوڪري ڪرڻي اٿم، سا ڪيئن بہ ٿي وڃي دنگ ڪندي. زندگي عجب اسرار آهي. ڪهڙا ڪهڙا روپ ۽ رنگ اٿس، جي پئي بدلائي، ۽ ملڪ سڄي کي ڏتاري ۽ خوش ڪري. ادبي بورڊ جي ميٽنگ آهي ۲۹ تاريخ. اُن ۾ بورڊ لاءِ ڪو ٻيو سيڪريٽري تجويز ڪندا. اسين تہ ڪوشش ۾ آهيون تہ پنهنجو يار رباني ٿئي تہ چڱو. پر بورڊ جا ميمبر زوراور آهن. منجهن ڪي ڏاڍا ڪيني ۽ ڪروڌ وارا آهن: سي شايد هن کي ڪين سهندا.

تنهنجو افسانو "چٽيل پن" حميد سنڌيءَ کي ڏنو اٿم. "روح رهاڻ" جي هن پرچي ۾ ڇپجي رهيو آهي.

تنهنجا امتحان بہ هاڻي ڏهين يا ٻارهين آگسٽ تي ٿيڻا آهن. سو ضرور تون هيڏانهن ايندين. آءٌ پنجين يا ڇهين آگسٽ کان وٺي ۲۰ آگسٽ تائين هتي حيدرآباد

۾ هوندس، جو هاءِ اسڪولن ڪي وئڪيشن آهي. تون امتحان تي ايندين تہ هتي ضرور ملنداسون. "روح رهاڻ" جو جشن نمبر توکي مليو آهي، الائي نہ؟

ميهن تہ هيل ڏاڍا پئجي رهيا آهن. ارادو هو تہ هن سال اوهان ڏانهن اچي چڪر هڻي وڃجي، پر هاڻي شايد ائين ٿي نہ سگهي.

اميد تہ تون خيريت سان هوندين.

تنهنجو پنهنجو

محمد ابراهيم جويو

بدلي سرڪار ڪئي آهي، ڪافي ڏمريل آهي- بزم صوفياء سنڌ، سنڌي ادبي سنگت، ۽ بين منهنجن ادب ۽ علم جي دائري ۾ ڪيل ڪمن ڪري. سائين جي. ايم. سيد. ڪي بہ وري نظربند ڪيو اٿن.

(٣٨)

منِي

منٺرا سائين!

اوهان جو خط مليو. پڙهي ڇا محسوس ڪيم، اُن جي ڳالهه نہ پڇو پر دلِ واري دلِ ۾ آهي. اسان لاءِ تہ جڻ سڄي حيدرآباد بدلي ٿي ويئي. اڄ جو پريشان انسان قُرب جوئي تہ بُکيو آهي. ليڙون ليڙون ٿيل دلُ لاءِ ٽوپا جيڪي ڪم ٿا ڏين اُها خبر مون ڪان وڌيڪ اوهان کي آهي. بهرحال دلِ وارن لاءِ جيڪب آباد پنڌ نہ آهي. پر افسوس تہ دلِ ۾ بہ ڌاريءَ خنجر وانگيان هيٺ لهندو وڃي- خاص ڪري مون پاري مايوس دلِ ماٺهوءَ لاءِ.

امتحان تي ايندس تہ ملاقات ٿيندي.

ڇا لکان منٺرا ڇا لکان.

مَنُ منڌل آهي.

عبدالقادر

× × ×

(۳۹)

جنهاڻ

۲٦ آگسٽ ۱۹٦۷ع

منٺا سائين!

اوهين بہ حيدرآباد کان موڪلائي هليا ويا ۽ اسان بہ ۲۴ آگسٽ تي ڳوٺ اچي ڪڙڪو ڪيو. ڇا ڪجي. جنهن ڏينهن اوهين جيڪب آباد ويا ٿي، اُن ڏينهن شام جو آءٌ اوهان جي گهر آيو هوس پر اوهان جي ڇوڪري چيو تہ اوهان جي طبيعت ناسازگار آهي. اُن ڪري ملي نہ سگهيس. خير، ملڻ جي خواهش آهي تہ سيڪجهہ آهي. اُميد تہ ڏورانهين پنڌ تي رهي ڪري بہ اسان کي ياد ڪندا. انسان فاني آهي پر انسان جي ڇڏيل يادن جا نشان هميشہ ڌرتيءَ جي ڇوڏاري هلندا ۽ ٻُرندا رهن ٿا.

مون واري جذباتي يار شوڪت جِي تہ، اوهان جي ڳالهہ ڪندي، دل ڀرجي آئي- اوهان کي ڏنل پارٽيءَ جو ذڪر ڪندي.

اسين سنڌي گهڻو ڪري مرده پرست آهيون پر جڏهن ڦِٽ لعنت ٿي تڏهن ڏُورِيُن کي پسند ڪرڻ لڳاسين. ڪو 'انسان' جڏهن پري هليو ويندو آهي تڏهن ئي اسين اُن کي زياده ياد ڪندا آهيون. بهرحال هاڻ ملاقاتون تہ الائي ڪٽي ٿينديون ۽ ڪيئن ٿينديون.

اوهان ان طرف جو حال اَحوال ڏيندا. ڪي ڳالهائڻ جهڙا يار دوست آهن يا نہ؟ رهڻ جو بندوبست سُٺو آهي يا نہ؟ وغيره وغيره

اوهان جو پنهنجو

اوهان جي ياد ۾

عبدالقادر جوڻيجو

پوسٽ آفيس فضل پنہرو، ٿرپارڪر سنڌ.

جيڪب آباد
١ سيپٽمبر ١٩٦٧ع
پيارا عبدالقادر،

تنهن ڏينهن شام جو برابر تون آيو هئين، پر نہ رڳو تَنهن ڏينهن، پر اهي سمورا ڏينهن جيڪي تون حيدرآباد هئين، سي منهنجا ڏاڍي خفي ۾ ٿي گذريا. انهيءَ ڪري توسان ويهي ڪا پوري ڪچهري بہ ڪري ڪين سگهيس. معاف ڪج. تون خير سان ٿر وئين ۽ آءٌ هيڏانهن سنڌ جي بئي چيڙي تي اچي رسيو آهيان. گويا سيرانديءَ ۽ پيرانديءَ وينا سنڌ کي ڏسون. ڪيتري نہ بيوس ۽ هيٺي آهي هيءَ اسان جي سنڌ! جيڪب آباد ۽ ٿرپارڪر ضلعا تہ هيڪاري مسڪين ضلعا آهن. ماڻهو ابوجهہ ۽ غريب. بہ چار جيڪي ڏاڍا منجهن آهن، سي هيڪاري ڏاڍا، پنهنجيءَ نادريءَ ۾ ورتا پيا آهن. ڪيڏانهن وجي ڪيڏانهن وڃجي.

آءٌ ۵ سيپٽمبر کان ٢١ سيپٽمبر تائين شڪارپور ۾ هوندس. اُتي مئٽرڪ جي سپليمينٽري امتحان جو انتظام ڪرڻو اٿم.

تنهنجي خير جي حال احوال جو هميشہ انتظار رهندم. مهرباني ڪري خط پٽ لکندو رهج. اجڪلهہ ٿر تہ وسيل آهي. هو جيڪي مضمون شروع ڪيا هئئي، تن کي وچ ۾ ڇڏڻ نہ کپي.

اميد تہ تون هر طرح خيريت سان هوندين.
محمد ابراهيم جويو

جنهاڻ
۲۴ سيپٽمبر ۱۹٦٧ع
پيارا سائين،

اوهان جو خط ڪافي وقت ٿيو، جو سيرانديءَ ڪان سرڪندو اچي سنڌ جي پيرانديِن ۾ ڪريو هو، ۽ وچ ۾ "سنڌ جو بي سَنوجسم" (ڪيڏو نہ سهڻو خيال لکيو اَٿوَ) ۽ اسان جيڪي هِن بيمار جي شايد پرگهور لاءِ سيرانديءَ ۽ پيرانديءَ ڪان وينا آهيون، سي اشارن ئي اشارن ۾ "پتين جي ڪاچ" (عورتن) وانگر ڪجهہ چيو پيا هڪبئي ڏي خطن جا پرزا موڪليون- ڊپ اٿئون تہ جي زور سان ڳالهايوسون تہ سر تي بيٺل پتيون هڙپ نہ ڪري وجن. ڪجهہ ماس تہ پَٽي ويون آهن.

اڄڪلهہ آءٌ نراشائن جي گهنگهور اونداهين ۾ تڙڳي رهيو آهيان. انهن ئي اونداهين ۾ ويهي اونداهين جا بہ تي ڏُک ڇاڙهي ڪهاڻي لکي اٿم- "ڪيڏانهن وجون؟" آخر من جي اَڇائي ۽ اُجرائيءَ کي ٻاهرين اونداهين ڪان ڪيترو بچائجي. اڄڪلهہ تہ اهوئي نُڪتو من ۾ پيو هُري تہ نراشا حقيقت آهي ۽ حقيقت نراشا آهي، بيو ڪجهہ بہ نہ آهي.

اِها ڪهاڻي انعامي چٽابيتيءَ لاءِ "نئين زندگيءَ" کي موڪليِ اٿم.

هن وقت ٿر ۾ سُڪار آهي، پٽون ۽ ڏهر ساوا هِلُ ٿيا پيا آهن. چوڌاري ساوڪ ئي ساوڪ آهي ۽ وچ ۾ کُنيٽن جا اڇا گل جهڙا سائيءَ چُنيءَ تي چِٽَ. ڏنارن جي بانسرين ۽ گيتن جا آواز پڙاڏا بنجيو پيا اُڏامن. زندگيءَ عارضي خوشي ماڻي آهي. ڪين ڪير چوي تہ اوهان جون خوشيون وَسن ۾ ٻڌل آهن جن کي ذري ڪان پوءِ ڇِڪَ ايندي ۽ بس. پڇاڙيءَ ۾ رڳو بانسرين ۽ گيتن جا سُڏڪا ٻُڌڻ ۾ ايندا.

سڀ ماڻهو ڏينهن جو ٻلين تي پڇيو وجن. پويان ڳوٺ جي چونئنرن جا در ٻاڪا ڦاڙيو ڪائڻ پيا اچن. هَٽي هَٽي سنجها ٿاٽي ڳوٺ ۾ ساهہ پوندو آهي، ٺَڪا ٺَڪا آواز، هَلڪا ٺهڪ، ٿانون جي ٺڪرڻ جو ڪو آواز..... ۽ پوءِ رات ڪنهن ڪوهہ ۾ گهڙيو وجي جتي رڳو ننڊ آهي.

ساڳيو اَن ٽيهين چاليهين روپئين مَڻُ وني ڪائڻ وارا ڳوناٽا اڄ ٻاجهر اَنين روپئين جي اڳهہ سان پيا وڪڻڻ ۽ اڳتي هَلي اُها ساڳي ٻاجهر ٽيهين روپئي مَڻُ

وننديا.

سچ پڇو ته صديون ڇٽي ويون آهن، پر پوءِ به حساس دل جا جي هي حال آهن:

اب چھائوں کہیں پائی نہیں جاتی
اس دھوپ کی دارائی نہیں جاتی
کِس ناؤ کے ڈوبنے کی دل پہ ہے چوٹ
کہ ساحل کی ہوا کھائی نہیں جاتی

بس وقت جو سِراڙو آهي، اجا به ڏني مان ڪِي ڏسڻ گهرجي.

هُو به مضمون ضرور مڪمل ڪندس، پر وقت گهُرجي.

تازو گرامي صاحب جو مضمون "مشرقي شاعريءَ جا فني رجحانات" دوباره پڙهيم. پهرين جڏهن پڙهيو هئم تڏهن وٽيو هو. پر هينئر پڙهي اُن کي بلڪل ناپسند ڪيم. اجائي لفاظي، معمولي ڳالهه کي وڌاءُ ڏيئي خوامخواهه پنا ڦٽايا اٿس. مضمون ۾ ترتيب ته بنهين ڪانهي. ترتيب ته ڇڏيو پر موضوع اُتر ته اُن جي اُپٽار ڏکڻ. "اياز" کي ته اُبنيءَ ڪاتيءَ سان ڪُنو اٿس. سوچيان پيو ته گرامي صاحب بنيادي طرح فنڪار آهي، نه ڪِ نقاد. جيئن اسان وارو يار "طول العمره" آهي ته فنڪار پر ڪندو گهٽيون تنقيدون آهي. سندس به عظيم شاهڪار ڪهاڻيون پڙهڻ بعد جڏهن سندس تنقيدون پڙهيم ته جذبات ڪان سواءِ ڪجهه به نظر نه آيم. تنقيد ۽ تخليق جو ميلاپ ته سهڻي ڳالهه آهي، پر هِتي ته تخليقي اُڏاما ٽپي خالص تنقيد جي حدن ۾ زوريءَ گهڙيو وڃن. البت سندس ڪتاب "انڌا اونڌا ويجَ" اَجا ڪونه پڙهيو اٿم. هي جملا خالص ادبي نقطي نگاه ڪان لکيا اٿم، باقي اسان جي ادبي "تحريڪ" سان انهن کي لاڳو نه سمجهندا. اجڪلهه پڙهڻ جو پوت ڪنڌ تي گهٽو سوار اٿم. ڪجهه ڪتاب غلام نبيءَ قاضيءَ وٽان مليا اٿم، جن ۾ ڊورس ايلس، ممتاز حسن، جارج ايليٽ، ڪوپر، بارڪئمن جهڙا اديب آهن! خاص ڪري ممتاز حسن جو "ادب ۽ سائنس" مضمون ته ترجمي ڪرڻ جهڙو آهي.

اتي ڪو اُڙيو ٽُڙيو دوست اچي، ته اُن کي گهاتا سلام
اوهين پنهنجين مصروفيتن جو احوال به لکو نه–

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

(۴۲)

جنهاڻ

۱۷ آڪٽوبر ۱۹٦۷ع

پيارا سائين!

وقت پيو گذرندو وڃي پر اوهان ڪوبہ احوال نہ ڏنو آهي، خبر نہ آهي تہ ڇو؟ شايد جيڪب آباد اينٽريڪدر راس اچي ويئي اٿو، جو..... مون هڪ خط اڳ لکيو هو ۽ هيءُ ٻيو خط پيو لکان. سائين! سچ ڪري پڇو تہ مون کي الائي ڇا ٿي ويو آهي، نہ قلم ٿو ڪم ڪري ۽ نہ ذهن- ٻيو تہ نهيو پر چڱي خط لکڻ جي بہ طاقت نہ رهي اٿم- هيءُ خط بہ الائي ڪهڙو آهي؟

هن وقت ٿر ۾ ماڻهن ٻاجهريون لٽي ڇڏيون آهن، في الحال تہ اناج جام آهي. اڳتي هلي ڇا ٿيندو اُن جي خبر ڪاٿن ڪي آهي.....

ڇا لکان؟

اڳتي ڪجهہ نٿو سُجهيم.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

منڙا سائين!

ٻِپل ڏينهن جو پتو ڪنهن جي ويو آهي، جو نه ته ڪو اڄ ڇگير خط لکي سگهيو آهيان نه وري اوهان حال احوال اوريا آهن. سچ پڇو ته اوهان جي ياد دل جا دروازا ڪڙڪائيندي رهندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن ته اهڙو زور سان ٺڪرون هڻندي آهي، جو بس. منهنجو حال اهو آهي جيئن "واڳ ڏٽين وس". اڄ اوهان ٻارن بزرگ دوستن يا جيڏن جي سهاري جيئندو آهيان. خوداعتمادي ته ٻنهين ڪانه اٿم. ٻارن جو هٿ اٿئون يا دوست ياد ٿا ڪن ته اسين شير آهيون. نه ته مٽيءَ جي مٽي جتان آيا آهيون ۽ جيڏانهن ويندا سون. هاڻي ته سرد هوائن ٻه ترڻ شروع ڪيو آهي. اُترين هوا ته اچي ٿي پر اُتران خط نٿو اچي. صرف ٿڌي هوا آهي، جا اسان جيءَ ٿڌ ۾ واڌارو ڪندي وڃي.

مُلڪ هينئر موج ۾ آهي. محنتي هٿن جا قافلا وقت جي وهڪ ۾ هلندا ۽ هلندا پئي رهيا آهن ۽ وري انتظار اٿن آئيندي مند جو- ڪجهه آڻيندي يا نه ان جي پرواهه نه آهي. اوهان واري ساڳي ڳالهه: هيٺ ماتا ڌرتي مٿان پتا آسمان، وچ ۾ توڪلي انسان- گاڏي پيئي گيهلجي. انجڻ پراڻي ٿي ويئي آهي، ٽٽڻ تي آهي ۽ ضرور ٽٽندي. انسان ذات جي قسمت مٿان اونداهين جو ڳرو چڪر هلندو وڃي، ۽ اهو چڪر آهي اِن ڪري پورو ضرور ٿيندو. اِن ۾ ڪو شڪ نه آهي، پري پري تائين رڳو چڪر جا ڪارا پنا ٿا ڏسجن. پر چڪر جو ٿيو.

آسمان جي ويڪراين ۾ دوڙندڙ هن ڌرتيءَ جي عظيم گولي تي لکن سالن کان انسان ۽ 'ڏڪارئي' جي وچ ۾ ڏوڏان ڏوڏ جنگ لڳي اچي. اجا انسان جا هٿ اوچا آهن، همت ڪانه هاري اٿس. جنهن کي صديون تباهه نه ڪري سگهيون ۽ جن صدين کي تباهه ڪري ڇڏيو سي هن ڪاريءَ اونده جا ڪڏهن ڪڏهن وڻ وڃائي ڇڏيندا. ڏکهي ڪاريءَ رات جو مانداڻ پيو ٽٽي ۽ ڦٽي- ويو ۽ اک ڇنڀ ۾ ويو. انسان ذات کي تباهه ڪرڻ جو وڏو هٿيار جنگ آهي. پر اِن جو ٻه مُنيو پڇي پيو آهي. مڙيئي ماڻهو ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ لڳو آهي، اکيُن تان عينڪ لٿي آهي.

هيستائين جو ڇگو انسان ٻاهر راتين ۾ ڇپرا ڏسي ۽ اندر جي اونهاين ۾ گهرا ڪارا ڏرڙ ڏسي، فرار حاصل ڪندو آيو آهي، صرف اندر جي درين ۾ ڏيئا ٻارڻ خاطر. ۽ ٻاهر جي ڳالهه ته ٿي پرائي وس پر پنهنجو اندر اُجاري ويا (جهڙوڪ صوفياء ڪرام). پر اڄ جو انسان ٻنهي وجهن تي پيو وڙهي- اندر لاءِ روشني

ماضيءَ کان پيو وني ۽ اُهائي روشني کيس ٻاهرينءَ اوندهہ کان بچائيندي اچي. اڄ هو فراري نہ آهي. اِهوئي وڏو ثبوت آهي سچ ۽ چڱائيءَ جي کٽڻ جو.

جل جل مشعل.........

......................

......................

......................(اهو گيت ياد اوهان کي هوندو، مون کي صرف مفهوم ياد آهي.)

اڄ جو انسان رڃ ۾ رڙيون ڪريون پيو ڪونہ ٿو- اڄ يا تہ رُڃ هوندي يا رُڃ جا ويري.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

مٿان ائڊريس گم ٿي ويئي هجي، اِجها حاضر آهي:

P.O Fazl Banbhro, Tharparkar,
Sindh
To: Abdul Kadir Junejo,
Village Janhan

جيڪب آباد

۴-۱۱- ۱۹٦۷ع

پيارا عبدالقادر،

جڏهن تنهنجو ٻيو خط مليو هوم تڏهن توڏانهن فوراً جواب لکڻ وينو هوس. ان جا پهريان جملا هي لکيا هئم: "تنهنجو ٻيو خط اڄ مليم. چڱو جو يادگيري ڪيئي. ماڻهوءَ جي دل اونهي سمنڊ مثل آهي. ڪڏهن اُها موج ۾ آهي، ڪڏهن بنهه سانت ۾. هميشه هر ڳالهه ساڳيءَ حالت ۾ ڪانه ٿي رهي. سو جيڪڏهن تنهنجو قلم تنهنجو چيو نٿو ڪري، ته اُن جي معنيٰ هيءَ ٿي ته ساهي ٿو ڪٽي. ۽ جيڪڏهن تنهنجو ذهن ڪم نٿو ڪري، نه ته مطلب اِهو ٿيو ته اُهو ڪنهن بئي، وقتي طور، زياده دلپسند ڪم ۾ رڌل آهي- پوءِ اُهو ڪم تنهنجي پنهنجي نظر ۾ ڪٽي ڪم ٿي نه هجي- "سُتا ئي سونهن، ننڊ عبادت جن جي." سمهڻ، آرام ڪرڻ، ساهي پَٽڻ يا ڪا دل جي ورونهن لاءِ تفريح ۽ وندر جي ڳالهه ڪرڻ- اِهي به ته ڪَمَ آهن. پورهيت قلم، پورهيت دماغ ۽ پورهيت هٿ پيرَ ڪڏهن ڪڏهن ڪم ڪندي ڪندي ٿڪجي پون ته پوءِ انهن کي ساهي ڪٽڻ ئي گهرجي." اِهي به چار جملا لکي، خط کي وچ ۾ ڇڏي ڏنو هوم، ۽ پوءِ سُستيءَ جا ڪيپ چڙهي ويا، ۽ تنهنجو ٽيون خط به اچي پهتو. توکي خبر آهي ته خطن لکڻ ۾ آءٌ ڏاڍو سست آهيان. توکي ڪيترا ڀيرا چيو اٿم ته مون وٽان خط نه مليئي ته دل ۾ نه ڪندو ڪج. پر اوهين آهيو نوجوان- پاڻ زورا ۽ پنهنجيءَ ٽي هلڻ وارا: اوهين ته پاڻ اسان جو ڏيءِ ۽ پرجهلو ٿيو، پر گهُرو اُٿلو اسان هيٺن کان ڀيا تا پاڻ لاءِ آسرا ۽ ٽيڪون. سو آئنده توکي خط جو جواب خط سان ضرور لکبو رهبو. ٻيو نه ته مَن تو وٽان قرب ڀريا خط ئي مون وٽ ايندا رهن. اِهي سڀ آءٌ پاڻ وٽ رکندو ٿو وڃان. ان مان تون سمجهي سگهندين ته ڪيتري نه منهنجي دل ۾ تنهنجي خطن لاءِ عزت ۽ محبت آهي. تر معنيٰ مارئيءَ جو ملڪ، ۽ مارئي هئي محبتياڻي، هن کي محبت هئي پنهنجي مارن سان ۽ پنهنجي ملڪ مليرَ سان. اڄ جو نوجوان به لائق ۽ حلالي اُهو ئي چئبو، جو پنهنجي ملڪ جي ماڻهن سان ۽ پنهنجي ملڪ سان محبت رکي ٿو. "ملڪ جا مارو ۽ مارُن جو ملڪ" - اِنهن سان جيئڻ، انهن سان مرڻ، اِنهن لاءِ جيئڻ ۽ اِنهن لاءِ مرڻ. اِن کان وڌو مقصد زندگيءَ کي ڦلداائڪ بنائڻ جو هن زماني ۾ اسان لاءِ ٻيو نه آهي، ۽ نه ٿي ٿو سگهي. تون اُن پاسي جو آهين، جتان اسان

ڪي اِهو عظيم سبق مليو آهي. تنهنڪري تنهنجي حال احوال ۽ تنهنجي خبرچار جو ڏاڍو انتظار رهندو اٿم. مهرباني ڪري ڪڏهن ڪڏهن به نه وسارج ته هِتي هِن ڪُنڊ ۾ وينِي آءٌ تنهنجي خيريت جي احوال جو انتظار ڪندو رهندو آهيان.

جيڪب آباد جي هيءَ موسم ڏاڍي دلپسند آهي. سڄو نومبر اِها موسم جي دلبري قائم رهندي. گرمين جي پڄاڻيءَ کان پوءِ هِن وڻندڙ آب هوا ۾ جيڪب آباد جا ماڻهو ڦولارجي ٿا پون. راڳ، محفلون، شاديون مراديون ۽ رانديون روندبون- مطلب ته ڳالهه ئي ٻي ٿيو ٿي وڃي. هِتي جا ماڻهو "ڪوڏي ڪوڏي" ۽ "فٽ بال" رانديون جا بيحد شوقين آهن. اسان جي اسڪول ۾ پڻ ڇوڪرا شام جي وقت هر قسم جون رانديون ڪڏن ٿا. ڪوڏي ڪوڏي، فٽ بال، ڪرڪيٽ، بئڊمنٽن، ٽيبل ٽينس، والي بال- ۽ هاڻي ونجهوَٽي به شروع ڪرائڻ جو ارادو آهي. سڄي ضلعي جي اسڪولن جا رانديون جا مقابلا ١١ تاريخ کان شروع ٿيڻ وارا آهن- سي به اسان جي اسڪول ۾ ٿيندا. سومر ڏينهن ٦ تاريخ کان ششماهي امتحان به اسڪول جا شروع ٿي رهيا آهن، جي چار ڏينهن هلندا. ڊبيٽ ۽ تقريرون به هر ٻئي هفتي ڇنڇر ڏينهن ڪرائيندا آهيون. ارادو آهي ته هن سال اسڪول جي هڪ مخزن به تيار ڪري شايع ڪرايون. مطلب ته دل واڳجي ويئي آهي، ۽ هر طرح خوش وقت پيو گذري.

پنهنجي علاج جي سلسلي ۾ هڪ مهيني جي موڪل لاءِ درخواست ڪئي اٿم، سا اميد ته ٢٠ نومبر کان ملي ويندي. ڏندن ۾ ڏاڍو سور ٿو ٿئيم ۽ انهن جو مڪمل علاج ضروري آهي. ۽ اِهو حيدرآباد ۾ ڪرائڻ جو ارادو آهي. اِهو سڄو مهينو اُتي رهندس. اِنهيءَ وچ ۾ جي تون حيدرآباد آئين ته ضرور ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي.

سائين جي. ايم. سيد تي وري ٽن مهينن جي پابندي وڌي اٿن- پهريائين ٻن مهينن کان پوءِ هڪ مهيني جي ۽ هاڻي وڌيڪ ٽن مهينن جي. سٺين ۽ انين تاريخ سندس ڳوٺ سن ۾ شاهه حيدر جو ساليانو ميلو لڳندو- ان موقعي تي سن اچڻ لاءِ لکي موڪليو اٿس. ارادو پيو ڪريان ته ٻن ڏينهن لاءِ انهن تاريخن تي وڃي ڪانئس ٿي اچان. جي نه ويس، ته به ٢٠ تاريخ کان پوءِ جو حيدرآباد مهينو ڪن رهڻ ٿيندو، سو اُنهن تاريخن ۾ ڪو وجهه وٺي ساڻس ملي ايندس. سنڌ جو سيد اعظم يعني وڏي ۾ وڏو محبت ۽ عزت لائق اڳواڻ ۽ خادم آهي. اهڙا جيڪڏهن پنج ٻيا مجاهد مرد سنڌ ۾ پيدا ٿين ته هوند سنڌ جي نجات ممڪن ٿي پوي- ممڪن ڇا

بلڪ يقيني بنجي وجي. دراصل ملڪ ۽ قوم جي آزادي قربانين ۽ عظيم جدوجهد سان ئي حاصل ٿئي ٿي. ۽ قرباني ۽ جدوجهد شخص ڪندا آهن ۽ عوام کي انهن لاءِ تيار ڪندا. آياريندا ۽ اڳتي نيندا پڻ ڪي خاص شخص آهن. سنڌ کي انهن چند خود فراموش ۽ خود فروش وطن دوست مجاهدن جي ئي ضرورت آهي. ورنه اسان جا ماڻهو هر جُهد ۽ هر ڪوشش لاءِ، هر قربانيءَ ۽ هر مقابلي لاءِ نه فقط تيار آهن بلڪ اُنهن ۾ ڪامياب ثابت ٿيڻ جي صلاحُيت پڻ رکن ٿا. عوام عظيم آهي، عوام اعظم آهي- زنده باد، پائنده باد انسان ۽ انساني عوام.

نو آڪٽوبر جو "روح رهاڻ" پڙهيو آهي! اُن جا شعر پڙهيا اٿيئي! ڪير آهي، جو سنڌ جا، سنڌ جي شاعرن جا، سنڌ جي عوام جا اِهي دلي اڌما پڙهي ۽ ڏسي ۽ ٻڌي دل لوڙهيندو ۽ نااميد ٿيندو. اسان جي روشن مستقبل جا اڏول ۽ حوصلہ مند اڳواڻ ۽ نديم آهن اسان جا شاعر ۽ اديب. سلام آهي اُنهن تي. انهن جي ڏڍَ تي اسان اڏ مثل انسان بہ جاڳيو ۽ جيئرا ٿيو ٿا پيئون. شال جيئن، وڌن ويجهن ۽ سلامت رهن.

هِتي جي ادبي سنگت چڱو ڪم پيئي ڪري- جيتوڻيڪ اختلاف اٿن ۽ هڪڙو يارن جو ٽولو ٻڙ ڪيڏي پري بيٺو آهي. آءُ وٽن يعني سنگت جي ڪچهرين ۾ ويندو آهيان. مطلب تہ هر طرح سان ڀرپور وقت پيو گذري. اسان جو سڪر وارو يار بہ ڏهين پندرهين ڏينهن ملندو رهندو آهي- ۽ پيري پيري سان پنهنجي شاعريءَ جا ڪيپ ڏيئي ڇڏيندو آهي. تون مڙيئي مهرباني ڪري يار محمد کي وقت بوقت خط لکندو رهج. اِهو اسان جو يار ڪجهہ ويڳاڻو ٿو رهي. اسان کان، يعني مون کان، هو نہ ٿو سَرچي ۽ نٿو پڙهي. سچ تہ هُن لاءِ دل ڏاڍي پرچيو پرچيو ٿي اچي.

تنهنجو محمد ابراهيم.

پيارا سائين!

اوهان ڏانهن هڪ ڊگهو خاصو خط لِکي فضل پنهيري ڏانهن پٺي آيس. واٽ تي واٽر تان ٽپندي خط تہ ٿيو پيل واري ڳالهہ "ڏو منهين پاٿيءَ مِر!" خط کي بچائي ورتم پر حالت اها رهي، جو لکي بہ الهڏنو تہ پڙهي بہ الهڏنو. لکاني جي پڙهڻ کان پري هو. بهرحال فضل پنهيري پهچي، پچناءُ ويڳاٿيءَ مرڪ مِر وٺڙي ويو، جو اوهان جو خط پيو هو. گهڻن ڏينهن کان پوءِ ٿي تہ هڪ خط نصيب ٿيو هُئمر. باقي رهيو منهنجو پڳل خط سو اجا تائين نقل نہ ڪري سگهيو آهيان ۽ جڏهن بہ نقل ڪيم تڏهن موڪليندس- ۽ ائين تہ نقل ڪرڻ لاءِ مون وٽ مواد بہ جام پيو آهي. هڪ اُردوءَ جي مشهور ترقي پسند نقاد ممتاز حسين (جنهن کي اُردوءُ وارا ترقي پسندن جو امام آخر زمان چوندا آهن) جو ڊگهو مضمون 'ادب ۽ سائنس' جنهن مِر هُن صاحب ادب ۽ سائنس جي ٽڪر تي چاٿائيندي، ان مرڪزي خيال کي چٽو ڪيو آهي تہ جو موجوده وقت مِر پريشان خيال فنڪار ائين چوندا وتن تہ سُڪون ۽ شاعريءَ کي سائنس تباهہ ڪيو آهي، سو هرگز ائينُ نہ آهي بَلڪہ موجوده سائنس جون تحقيقاتون ۽ تخليقون صرف وڏي طبقي وارا پنهنجي ظلم ڪرڻ لاءِ استعمال پيا ڪن. اُهو سائنس ظلم نہ ڪيو بلڪہ پونجيواد جوڙجڪ ائين ڪيو آهي. سائنسدانن تہ انسان کي فطرت جي ظلم کان آجو ڪيو پر فطرت جي جاءِ مٿانهين طبقي اچي ورتي آهي ۽ هاڻي سائنس کي اُن طبقي کان آزاد ڪرڻو آهي. مطلب تہ مضمون نگار ڏاڍيءَ چنائيءَ سان هڪ عاليشان مضمون لکيو آهي. اِن مضمون کي مون ترجمو ڪيو آهي. پر ڪهاڻي "چانهان" بہ لکي اٿمر ۽ ان کان پوءِ ڪهاڻي "وجايل ڏنڌ" بہ لکيمر. جا لڏي ويلن جي باري مِر هڪ ڏنڌ ڏانگيان ياد آهي. تنهن کان سواءِ هڪ مضمون لکيو اٿمر، امداد جي اُن مضمون جي جواب مِر جيڪو پاڻ 'عبرت' مِر ڇپايو هُئائين، عنوان هوس "شاعريءَ جي زوال پذير ٿيڻ جو انديشو". ننگرپارڪر جي لوڪ ڪهاڻي "سڏونت سارنگا" جي آڌار تي هڪ ڊرامو ريڊيائي پڻ لکان پيو. شايد ان لوڪ ڪهاڻيءَ جي بنياد تي پارت مِر 'سارنگا' نالي فلم بہ بنجي چُڪي آهي.

هاڻي اوهين ئي ٻڌايو تہ ڇا نقل ڪيان ۽ ڇا لکان؟ آيس مزي مِر تہ ڏينهن رات هڪ ڪري سڀ ڪمر چُڪائي وننديس. بهرحال منهنجي پسنديده "وجايل ڏنڌ" اوهان کي ڏيکاري اُن تي راءِ ضرور وننديس.

پليجي ڏانهن هڪ ميار اٿم، جو پاڻ ڪتاب "انڌا اونڌا ويچ" ڇپايائين پر هڪ ڪاپي نہ موڪليائين. اسان کي ڪهڙي خبر تہ ڪهڙا ڦاڙها ماريا اٿس ۽ هاڻ اوهان اها ميار وٽس پهچائي ڇڏيندا. ڪيس سلام عرض آهن. پنهور کي پڻ سلام عرض آهن. (B.A. (Part 1 ۾ پاس ٿيو آهيان.

والسلام عبدالقادر جوڻيجو

[نوٽ: ٣-١٢-١٩٦٧ع تي حيدرآباد ۾ مليو، - محمد ابراهيم]

حيدرآباد ، سنڌ
١ - ١٢ - ١٩٦٧ع
پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

تنهنجو خط هِتي ٿين تاريخ مليم. مون کي پهرينءَ تاريخ کان موڪل ملي. رمضان جي عيد تائين هتي هوندس. بي. اي. جي پارٽ پهرئين ۾ پاس ٿيو آهين. مبارڪ هجيئي. ٻيو ته، جيڪي خط ۾ لکيو اٿيئي ته لکين ۽ پڙهين پيو، تنهن مان مون واريءَ ڳالهه جي تصديق ٿئي ٿي ته پورهيت ماڻهو ساهي پَٽي، وري جو ڪم کي لڳندو آهي ته ڪم جا لاهَ ڪڍي ڇڏيندو. سو تو اينرو ڪجهه پڙهيو آهي ۽ لکيو آهي- گذريل ٿورڙيءَ مدت ۾- ان ڳالهه تي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. ان جون ٻه توکي مبارڪون هجن. باقي مون وارو خط، سو جيڪڏهن هيلتائين نقل ڪري سگهيو هجينس، ته مهرباني ڪري ڏياري موڪلج. "سڏوَنت سارنگا" جي ريڊيائي ڊراما پڙهڻ جو ٻه ڏاڍو شوق اٿم. جڏهن پورو ٿئي، تڏهن ترت موڪلج. تڪڙ ڪانهي. پلي پهريائين پنهنجي مُداوَ تي پورو ٿئي. رسول بخش پليجو بي ميار آهي. هونئن ٻه اِهو ڪتاب "انڌا اونڌا ويچ" هڪ پبلشرن جي هتي جماعت آهي- اينسئڪلو پيڊيا پبليڪيشن- تن ڇاپيو آهي. اڍائي روپيا قيمت رکي اٿنس. جُملي ١٦٠ صفحا اٿس. ڪنهن يار دوست کي خاص ڪونه تحفي طور ڏنو اٿن. مون کي هڪ ڪاپي رسول بخش پاڻ ڏني هئي. جو ڪيس ڪي ست اٺ ڪاپيون مليون هيون. ان کان علاوه مان پاڻ هِتي ۽ جيڪب آباد ۾ دوستن کي ڏيڻ لاءِ هيلتائين پنج ڪي ڇهه ڪاپيون پيسن تي بڪ اسٽالن تان- سو ٻه ريلوي بڪ اسٽالن تان- وٺي چڪو آهيان. ڪتاب ته اهڙو آهي، جو ضرور پڙهجي ۽ سنگت سات کي ۽ دشمن دوست کي ٻه پاڙهجي. سو لاچار ونٺو ۽ ڏيٺو ئي پوي ٿو. منهنجي ليکي ته توکي هيستائين ڪاپي ڪيئن نه ڪيئن هٿ اچي ويئي هوندي. توڏانهن آءُ اِها هڪ ڪاپي وٺي ڏينهن ٻن ۾ ڏياري موڪليندس.

مون مهيني جي موڪل ڏندن جي علاج لاءِ ورتي آهي، سو چوٿينءَ تاريخ کان دندان ساز ڊاڪٽر جي حوالي آهيان. علاج مهينو کن لاڳيتو هلندو. سڄو ڏينهن گهر ۾ ويهڻو ٿو پوي. پڙهڻ لکڻ جو ڪم مڙيئي دلپسند مشغلي طور ڇڱو ٿي سگهي ٿو.

الف.ج جو خط "بادل ۾" اٿم جي نالي پڙهيو هوندئي. هيءُ همراهه اينرو

سادو ۽ سڌو ناهي جيتري قدر پاڻ کي دوستن وٽ ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هونئن پوليس (جاسوسي)، اطلاعات ۽ ريڊيو اُهي محڪما آهن جيڪي چوويهہ ئي ڪلاڪ خدمت گذاريءَ طور ڪوڙ گهڙيندا، سچ کي بي آبرو ڪندا. طاقت ۽ حڪم جي پرستاري ۽ پذيرائي ڪندا رهندا آهن. سو انهن سان وابستہ ڪنهن شخص کان خلوص، ترقي پسنديءَ يا انقلاب دوستيءَ جي اميد رکڻ چريائي آهي. بلڪ اها انهن جي فرض ادائي ۾ شامل آهي تہ مخلص، ترقي پسند ۽ انقلاب دوست اديبن ۽ ڪارڪنن سان لاڳاپو، سنگت ۽ همنوا ئي پيدا ڪن تہ جيئن پنهنجي منصبي فرض کي وڌيڪ ڪاميابيءَ ۽ هوشياريءَ سان ادا ڪري سگهن. اسان دوستن اهو خيال ڪيو آهي تہ هن کي تمام ٿڌي نموني ۾ پليجو جواب ڏئي، ۽ هونئن ڳالهہ کي وڌيڪ نہ ڇيڙجي ۽ چاڙجي، جو ائين ڪرڻ سان فوري طور وڌيڪ نقصان ٿيندو ۽ شايد مخالفن کي وڌيڪ فائدو ٿئي.

پنهنجي حال احوال کان واقف ڪندو رهج. اميد تہ هر طرح سان خيريت سان هوندين.

سلام ۽ پيار سڀني دوستن جا رسن.

تنهنجو

محمد ابراهيم

٩-١٢-١٩٦٧ع

عبدالقادر جوڻيجو

پوسٽ آفيس ڳوٺ جنهاڻ،

فضل پنهيرو

ضلعو ٿرپارڪر.

۲۰ - ۱۲ - ۱۹٦۷ع

پيارا سائين!

اوهان جو نئينءَ ائڊيپين سان لکيل خط مليم. آءٌ جواب ۾ بہ نئينءَ انڊيپين سان خط لکان ٿو. مون جيڪي ڪجهہ لکيو پڙهيو آهي اُهو پڙهڻ کان اڳ معلوم ڪري اوهان کي خوشي ٿي، مون کي پلا ان کان وڌيڪ کهڙي خوشي ٿيندي! مون کي هونئن ٿي اِني جا يار spiritual son of Joyo چوندا آهن. ڪٿي ٺوڪ طور چون، پر آءٌ ارهو ڪونہ آهيان. امر واري خط جو ذڪر اوهان ڪيو آهي، آءٌ تہ "بادل" کي بند سمجهيو وينو هوس، پوءِ تہ الاٽي ڪيئن نڪتو؟ ڪير ايڊيٽر اٿس؟ امر جا لکيو آهي، اُها خبر ٿي نہ اٿم. جاڻ جو تہ ڏاڍو شوق اٿم. پليجو جواب ٿو ڏئي. ڏاڍو سنو.

تازو "سهڻيءَ" جا ۱۵ ۽ ۱٦ نمبر مليا اٿم. بنديل آهن. انسان دوست اديب دوستن سان ڦٽائي اٿن، هاڻي منهن ڏسن پنهنجو آرسيءَ ۾. آغا بہ جيڪي بہ ڪهاڻيون لکيون سي لکيون. اڳينءَ "شڪست جي آواز" ۾ شڪست ئي هُئي. هن ڪهاڻيءَ ۾ آغا پنهنجو ماڻُ پهرين سڻن صفحن تي رکيو آهي: پويان ڏگهو پوڇڙ زوريءَ ڳنڍيو اٿس، جنهن سڄيءَ ڪهاڻي کي چالو مال ڪري ڇڏيو آهي. امر جليل کي هينئر ان ڳالهہ سنايو تہ هو صاحب ترقي پسند نہ آهي: ان احساس هيٺ سندس ٿي تعصب هيٺ پنهنجيءَ ڪهاڻيءَ کي ڇپياتي اڌ--مُئو ڪري ڇڏيو اٿس. باهريون ذاتي دٻاءُ تہ فن جو خون هوندو آهي. باقي مزاج ڇپيو اٿن. ان ۾ بہ بقول ڊاڪٽر عاليہ امام تہ "پهکڙي ہے". جيستائين انهن دوستن تي اِهو نظرياتي تعصب رهيو تيستائين پنهنجي فن جو خون ڪندا رهندا.

ها سو ڳالهہ ٿي ڪيم تہ همراهہ وڃن ڪنڌ تي چڙهندا. هينئر مات ڪري ويهي مٺي ڪنهڻ مان ڪجهہ ڪونہ ورندو. مون خيال ڪيو هڪ خط ٿو لکان "سهڻيءَ" کي جو گهٽو ڪري ڇپيندا تہ ڪونہ، جيئن اڳ ڪيو هئائون. پر چوڙيونس ٿا ڦٽاڪو، وڃهون ٿا ٻاڪاٽاڙو. ملهون بہ ملهن جهڙيون ٿينديون. ڪِهَ بہ راڄ ڏسندا. همراه مورڳو چڙهندا ٿا اچن. جيئن تہ هن خط ۾ "سهڻيءَ" جي پوين پرچن تي راءِ آهي، ان ڪري اخلاقي فرض جاڻي ڪين ٿي لکبو. جونہ اِهي يار اِهو طعنو هڻندا وتن تہ اسان هنگامي ادب پيا پيدا ڪريون ۽ پاڻ سڳورا وري سنجيدو ادب پيا لکن ۽ لکائين. تہ ڪين اِهو بہ ٻڌائي ڇڏبو تہ سنجيدگي رڳو اوهان جي

امانت نہ آهي. مون هيءَ خط تنقيدي سوچي سمجهي، نرميءَ ۽ سنجيدگيءَ سان لکيو آهي. عام سجاڳ پڙهندڙن کي نہ غير جانبدارانہ لڳندو، پر انهن يارن کي جوچڙي لڳي وئندي. پوءِ وري ڏسنداسون سندن سنجيده جواب. انهيءَ هوندي بہ مون کي ٻن ٽن سوالن جو جواب لکي موڪليندا تہ ڪيئن ڪجي. (١) اهو تہ اوهان مناسب سمجهو نہ آءٌ خط موڪليان، جي نہ تہ اُها ڳالهہ ڪجو. (٢) اهو تہ اوهان مناسب سمجهو تہ "سهڻيءَ" ۾ ڇپجي تہ واه، نہ تہ نهيو. ۽ (٣) اهو تہ پليجي نہ جيڪا ڪهاڻي 'جتي باد بري' لکي هُئي، اُها منهنجي نظر ۾ گهٽو داخلي آهي، جو سونا ۽ اُميءَ جي اندر جي اُپٽار ڪيل آهي. پر انهي حالُو چالو لفظ "داخليءَ" مطابق داخلي آهي يا نہ اها ڳالهہ پليجي کان بہ پڇجو ۽ پوءِ مون کي جواب موڪلجو. اتي هن خط جو گهڻو ذڪر نہ ڪجو. جو اِهي يار ائين سمجهندا تہ خط ڪنهن صلاح هيٺ دوستن گڏجي لکيو آهي "سهڻيءَ" کي خوار ڪرڻ لاءِ وغيره. ننڍڙيءَ دل وارا آهن نہ!

ها! پيو عرض تہ "روح رهان" جا پرچا آءٌ هميشہ ميرپورخاص ايندڙن ويندڙن کان گهرائيندو آهيان. پر هن ڀيري اتفاقاً سيپٽمبر، آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر جا پرچا نہ گهُرائي سگهيو آهيان. منهنجي مالي حالت جي تہ خبر اٿو. تازو "سهڻي" جي وي پيءِ ڦٽي ڇڏيو اٿم، ۽ حيدرآباد جو چڪر بہ ان سبب ڪري هڻي نٿو سگهان. گهر جي بيماري مطالعي جي بہ اجازت نٿي ڏئي. اوهين مهرباني ڪري اهي پرچا مون کي وي پي موڪليندا. ترقي پسند ادب جا آهي اُها مون کي خبر آهي، ريڊيو جي عاليشان عمارتن ۾ ويهندڙن کي ان جو ڪهڙو پتو؟

اڄڪلهہ سنڌي ادبي بورڊ جو ڪهڙو رخ آهي؟ ڪم ٺيڪ هلي ٿو يا نہ؟ ٻين يارن دوستن جي حال احوال کان واقف ڪندا. مون واري يار شوڪت جي بہ پارت اٿو- اوهان کي ۽ رباني‌ءَ کي بہ. يار محمد پنهور ڪهڙن حالن ۾ آهي؟ "طول عمره اڄڪلهہ ڇا پيو ڪري؟ آهي حال ۾ يا ڪي اِسڪرو ڍرا ٿيندا وڃنس. سربستو حال احوال موڪليندا.

سلام سڀني دوستن کي عرض.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

-هُو خط بہ نقل ڪري موڪلبو، سگهو.

جنهان،

۱ فيبروري ۱۹٦۸ع

پيارا سائين!

معاف ڪجو، جو خط ڏاڍي دير لاءِ پيو لکان. سُستي پُني نئي چڙي. دل چوندي آهي تہ اوهان ڏانهن ڪو خط لکجي تہ، بقول اوهان جي، 'هُجن پيرائتا احوال ۽ پيرائتيون ڳالهيون.'

پيرائتي ڳالهہ هيءَ آهي تہ مئزيتي ٻيا حياتيءَ جي نيلهي ڪي نيلهيون. حيدرآباد ۾ اوهان مون کان هڪ بزرگ ۽ همدردانہ رويو رکندڙ جي حيثيت ۾ پنهنجي 'ذات' متعلق سوال پڇيا ۽ مون اٽپورا مختصر جواب ڏنا جا عادت اٿم، جا چاهڻ جي باوجود ترڪ ڪري نہ سگهيو آهيان.

بس احوال هيءَ تہ بورزوا طبقي جو ماڻهو هوس ۽ هاڻي حالت ڪمزور آهي. اهوئي سبب آهي، جو آءٌ ذهني پريشانين ۾ گهڻو ورتل آهيان- اهڙيون ذهني پريشانيون، جن جي الف کان بہ اوهين واقف نہ آهيو. ڪڏهن ڪڏهن حياتيءَ کي تڄ سمجهندو آهيان.

اوهان پنهنجي حال کان واقف ڪندا.

دوستن جا حال احوال وغيره وغيره.

سراج وارن جو رسالو ڪڏهن ميدان تي ايندو؟

اوهين تمام پري وينا اهيو. هيڏانهن ڪٿي ويجهي بدلي ڪرائي اچو تہ بہ چڱو.

هُو ڪتاب Soviet Literature پڙهي سگهيا هُجو تہ "انڌا اونڌا ويچ" سميت موڪليو.

ساليانو امتحان ڪرائي ڇڏيو اٿم، واندڪائي گهڻي آهي.

هڪ مزاحيہ ڪهاڻي 'فيصلو' لکي هُيم، جُا "سهڻي" وارن جي خط تي خط اچڻ سببان موڪلي ڏني اٿمان. آهيان تہ روئڻو، سو اِن مزاحيہ ڪهاڻيءَ مان مون کي تہ ڪجهہ نہ وڻيو. ڪهاڻي "وڄايل ڏند" سگهي اوهان ڏانهن موڪليندس. احوال سگهو ڏيندا.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

جيڪب آباد

٢٧ فيبروري ١٩٦٨ع

پيارا عبدالقادر!

تنهنجو هڪ خط ڪافي ڏينهن ٿيا، جو پهتل آهي. جواب نہ ڏنو اٿم، اُن لاءِ افسوس اٿم. معافي ٿو گهران.

توکي پڪي ڏک ٿيندو تہ منهنجي بدلي، اوچتو ئي اوچتو، پشاور ڪئي اٿن. ٢٣ تاريخ شام جو دائريڪٽر ايجوڪيشن، حيدرآباد کان تار پهتي، جنهن جو متن هيءُ هو:

"Please hand over to the 1st Assistant and report to the Director Education Peshawar today without availing joining time"

وري ٢۴ تاريخ تار آئي تہ:

"Please report compliance."

مون دائريڪٽر کي لکيو آهي تہ هڪ ريجن مان ٻئي ريجن ۾ ڪلاس ٽُو آفيسرن جي بدليءَ جا اختيار گورنمينٽ کي آهن ۽ نہ ڪيس: تنهنڪري جيڪڏهن ڪو گورنمينٽ جو اهڙو آرڊر وٽس آيل آهي، تہ ان جي ڪاپي مون ڏانهن موڪلي، تہ اُن تي آءٌ گورنمينٽ کي عرضداشت ڏيئي گهران ٿو تہ پنهنجي فيصلي تي نظر ثاني ڪن ۽ بدليءَ جا آرڊر واپس وٺن. اهو بہ لکيو مانس تہ مون کي موڪل جا بہ مهينا پگهار نہ مليا آهن، سو پئسو ڪونہ اٿم: تنهنڪري هڪ مهيني جو اڳواٽ پگهار ۽ پتي ياڙي جا پئسا اڳواٽ منظور ڪري ڏنا وڃن: ساڳيءَ ريت جائننگ ٽائيم بہ ڏنو وڃي. فوراً تار رستي جواب آيو تہ "جائننگ ٽائيم ڪونہ ملندو، باقي مهيني جو اڳواٽ پگهار ۽ ٽي اي جا پئسا اڳواٽ منظور ڪيا پيا وڃن." وري بہ تاڪيد ڪيو اٿن تہ "فوراً چارج ڇڏي، پشاور پاڻ کي پيش ڪري، رپورٽ ڪر!"

انهن ڳالهين مان تون سمجهندين تہ هاڻي هي عاليجناب پاڻ کي وڌيڪ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن. منهنجي هوندئن بہ نوڪري باقي اڍائي سال آهي. انهن مان آخري ١٢ مهينا ارادو هوم تہ رٽائرمينٽ جي موڪل وٺندس. تنهن جي معنيٰ تہ مون کي باقي ڪو ڏيڍ سال ئي نوڪري ڪرڻي آهي. هوندئن بہ گهٽي ۾ گهٽو ڪٽي نوڪريءَ مان ڪيندا- بيو ڇا ڪندا. نوڪريءَ تان لاهڻ بعد بيو ڪو هو قدم کڻن تہ بہ ڪٽي سگهن ٿا. اُن لاءِ بہ پاڻ تيار آهيون. "جا آئي، سا برسر منٽي

تي!" تقدير جو ماريو ويچارو سنڌي ائين چوندو آهي.

ٻيو سڀ خير آهي. خط لکندو رهج. هن ئي ائڊريس تي لکي موڪليندين ته به جتي ويندس، اُتي ري-ڊائريڪٽ ٿي اچي ملندم. ٻئي هنڌ ويس، ته اُتان جي ائڊريس توڏانهن اُماڻيندس.

اميد ته تون هر طرح خيريت سان هوندين.

تنهنجو

محمد ابراهيم

کوهات
١٩ مارچ ١٩٦٨ع
پيارا ياءِ عبدالقادر،

آءٌ پانيان ٿو تہ پنجين يا ڇوٿين تاريخ هن مهيني جي جيڪب آباد مان يا ان کان پوءِ ڪنهن تاريخ تي حيدرآباد مان تو ڏانهن خط لکيو هوم، جنهن ۾ توکي اطلاع ڏنو هوم تہ سرڪار بهادر منهنجي بدلي پشاور ڪئي آهي. اميد تہ اهو خط توکي مليو هوندو. عيد حيدرآباد ۾ گذاريم. ڇهين تاريخ شام جو جيڪب آباد ۾ چارج ڇڏي ستين تاريخ اُتي پهتو هوس. ١٣ تاريخ پشاور پهتس. اُتي ڪوهات جي گورنمينٽ ٽيچرس ٽريننگ اسڪول جي پرنسپال جو آرڊر مليو، ۽ ١٤ تاريخ شام جو هتي پهچي، اچي چارج ورتي اٿم.

ڪوهات جو شهر پشاور کان ٤٠ ميل ڪن پري آهي. اسان جو اسڪول ڪوهات کان ڇهہ ميل پري آهي. اسڪول جي چوڌاري هڪ ميل، ٻن ميلن ۽ ٽن ميلن تي ٽي ڳوٺ آهن. جتي اسڪول جي بلڊنگ آهي اُتان چئن ئي پاسي ڏسجي ٿو تہ ڇوڦير جبل ڏسجن ٿا، ۽ انهن جي وچ ۾ وسيع ايراضيءَ ۾ سنئين سڌي زمين آهي، جنهن تي هن وقت هر هنڌ ڪڻڪ ۽ جانبي جا فصل نسريا بيٺا آهن. هتي هنن ڏينهن ۾ بهار جي موسم پنهنجي جوڀن تي آيل آهي. نهايت سهڻي موسم آهي. ۽ ماڻهو، جن سان ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، سي بہ سڀ ڏاڍا قربائتا ۽ نيڪ طبع ڏسجن ٿا. هيءُ اسڪول اسان جي ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جهڙو آهي. هتي ١٥٠ ڪن شاگرد جي. وي. ٽريننگ لاءِ ۽ ٥٠ ڪن شاگرد سي. ٽي. ٽريننگ لاءِ آيل آهن. سڀ پٺاڻ آهن. هڪڙو بہ اهڙو ڪونهي، جنهن جي مادري ٻولي اردو هجي. منجهانئن ڪي اهڙا بہ آهن، پر تمام ٿورا، جن جي مادري ٻولي 'هندڪو' آهي. جيڪا پنجابيءَ سان ملندڙ جلندڙ آهي. هنن کي سڄي تعليم اردوءَ ۾ ملي ٿي، ۽ ڪين بہ پنهنجن اسڪولن ۾ ٻارن کي اردوءَ ۾ پاڙهڻو پوندو. هنن مان ڪن کي ١٥ روپيا ماهوار اسڪالر ملي ٿي، ۽ جيڪي اڳ نوڪريءَ ۾ هئا ۽ اُتان چونڊجي آيا آهن، انهن کي پڙهڻ جي موڪل اڌ پگهار سان، جيتري سندن نوڪريءَ جي عرصي ۾ جمع ٿي هوندي، اوتري ملي ٿي- يعني ڪن کي ٻہ مهينا تہ ڪن کي ٽي مهينا، ۽ وڌ ۾ وڌ هنن کي ڇهہ مهينا اڌ پگهار ملي ٿو- بس. هنن مان ڪيترا تہ اهي بہ آهن جيڪي پنهنجي خرچ تي پڙهڻ آيا آهن، ۽ انهن

ڪي سرڪاري طور ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو ملي. ٽريننگ اسڪول سان گڏ پريڪٽسنگ اسڪول موجود ڪونهي. عملي سبق پاڙهڻ لاءِ استادن ۽ شاگردن کي پاسي وارن ڳوٺن جي اسڪولن ۾ پنڌ وڃڻو پوي ٿو. هاسٽل موجود آهي، پر نہ پرنسپال لاءِ (اسڪول جي هيڊ ماستر کي پرنسپال جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو) ۽ نہ هائوس ماستر لاءِ ۽ نہ ڪو بين ماسٽرن لاءِ ئي ڪا رهڻ جيءَ جاءِ نهيل آهي. حالانڪ هيءَ اسڪول هڪ رهائشي اسڪول آهي. پڙهائيءَ ۽ ڪم جو معيار هتي البت ڏاڍو سنو ۽ تسلي بخش معلوم ٿو ٿئي. پرائمري ماسترن جا مسئلا ۽ انهن جي نفسيات، جيئن هتي نظر آيم، ايئن ئي، ڪنهن ٿوريءَ ڦير گهير سان، اتي حيدرآباد ۾ منهنجي مشاهدي ۾ آيل آهي- ۱۹۴۹ ۽ ۱۹۵۰ع ۾ جڏهن اُتي ڪاليج ۾ ماستر هوس ۽ هاسٽل ۾ هائوس ماستر بہ هوس. هتي هنن زير تربيت استادن کي ڏسي، تون ڏاڍو ياد ٿو اچين، ۽ توسان گڏ سڀ اُهي سنڌي اسڪولن جا ماستر بہ جن سان واقفيت رهي اٿم. هتي، خبر نہ آهي تہ ڇو، پر حقيقت آهي تہ ڪابہ اپاڻڪائي ۽ اڪيلائي ڪانہ ٿو محسوس ڪريان. جيتوڻيڪ سنڌ ۽ سنڌ جا دوست، عزيز ۽ سائي هر هر دل تي تري ٿا اچن، بلڪ ائين تازا توانا دل ۾ موجود رهيا ئي بيٺا آهن. جلا وطني آهي، سا ڪنهن ريت گذارڻي آهي- خوش ٿي بہ گذارڻي آهي ۽ رنج ٿي بہ گذارڻي آهي. دل کي خوشي ۽ خاطري هن ڳالهہ جي آهي تہ ڪا ڳالهہ آهي، جنهن لاءِ هيءُ ڪجهہ سهڻو ٿو پوي- ۽ اها تحقيق اهڙي آهي، جنهن تي فخر ڪري سگهجي ٿو-

خوني نہ ڪرده ايم ڪسي رانہ ڪشتہ ايم
جرمم همين ست عاشقِ روي تو گشتہ ايم

مارئيءَ جي ميلي تي جيڪو تو مضمون پڙهيو هو، اُهو شايد محمد بخش جوهر پنهنجي "سنڌي دائجسٽ" ماهوار ۾ ڇاپي رهيو آهي. ممڪن آهي تہ هيستائين اُهو پرچو شايع بہ ٿي ويو هجي. پرچو ڇپجي، تہ پڙهي، پنهنجو ردعمل توڏانهن لکندس. پر حيدرآباد ۾ ٻڌو هوم تہ جيڪي ڪجهہ اُتي پڙهيو ويو هو، اُن مان گهڻو ڪجهہ ڪاٽي، فقط اُهي چيزون "سنڌي دائجسٽ" ۾ ڇاپيون پيون وڃن جيڪي "نيڪ" هجن! مير محمد بخش صاحب، جيڪو ايتريءَ نندهيءَ سان ميلي جو اهتمام ٿو ڪري، اُهو پاڻ حس نہ آهي تہ ڇو ميلي جي ڪارگذاري، مقالن ۽ مشاعري جي شعري مواد سميت، جدا ڪتاب جي صورت ۾ نہ ٿو ڇپائي ۽ شايع ڪرائي. يا هن کي رڳو ميلي جي لڳارائڻ ۽ ڪجهہ وڏيڪ ماڻهن ۾ نمايان ٿيڻ جي

خواهش آهي ۽ بس. بهرحال، جو ڪجهہ "سنڌي ڊائجسٽ" ماهوار ۾ مواد ڇپبو سو بہ اميد آهي تہ پڙهڻ جهڙو ۽ ڪارآمد مواد هوندو.

اسان کي جون جي مهيني ۾ وئڪيشن آهي. ان تي ارادو آهي تہ حيدرآباد اچجي. جون جي آخر ۾ شايد هيءُ اسڪول بند ٿيندو. ان کان پوءِ ڪجهہ ڏينهن امتحان هلندا، ۽ پوءِ هتان نڪري سگهبو. شايد جولاءِ جي ڏهين پندرهين تاريخ تائين حيدرآباد پهچي وينداس. پوءِ جي قسمت ٿي تہ اُتي ملي سگهبو ۽ روبرو ڪچهري ڪنداسين.

هاڻي، جو آءٌ هيڏانهن اينرو پري آهيان، سو جيڪي چيزون ادبي رسالن ۾ ڇپبيون رهنديون، انهن کان بہ پوريءَ طرح شايد باخبر ۽ واقف نہ رهي سگهان. سو تون مهرباني ڪري، گهٽ ۾ گهٽ جيڪي تنهنجا مضمون يا افسانا ڪٿي بہ ڇپيا رهن، انهن جي حال احوال کان ضرور مون کي واقفيت ڏيندو رهج.

"سهڻي" ۽ بين سلسلن کي بند ڪرڻ جا معاملا ٿيا هئا، پر ڏسجي ٿو تہ همراهہ اِهو ڏڪ تہ سهسائي ويا آهن ۽ 'سلسلي' جي نالي بدران 'پبليڪيشن' جي نالي ۾ ڪتاب نمبر پهريون، ٻيو وغيره، الڳ الڳ ڪتابي نالن سان شايع ڪندي رهڻ جو ارادو رکن ٿا. ان طريقي سان "سهڻيءَ" وارن هڪڙو ڪتاب تازو ڪڍيو بہ آهي. "روح رهاڻ" آهي. جو اجا رسالي جي صورت ۾ نڪري پيو، پر "درياءَ جي ڪپ تي چوري ڪُڏي، اڄ نہ ٻڌي تہ سڀان ٻڌي" واري ڳالهہ آهي. شال دشمنن جي بدنظرن کان بچي وڃي! هن مارچ واري پرچي ۾ اياز جا گيت "هي گيت اجايل مورن جا" جي نالي سان اچن ٿا. انهن تي مهاڳ وري بہ منهنجو لکيل آهي. پرچو ڇپجي ۽ هٿ اچيئي، تہ راءِ کان واقف ڪج. "روح رهاڻ" جو ميلو بہ شايد مارچ يا اپريل ۾ ڪرڻ وارا هئا- پر "تنز تنز تي طوفان، الو ميان، ناوَ هلي آ گيت ڪٿي!" وارو معاملو آهي. ڏسجي تہ ڪيستائين ۽ ڪيتري قدر اسين پنهنجي ٻوليءَ، ادب ۽ ديس جي سلسلي ۾ اڳتي وڌي سگهون ٿا ۽ سَهي سگهون ٿا.

اميد تہ تون هر طرح خوش چڱو ڀلو هوندين. اوهان جي خوش چڳيلاڻيءَ ۽ خيريت جو خيال ڪندي، ٿر جي مينهن جو ضرور ويچار اچي ٿو. هتي تہ گذريل ٽن ڏينهن کان هر روز شام جو مينهن وسڻ شروع ڪري ٿو، سڄي رات وسي ٿو ۽ صبح جو بس ٿو ڪري. ڪالهہ ۽ ٽيون ڏينهن تہ ڳڙا بہ ڪريا هئا. ٽيون ڏينهن شام جو اڌ اڌ پاءُ جا وڏا ڳڙا بہ ڪريا هئا- هيڏا وڏا ڳڙا مون ڪڏهن عمر ۾ ڪونہ ڏٺا. هتان جا ماڻهو بہ چون ٿا تہ ايڏا وڏا ڳڙا هنن بہ ڪڏهن ڪونہ ڏٺا هئا. موسم جي

حالت اهڙي آهي، جهڙيون پانهن وٽ نومبر جي آخر ۽ ڊسمبر جي شروع ۾ ٿڌيون پونديون آهن. اهڙيون ئي ٿڌيون راتيون ۽ ڏينهن اڄڪلهہ هتي آهن. چون ٿا تہ مينهن ٻن چئن ڏينهن ۾ بند ٿيندا تہ ٿڌ گهٽجي ويندي ۽ پوءِ سڄو اپريل جو مهينو بهار جي دلپسند موسم ۽ هوا رهندي-- ۽ هن سال چون ٿا تہ شايد مئي جو مهينو بہ بهار جي موسم جا آثر قائم رهن، جو سيارو ڪجهہ وڌيڪ وقت قائم رهيو آهي.

مهرباني ڪري پنهنجي حال احوال کان واقف ڪندو رهج. جيئي سنڌ! اهو سلام پنهنجن سڀني دوستن ۽ ساٿين کي ڏيندو رهج،

تنهنجو

محمد ابراهيم

جنهاڻ (٥١)

۲۰ مارچ ١٩٦٨ع

پيارا سائين!

هڪ خط اڳ لکيو هوم، جو اُميد تہ اوهان کي مليو هوندو. هيءُ خط جيڪب آباد جي ائڊريس تي موڪليان ٿو، جو اميد تہ ڦري گهري اچي اوهان کي ملندو ۽ اوهان موٽ ائڊريس سميت موڪليندا.

آءٌ هڪ بخار مان اُٿي هلڻ جهڙو مس ٿيس، تہ ٻہ مٿان وري بخار اچي ويو ماتا سميت. هينئر طبيعت نيڪ ٿيندي پيئي وڃي. وچ ۾ هڪ رات اهڙو تہ زور سان بخار آيو، جو بيهوش ٿي ويس. شاعر سڳورا تہ بهارن جي پنيان لفظن جون لنيون کڻي ڪاهي پوندا آهن ۽ سنڌ جي بهار جون تجريدي آرٽ جهڙيون عجيب غريب نہ سمجهہ ۾ ايندڙ تصويرون ڪڍندا آهن. مون پارو نئون ماڻهو تہ اِهي بهارون پڙهي بتال ٿي ويندو آهي سُر ڪان. ڪٿي بلبلين جا نغما، ڪٿي بهارن سان ماڻهو بخار ۾ سَڙهيا پيا آهن، رارِيءَ گوڏا ڦٽي ڇڏيا آهن، گلن جي خوشبوءِ تہ الائي، باقي مـي وات ۾ ڏندن هيٺان ڪنجهندي پيئي آهي.

اسان واري پاسي ماتا دَرَ پُور ڪري ڇڏي آهي. ڳوٺن جا ڳوٺ سَڙهي ڇڏيا اٿس. ڪنهن ڪنهن ڳوٺ ۾ ويهہ موت بہ ٿيا آهن. هڪ گهر جا ۹ ٻاتي ختم ٿي ويا. اِها ڳالهہ آءٌ ٽر جي الهندئين پاسي جي ٿو ڪريان. اسان وٽ جزوي ڪيس ٿيا آهن.

اسان جي پاسي جي زمين هڪ بروچ مقاطعي ۾ ڪنئي هُئي، جو ڪيس ٻنيءَ نائين ڀاڻي پهچائڻ جي طاقت آهي. مون بہ ان لاءِ سوچيو تہ جوڙو وني ڦٽيون ڪرايان، تہ حالتون سڌرنم. پر ڏنم جڏهن ڏِڳن جو مُلهہ، تڏهن ماٺڙي ڪري ويهي رهيس. سوچيان پيو شايد ڪٽڪون ڪرائي سگهان (آئينديءَ موسم ۾)

B.A. Final جا فارم-پرائڻ لاءِ آءٌ اپريل جي شروعات ۾ حيدرآباد ويندس. ظاهر آهي تہ اوهان سان ملاقات ٿي نٿي سگهي. جڏهوڪا مينهن تڏهوڪا پاڻي. اوهان تہ سنڌ جا وڻ ڇڏي ويا. اِتي پشاور متعلق لکندا رهندا. پانيان ٿو پنهنڻ ماڻهو قربائتا ضرور هوندا ۽ اوهان جي مُڙسي بَرَ ڪي بہ سرسبز بنائي ڇڏيندي. حال احوال لکندا رهندا، سگهو.

ٻشال خوش هجو.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

کوهاٽ
٣١ مارچ ١٩٦٨ع
پيارا ڀاءُ عبدالقادر-

تنهنجو خط جيڪب آباد جي ائڊريس تي موڪليل ٻه چار ڏينهن ٿيا ته مليو- هتي ڪوهاٽ ۾. ان کان اڳ هتان مون توڏانهن خط لکيو هو، سو اميد ته توکي مليو هوندو.

ايڏانهن ماتا جي بيماريءَ بابت تنهنجي خط ۾ پڙهي، نهايت ڏک ٿيو. تو لکيو آهي ته توکي پڻ ماتا نڪتي هئي، وڏيڪ ڪونه ٻڌايئي ته ڪيتري قدر نڪتي هئي ۽ هاڻي تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي. سو البت اُلڪو ٿي ٻنو آهي ته شال تون خيريت سان هجين. خط مختصر لکيو اٿيئي، سا ته فطري ڳالهه آهي، جو طبيعت ۾ ناخوش هوندين. وڏيڪ ماڻهو لکي به ڇا ٿو سگهي. مهرباني ڪري، هاڻي هن خط پهچڻ سان پنهنجي خير عافيت جو احوال ڪجهه تفصيل سان لکي موڪلج. اميد ته تون هاڻي هر طرح خوش هوندين.

بهار جي موسم جو ڪجهه مون به پنهنجي اڳئين خط ۾ ذڪر ڪيو هو. توکي شايد اهو ناگوار لڳو هوندو، جو هڪ ته تون پاڻ ناخوش هئين، ۽ ٻيو ته اتي اوهان وٽ، جيئن تو لکيو آهي، بهار پنهنجا انداز اينترا دلبريءَ وارا ڪونه ٿو رکي- ۽ وڏيڪ هن سال وري ماتا جو مرض به ايڏانهن اينترو عام جام هو جيترو تو ٻڌايو آهي. پر، مئا ، هتي هن پاسي بهار پنهنجي اصلي دلڪش انداز ۾ موجود رهي ٿو، ۽ فبروريءَ جي پڇاڙيءَ کان سڄو مارچ ۽ اپريل پڻ هلي ٿو- ڪم از ڪم مون ائين سمجهيو، جيتوڻيڪ هتان جا عام ماڻهو ان باري ۾ واقعي ٻيو ڪجهه سوچيندا هجن، سو عين ممڪن آهي. "پاڙي ناهه پروڙ ته ڪارات رنجائي گذري!" اها حالت اسان جي پورهيت عوام جي هر هنڌ آهي. پر هڪ ڳالهه ته حقيقت طور هتي موجود آهي ته موسم ۽ قدرت جا منظر هتان جا، هن موسم ۾، بنهه دلپذير آهن.

تو لکيو آهي ته اپريل جي شروع ۾ تون حيدرآباد ايندين، جو امتحان جا فارم ڀرڻا اٿيئي. اسان کي پهرين اپريل يعني سڀاڻي کان وٺي ١٠ اپريل تائين بهار جي ننڍي وئڪيشن آهي. آءٌ هتان اڄ شام جو نائين بجي گاڏيءَ ۾ ويهان ٿو ۽ اڳاري ڏينهن ٻيءَ تاريخ صبح جو ڏهين بجي ڌاري حيدرآباد پهچندس- جو ڪجهه ڪم ٿي پيو آهي، ۽ ڪجهه روح چڪي ڏني آهي. آءٌ اُتان وري خميس ڏينهن ڏهين

تاريخ ٻنپهرن جو گاڏيءَ ۾ موت سفر لا ۔ ِيهندس. سو اِنهن ڏينهن ۾ جي تون حيدرآباد اچي سگهئين تہ ملنداسون ۽ ڪچهري ڪنداسون. نہ تہ بہ خط تہ تون اوئين ٿي لکندين- سو پڙهي، حال احوال کان واقف ٿي، دل کي تسلي ڏبي، ۽ آئنده ملاقات لاءِ انتظار ڪبو رهبو.

زياده خير

والسلام

تنهنجو پيارن سان

محمد ابراهيم

پرائمري اسڪول، جنهاڻ
١ مئي ١٩٦٨ع
پيارا سائين!

حيدرآباد ۾ اوهان سان ملاقات ٿي پر ٿوري. اوهان پليجي جي جاءِ تي سڏا ويا ۽ مون کان ڳالهہ وسري ويئي ۽ آفيس ۾ اوهان جو انتظار ڪري ڪري واپس وڃي سمهي رهيس. بعد ۾ پليجي ٻڌايو تہ جويو صاحب هتي وينو رهيو ۽ اوهان جو انتظار ڪيائين. خير ملاقاتون پوءِ بہ پيون ٿينديون. جشن تي آءٌ حيدرآباد ڪونہ ويس. B.A. Final جو فارم ڀرايم. اُميد تہ گرئجوئيٽ ٿي ويندس. هاڻي سوال اڳيان اچي بيٺو اٿم آئيندي جو. دل چوندي آهي تہ هن پيڙيندڙ غربت کان آجو ٿيان.

ان لاءِ ڪا چڱي خاصي نوڪري (غريباڻي) حيدرآباد ۾ ڪريان ۽ M.A. سنئي ڪلاس ۾ پاس ڪري ليڪچرر ٿي وڃان، يا تہ پوءِ گرئجوئيٽ ٿيڻ کان پوءِ چڱي نوڪري وٺي ويهي رهان- جيئن فوڊ ڊپارٽمينٽ يا ايڪسائيز ٽئڪسيشن ۾ انسپيڪٽري وغيره. بهرحال ان لاءِ دوستن کي تنگ ڪرڻو پوندم. دوست ڪير؟- اوهين پيو ڪير- ان معاملي ۾ اوهان جي راءِ کپيم، ۽ حال سارو مدد پڻ. اُميد تہ ان معاملي جو جواب ڏيندا.

منهنجون هن وقت پنج ڪهاڻيون ۽ هڪ ترجمو ڪيل مضمون مختلف رسالن وٽ پيا آهن. هڪ افسانو "هورو" "روح رهاڻ" وٽ. بہ افسانا "چانهان" ۽ "وجايل ڏُنڏُون" مهراڻ وٽ، "ڪيڏانهن وجو؟" نئين زندگيءَ وٽ، "آءٌ، اليڪٽرڪ پول، ۽ مچُو" سهڻيءَ وٽ. ۽ مضمون "ادب اور سائنس- پروفيسر ممتاز حسين جو ترجمو مهراڻ وٽ، اوهين سڀ پڙهي راءِ ڏيندا، خاص ڪري افساني "هورو" تي.

وڏيڪ عرض تہ ڪافي وقت کان هڪ ڊگهو خط (جو اوهان ڏانهن لکندس) دل ۾ پيو هُريم. جڏهن اُچل اچي، پر سگهي ايندي.

والسلام
عبدالقادر جوڻيجو.

کوهاٽ
١١-٥-١٩٦٨ع
پيارا عبدالقادر،

تنهن ڏينهن سچ پچ مجلس نہ ٿي سگهي، ان جو عجب بہ آهي ۽ ارمان بہ. شيخ صاحب کان پوءِ ٻئي ڏينهن پڇيم، جنهن چيو تہ اوهان پليجي جي آفيس ۾ انتظار ڪري رهيا هئا! بهرحال ٻئي ڏينهن بہ سچي ڏينهن ۾ ملاقات ڪانہ ٿي سگهي. شايد تون پنهنجي امتحان جي فارم ڀرڻ ۽ ڀڄائڻ ۾ پورو هئين ۽ پوءِ ڪنهن پهرينءَ گاڏيءَ ملتي ئي روانو ٿي ويو هئين. آءٌ بہ شام جو پنجين بجي عواميءَ ۾ هيڏانهن راهي ٿيو هوس. ان کان پوءِ روز تو ڏانهن خط لکڻ جو سوچي سوچي، ائين ڏينهن گذري پئي ويا؛ متان تنهنجو خط اچي مليو، جنهن تي ڏاڍي خوشي ٿي.

تون شال گرئجوئيٽ ٿين، ڪا سٺي نوڪري حاصل ڪرين، ايم.اي.پاس ڪرين ۽ ڪنهن ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿين- اها اسڪيم آهي تہ ڏاڍي سٺي ۽ ان ۾ جيڪا مدد پڄي سگهندي سا آءٌ بہ ضرور ڪندس ۽ حيدرآباد جا ٻيا دوست بہ توکي ڪندا. پر آخرڪار هر ڳالهہ ۾ پنهنجي مُرسي ۽ محنت ڪم اچي تہ اچي. سہ تہ غريبن جا دوست غريب ڪا خاص مدد شايد ئي ڪري ٿا سگهن. فوڊ ڊپارٽمنٽ يا ٽئڪسيشن وغيره ڪنهن آفيس ۾ ، ڪاتي ۾ ڪو واقفڪار هڪيو هوندو ۽ اُن ۾ ٿورڙي بہ اميد هوندي تہ هن ڪي ضرور ڀربور انداز ۾ چئبو بہ، منٿ بہ ڪبي ۽ جوائبو بہ: مطلب تہ جتي بہ هٿ پير پڄي سگهندو اُتيُ هٽبو. وڌيڪ جو هوندو سو ٿيندو. نہ تہ بہ سنهنجي اها نوڪري وجي ڪانہ ٿي، ايم.اي تون اتان ۽ ائين بہ پاس ڪري سگهين ٿو. تنهنڪري ڪوشش ڪرڻ فرض آهي، پر گهڻو پريشان ۽ بي صبر نہ ٿبو- چو تہ ان مان فائدي بجاءِ نقصان ٿئي ٿو.

مون ڏانهن تہ دوست پاڻ وارا "روح رهاڻ" بہ ڪانہ ٿا موڪلين ۽ نہ ٻيو ڪو رسالو ئي هتي مليم ٿو. لکيو ٻن چئن ڪي اٿم، پر هرڪو پنهنجي هٻڙدٻڙ ۾ مست ٿيو پيو ڦري. خط بہ ڪونہ ٿا لکن. هتي سنڌي ڳالهائڻ وارو ڪوبهي. سو عبرت اخبار هر روز پڙهيو (منهنجو پٽ منور موڪليندو آهي) ڪڏهن ڪڏهن شاهہ جو دور ڪيو، ڪڏهن پنهنجو پاڻ سان ڪجهہ ڳالهايو ٻولهايو وقت پيو گذاريان. هيترن ڏينهن ۾ بہ پيرا سنڌي ريڊيو اتفاق سان ٻڌو اٿم-، هڪ ڀيرو حيدرآباد جي

اسٽيشن ۽ ٻيو پيرو احمد آباد جي اسٽيشن. مون وٽ جيڪو ننڍڙو ريڊيو آهي. تنهن اتفاق سان جهڙي ورتيون- ۽ سنڌي آواز ٻڌڻ سان طبيعت ۾ ڄڻ بجليءَ جي لهر ڊوڙي ويئي.

اڄ ١٢ تاريخ 'روح رهاڻ' جو سالنامو مليم. تو پڙهيو آهي؟ ضرور پڙهيو هوندئي. اياز جا گيت ۽ نياز جو نظم پڙهي ڏسج. علي بابا جو افسانو بہ پڙهي ڏسج. هن پرچي ۾ تنهنجو تہ افسانو ڪونهي! هوندئن سچو سالنامو پڙهي دل بهار بهار ٿي ويئي آهي. "نئين زندگي" ڪانہ ملي اٿم، "سهڻي" بہ الائي ڪڍڻ ٿا يا نہ!

اميد تہ تون هر طرح خوش هوندين. خط پٽ مڙيوئي لکندو ڪر. اوهان وٽان ڪي خط اڄن ٿا تہ نئون ساهہ پئجيو وڃي. سلام ايڏانهن تنهنجي ڳوٺ ۽ آسپاس ڪنهن لاءِ توکي موڪليان؟ سڀي ٿر کي سلام چئج، جنهن اسان کي مارئي ڏني. ٿر جا مور هاڻي ڪيئن آهن؟ انهن کي بہ سلام ڏج.

ٻيو سڀ خير- تنهنجو خيرانديش،

محمد ابراهيم

٢٩-٥-١٩٦٨ع

پيارا سائين!

ڪافي عرصي کان دل پيئي چوي تہ اوهان کي ڪو تفصيلي خط لکان پر قلم جي واڳ تي الائي ڪنهن جو قبضو آهي! جڏهن جهاب اچي! هونئن ڪهاڻين جا تہ ڍير لڳا پيا آهن. البت اِهي ٿورو اڳ جون لکيل آهن. هينئر اوهان واري ڳالهہ تہ "ساهي پيا پٽيون." هت هينئر ڏينهن جو واهوندي جا سنڌڪا آهن ۽ رات جو وري هيٺ اُپرندي ڪنوٽين جا ڏچا. آڏيءَ کان پوءِ ڪِنوڻِ بہ گهبراٽجيو سمهيو رهي. ڏينهن جي لڳندڙ واهوندي ۾ بہ گهُٽ جو احساس ٿو ٿئي. مون کي پروڪِي وئڪيشن ٿي ياد اچي جڏهن اسان سان گڏ ٿر جي چئني تعلقن جا ماستر منيءَ ۾ قرآن ڪورس پڙهڻ لاءِ ڪنا ٿيا هُئا. اسين راتِ جو سڀ منيءَ جي هڪڙي ننڍڙي هوٽل ۾ ماني کائڻ لاءِ ڪنا ٿيندا هئاسين: پوءِ ڏکڻان اچي ڪنوڻ اُٿندي هُئي ۽ ٻڏل گوڙ. ننگر پارڪر ۽ ڇاڇري جي ماسترن جا دلين تي هٿ هوندا هُئا.

"هئہ هئہ اسان وارا پَٽ تارون تار هوندا... (وڏو ساهہ). هينئر سائين چوٽل هاڙهو انهيءَ وچ نين جا ڪڙڪا هوندا!" "شايد دل جي ڪنڌ سان گڏوگڏ ڪنهن چونئري جي ڪنڌ ۾ سندس محبوبہ گندي اوڍيو ڊاتيئڙي کي ياد ڪندي هوندي، "مارا ڊاتيئڙا، هيلوڪو وري آ!" دلين جا آواز دليون ٻڌنديون آهن.

ڪنهن جي اندر جي اکين ۾ وري گهر جو چونئرو پچندو هوندو. مينهن جي پهرئين ڦوهاري ۾ ٻڪريون 'ٽڻ ٽڻ' ڪري پچي چارين جا پاسا وننديون هونديون. ڪو ماٺهو ڪوڏر ڪٽي ڪنوڻ جي لڪ لڪوٽيءَ ۾ پنهنجي ٻنيءَ جي پاسن کان بند ٻڌي، پاٽيءَ کي ٻنيءَ ڏانهن واهڻ جي ڪوشش ڪندو هوندو. ان وقت دل ۾ سوچيندو هوس تہ ڪو اهڙو مصور هجي، جو ماسترن جي تصورن جي رنگين ليڪن کي ترتيب ڏيئي ڪا تصوير ناهي. پر ڇا ڪجي، جو انهن رنگين ليڪن کي جيئدان ڏيڻ وارو ڪوبہ ڪونهي، ڪوبہ ڪونهي، مِنا ڪوبہ ڪونهي. اِهي رنگ، اِهي مَن جون وچتون ائين ئي ڦتڪيو ڦتڪيو ختم ٿيو وڃن. انڌيون اکيون ليڪا ڪونہ ڏسن، ٻوڙا ڪن وڃت ڪونہ ٻڌن، ٻُنيل نڪ خوشبوءِ کان محروم. اڄ هرڪو پنهنجي جسم جي خوشبوءِ سُنگهي ٿو. پراوا جسمُ ڍوندِ آهن- لائق نفرت. خود غرضيءَ جي جار کي بہ ڪوڪو مانگر مڇ توڙيندو آهي.

مون شمس الدين عُرسائيءَ جو خاڪو لکيو آهي، جو سندس اجازت سان

ڇپائيندس. عرساڻي سال کن منهنجو اُستاد رهيو آهي، مون سندس ڳچ رنگ روپ ڏٺا آهن، جي ڪنا ڪيا اٿم. اجا 'طولعمره' جو، اوهان جو، شوڪت راهيءَ ۽ علي بابا جا خاڪا لکندس. دل نٿي چوي هروڀرو يارن جي مُئي پڇاڙان هاءِ گهوڙا ڪجي. زنده دوستن تي لکڻ بهتر آهي، اسان وٽ جيئرن جو قهر آهي.

سماهي مهراڻ ڇپي آهي، ان ۾ منهنجو افسانو "ڇانهان" پڙهي، ضرور راءِ ڏجو.

والسلام

تنهنجو

عبدالقادر جوڻيجو

کوهاٽ
٢٧-٦-١٩٦٨ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجو خط ڪافي ڏينهن ڪان پهتل اٿم. جواب ڏيڻ ۾ حد کان وڌيڪ دير ٿي وئي اٿم، ان لاءِ اميد ته دل ۾ نه ڪندين. هتي ٽريننگ اسڪول جي جي.وي ۽ سي.ٽي جي زير تربيت شاگردن جا سالياना امتحان هئا، جيڪي ٢٢ تاريخ هن مهيني جي پورا ٿيا آهن. امتحانن جو سلسلو هتي ڏاڍو طول طويل ۽ ڏيل ڏيا وارو آهي. جي.ويءَ وارن جا ڏهه پيپر سؤ سؤ مارڪن جا ٿين ٿا، ته سي.ٽيءَ وارن جا پڻ ڏهه پيپر ٿين ٿا. امتحان وٺڻ لاءِ ٻاهران آفيسر ۽ انويجيليٽر اچن ٿا. هن ڀيري اسان وٽ جملي ويهارو کن اهڙا ممتحن صاحب ٻاهران آيا هئا. انهن جي رهائش جو انتظام، کاڌ خوراڪ جو انتظام، ۽ ٻي امتحانن جي چڪتاڻ- مطلب ته ڏاڍو گوڙ گهمسان هو. توکي جواب نه لکڻ جو هڪ ته اهو سبب هو. ٻيو سبب ۽ اصلي سبب ته دافعي هميشه وانگر پنهنجي طبيعت جي سُستي پڻ آهي. سو دل ۾ نه ڪج.

اسان جي اسڪول کي ٻن مهينن لاءِ اونهاري جي وئڪيشن ٣٠ جون کان ٣١ آگسٽ تائين آهي. آءٌ پهرين جولاءِ صبح جو حيدرآباد پهچندس. تنهن جي معنيٰ ته ٻيو خط توکي اُتي حيدرآباد موڪلڻو پوندو، ۽ جي انهن ٻن مهينن ۾ حيدرآباد آئين ته ملي به سگهنداسين.

تنهنجو افسانو "چانهان" "مهراڻ" ۾ پڙهيم. ڏاڍو سٺو افسانو لکيو اٿئي- پر آءٌ پانيان ٿو ته ڇپائيءَ ۾ هڪ ته غلط دمن جون نشانيون (ڪٿي ڪٿي) ڏنيون ۽ ٻيو ته ڪٿي ٻيجا درستيون ڪري ۽ پنهنجي طرفان ڪي اڻ نهڪندڙ لفظ وجهي، ڪهن ڏاهي ماٿوءَ افسانې جي ٻوليءَ کي ڪجهه بگاڙيو آهي.

تنهنجي لکڻيءَ سان ايترو ته آءٌ پاڻ کي واقف سمجهان ٿو، جو جتي تنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪو ٻيو ڏاريون يا اوپرو لفظ ڏسان ٿو ته پتو پئجي وڃيم ٿو. ممڪن آهي ته اُهن اندازي لڳائڻ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ غلطي به ٿي وڃيم، پر گهڻي قدر پانيان ٿو ته ان ۾ صحيح اندازو ڪري سگهندس. بهرحال، افسانو مون کي ڏاڍو وڻيو. توکي هڪڙي صلاح ڏيان ته ائين جيڪي به تنهنجا افسانا رسالن ۾ ڇپيا آهن ۽ ڇپجن ٿا تن جي آخري طور پنهنجي پر ۾ درستي ڪري پاڻ وٽ انهن کي محفوظ رکندو

وجھ تہ جيئن اڳتي هلي اُهي ڪنهن مجموعي جي صورت ۾ ڇاپرائي سگهجن. گويا پنهنجن افسانن جي آخري ايڊٽنگ توکي پاڻ ڪرڻ گهرجي. اُهائي بهترين ايڊٽنگ ٿيندي.

تو لکيو آهي تہ مون ڏانهن ڪڏهن ڪڏهن نهايت ڪنهن ڊگهي خط لکڻ جو نون سوچيندو رهندو آهين. اهو بہ نيڪ آهي. سوچيو رهيو تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن ان تي عمل بہ ٿي ويندو. پر ائين نہ ڪج، جو ڊگهي ۽ وڏي خط لکڻ جي اميد ۽ ارادي پنيان مختصر ۽ روزمره جهڙي سادي ۽ سولي خط لکڻ کان بہ پڙ ڪڍي بيهي رهين. ائين نہ ڪج. ڇو تہ تنهنجو خط، خاص طرح هِتي، جڏهن پهچي ٿو تہ ڏاڍي دل کي خوشي ٿي ٿئي. اڳي بہ توکي چيو اٿم ۽ هاڻي بہ وري توکي چوان ٿو تہ مهرباني ڪري منهنجي جواب جي انتظار ۾ ويهي خط لکڻ بند نہ ڪندو ڪر. اڳي پوءِ آءٌ بہ توڏانهن پيو لکندس. پر اوهين نوجوان آهيو، جنهن ڪم ۾ دلچسپي رکندا، اُن ۾ ٿڪبا ڪونہ. ٻئي ڪندي، مون کي تمام گهڻا خط لکڻا پون ٿا. سو ڪڏهن ڪڏهن دوستن ڏانهن جواب موڪلڻ ۾ ديرمدار ٿي ئي وڃي ٿي.

اميد تہ تون هر طرح خوش چڱو ڀلو هوندين. ٿر ۾ تہ وسڪاري جي مند آهي. شال ٿر وسي، سنڌ وسي ۽ عالم سڀ آباد ٿئي!

زياده خير

والسلام

محمد ابراهيم

كوهاٽ
٣-١٠-١٩٦٨ع
پيارا عبدالقادر،

آءٌ پهرين سيپٽمبر کان هتي آهيان. تو وٽان ڪيترن ڏينهن کان ڪوبہ حال احوال آيل نہ آهي. ٻہ مهينا حيدرآباد ۾ هوس، تہ بہ ڪو خط پٽ تنهنجو ڪونہ مليو. اُتي تون امتحان جي سلسلي ۾ آيل هئين- ائين ٻيني ٻيني، هڪ ٻہ ڀيرا ملڻ بہ ٿيو، پر نہ ٿي جهڙو. مهرباني ڪري هن خط ملڻ سان پنهنجي خيريت جو احوال ڏياري موڪل.

هن سال تہ ٿر ويچارو ڏڪار ۾ ونجي ويل آهي. اخبارن ۾ روز اِنهيءَ پاسي جي حالت جو ذڪر پيو ڇپجي. ڪهڙو ويچارن مارن ماڻهن جو ۽ اُنهن جي مال وَجَهہ جو حال هوندو!

آءٌ هتي ڏاڍو اباٺڪو ٿو محسوس ڪريان. پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪو ڳالهائڻ وارو ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن اِئين ٿو ڀانيان جڻ زبان تي ڪي ڪُندَ لڳل آهن- ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ تي وري ٿي نٿي- جڻ ڪو ڇپتيءَ ۾ ڇپياتيو ٻينو اٿس. پري پري ڪنهن اڪيليءَ جاءِ تي وڃيو ڪجهہ وقت ڪڏهن پنهنجو پاڻ سان ڳالهايان ٿو- تڏهن وڃيو زبان ۾ ڪجهہ ساهہ پوي. فرصت جي وقت شاهہ جو رسالو، اياز جا شعر، سنڌي رسالا، ۽ ريڊيو- اهي ئي وندر جا وسيلا آهن. ٻہ سال اجا آهن، اُهي ائين پورا ڪرڻا آهن. ڪنهن دوست جو اِتان ڪان خط پهچي ٿو تہ دل بهار بهار ٿيو وڃي. تنهنڪري مهرباني ڪري خط لکندو ڪر. ڪوبہ دل ۾ رنج هجيئي تہ اهو ڪڍي ڇڏ ۽ وقت بوقت يادگيري ڪندو رهہ. آءٌ نٿو ڀانيان تہ ڪو رنج هوندئي، پر هڪڙي ڳالهہ! اوهين نوجوان ئي اسان ڀِنيءَ پِرِ تي ٻينل پوڙهن جو آٿت آهيو.

وڌيڪ اوهان جي مرضي.
زياده خير
تنهنجو
محمد ابراهيم

جنهان

٧-سيپٽمبر ١٩٦٨ع

منا سائين!

خط مليو، پڙهي ڏاڍي خوشي ٿيم. گهڻن ڏينهن کان پوءِ ياد ڪيو اٿو. مون نہ هر وقت پئي سوچيو آهي تہ اوهان کي ڪو پرتو خط لکان. خالي حال احوال واريءَ ڳالهہ لکڻ ۾ تڪليف ٿيندي اٿم. هڪ خط لکيم پر دل نہ پتي، ڦاڙي ڇڏيو مانس. اجهو ٿو لکان، اجهو ٿو لکان ڪندي، وقت گذريو وڃي. پوءِ وڃيو جڏهن ليکو ٻڌان تہ مار ڏينهن گذري ويا پر خط نہ لکيم. پوءِ پيو وقت بوقت ضمير سجاڳ ٿيو، چهنڊڙيون هڻندو آهي. هينئر جڏهن اوهان جو خط مليو، تڏهن چاقو هٽي ڪڍيائين. اهو زخم ڪائي، ترت احوال لکي رهيو آهيان.

اوهان رنج ٻنج جو لکيو آهي. Spiritual father سان بہ رنج ٿيندو آهي؟ اوهان مون کي تہ ڪڏهن بہ نہ ڏکويو آهي، اٿلو خوش ڪيو اٿو. پر پانيان ٿو جيڪڏهن اوهان اٺ ڏهہ ڳاريون ڏيئي ونو، بہ ٽي جوت مٿي ۾ وهائي ڪڍو تہ بہ رنج ڪونہ ٿيندس. پانيان تہ ائين ٿو، پوءِ بہ ڪهڙي خبر؟ ماٺهو ڪاري مٽي جو ڍٽي آهي، پر اينتري ساپڪ اٿم.

هيل ٿر ۾ ڏُڪار بہ ڏڪارن جهڙو پيو آهي. ماڻهن ڇوڏا ۽ مُرٽون بہ ڪاڏيون. سلام ڪوٽ پاسي بہ ٿي چنڊون پيون پر نہ پوڻ جهڙيون. هاٿي لڏن جون سنگهرون ڏاڍيءَ پاسي ترڪي پيون آهن. لڏو لڏي سان گڏيو پيو اچي. هينئر ٿر جي واري ڪائڻ پيئي اچي. ڳوٺن جا ڳوٺ ويران ٿيندا وڃن. ڏوهہ مڙيئي ڏُڪارين جو، پر ڇُٽَ جو ٽنبو الله سائين آهي. هونئن بہ اسان ماڻهن جي ڇُٽ نشان کان پري هوندي آهي- گُنل قوم آهيون نہ منا!

آءٌ ماڻهو گس تي وينو آهيان. پيو ايندڙن ويندڙن کي ڏسان. هَل هلان آهي. شايد هن قافلي کي سُک نہ ايندو- بُک جا ماريل ٿريا هلندا ئي رهن ٿا. ڏکڻ کان اُتر، اُتر کان ڏکڻ، واريءَ کان ڏاڍيءَ، ڏاڍيءَ کان واريءَ. پيرن بک جون ڪڙيون، پنن تي قانون جو بار، اکين ۾ مٿل سپنا، پنڌ ئي پنڌ. مون کي اوهان واري مرحوم "مهراڻ" ۾ ڇپيل اُها تصوير ياد ٿي اچي، جنهن ۾ ڌرتيءَ جو گولو بار جي پنن تي رکيل آهي. اِهو حال ڏسي، دل چوندي آهي تہ ڌرتيءَ جي گولي کي هڪ هنڌان ٻيهي باهہ ڏجي، جو سيڪجهہ سڙي خاڪ ٿي وڃي، يا تہ پنهنجي سوچ کي،

پنهنجي روح کي، پنهنجن احساسن کي تيلي ڏيکاري هن واٽ پُلئي وڳ جي اُڏايل لٽ ۾ گم ٿي وڃجي. لاڙ ۾ ساريون نه جام آهن پر ڪجهه لاڙي ڦٽين جي چوٽين تي آيل ڏنم، ڏوتل ٻُوتل ڳاڙها ڳمگها، اڇا پٽڪا- پانيان ٿو ڪنهن زمين جي پلي تڪر تي وينل هئا.

اوهين حيدرآباد ۾ مليا پر نه ملڻ جهڙا. اوهان کي ڪينجهر جون ڪنڌيون چڪيو بيٺيون هيون، مون کي ٿر جي واري. تازو نه حيدرآباد ويو آهيان نه ڪو اُتان خط مليو اٿم. مڙيئي ڏسان پيو ته ڪنداٺتو ٿيندو پيو وڃان. هونئن به ڪتبن ۾ لکي ويهڻ جي باروتڻ کان عادت اٿم. تازو "روح رهاڻ" جو ايڊيٽوريل (سيپٽمبر ٦٨ع) پڙهيم. خبر نه آهي حميد ڪنهن تي ناراض ٿيو آهي؟ اوهان ضرور پڙهيو هوندو. ڪيئن ٿا پانيو؟ ان ۾ منهنجي ڪهاڻي پڙهي هوندوَ، جنهن ۾ پنهنجي ئي ڪردار کي ورهائي ٻن حصن (ٻن ڪردارن) ۾ ڪيو اٿم، اُن تي راءِ ڏيندا. هن وچ ۾ پڙهيو به ڏاڍو اٿم، خاص ڪري پرڪ جو ادب- مڙيئي سنن ڪتابن جو ڍير هٿ اچي ويو اٿم، ڪنهن دوست جي معرفت. منهنجو اسڪول لڏ ۾ آهي. ملڪ ۾ ڏُڪار آهي. اسڪولن ۾ ڇوڪرا گهٽ آهن. ٿر ۾ ته اسڪولن جا اسڪول خالي پيا آهن. ماستر بگهار ڪٽڻ لاءِ ڏهه سير اٽو ڪلهن تي رکي، گليلي هٿ ۾ ڪٽي، ويندا آهن. واٽ تي ڳيرو يا جهرڪي ماري، پچائي، کائي، سفر تي چالو ٿي ويندا آهن. ۴۰-۵۰ ميل پري. اسڪول لارين جي رستي کان به پري آهن، ان حالت ۾ قوم جي پڙهائيءَ جي ڪهڙي حالت؟ اُها اوهين پاڻ سوچي سگهو ٿا. هٿ اسان وٽ نه ڦُٽيون به جام ٿيون آهن، پر مالوند ماڻهو مال ڪاهي، لاڙ ڏانهن لهي ويا آهن.

ٻيو مڙيئي خير

عبدالقادر جوڻيجو

کوهاٽ
٢۴-١٠-١٩٦٨ع
پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

تنهنجو خط مليم، ان کي ڪيئي ڀيرا پڙهيم. هتي اسان کان آيل خطن ۽ سنڌي رسالن کي وري وري پڙهڻ وڏي وندر ثابت ٿئي ٿي. سيپٽمبر جي "روح رهاڻ" ۾ تنهنجو افسانو "اجهاٽل مچ ۽ اڌ ٿيندڙ رک" بہ بہ ٿي ڀيرا پڙهيم- تنهنجي خط پهچڻ کان اڳ ۽ پوءِ بہ. شال اوهين سلامت رهو، ۽ اوهان جو قلم سلامت رهي. تنهنجو خط ۽ تنهنجو افسانو پڙهي مَنَ ۾ جڻ نئون ساهہ پئجي ويو. ايڏي شعور ۽ ايڏي امنگ ڀريو قلم ڪڏهن بہ ڪو پيچي نٿو سگهي. جنهن ٻوليءَ ۽ جنهن قوم کي اهڙا باخبر ۽ بااثر قلم هٿن ۾ موجود آهن، اُها قوم خوش نصيب قوم آهي. ڏاڻ لاءِ اياز چيو آهي تہ:

سچو ڏيهہ ڏاتا ڪري جي اُپا،
لکين عيد جا چنڊ اُڀري پَوَن!

اسان جي باهمت ۽ باشعور نوجوانن جي هٿن ۾ جي اهڙا تيز ۽ تُر قلم آهن، اُهي جي اِئين اڳتي وڌن ۽ وڌندا ئي رهن، تہ اُنهن لاءِ اسان جو شاعر اسان کي ڪهڙي خوشخبري ڏيئي سگهي ٿو!

تو لکيو آهي تہ تون ڏاڍو اجکلهہ پڙهين ٿو، ۽ سنڌ ڪتابن جو ڪتان ڍير هٿ اچي ويو اٿئي. ڪيتري نہ اِها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي! لکندڙُ لکندي لکندي ائين سوچيندو رهندو آهي تہ اهڙو ڪو اکر، جملو، مضمون يا اهڙي ڪا ڪويتا لکي ڇڏيان، جيڪا هِن چوڦير اوندهہ ۾ بجليءَ جي بتي وانگر هڪدم ڪتان ڪو روشنيءَ جو ڳِڻتو ڪولي ڇدي ۽ هر طرف سوجهرو ئي سوجهرو ٿي پوي. ساڳيءَ طرح پڙهندڙُ بہ پڙهندي پڙهندي ائين سوچي ٿو تہ اهڙو ڪو منتر ڪٿي لکيل ڏسي وٺان، جنهن جي جادوءَ سان هن انڌيءَ ۽ اونڌيءَ دنيا کي هڪدم سچو ۽ سنئو ڪري ڇڏيان. سڄاڳ مَنَ ۽ دکي دل وارو پڙهندڙُ ۽ لکندڙ هميشہ انهيءَ نقش سليمانيءَ جي آسري ۽ ڳولا ۾ رهندو آهي. ۽ دنيا جي تاريخ ۾ اهڙا نقش پڙهندڙن ۽ لکندڙن ڪيترائي ڀيرا لکيل لڌا بہ آهن ۽ پاڻ ناهي پنهنجي دور جي آڏو پيش بہ ڪيا آهن. ڪالهہ ريڊيو تي ڳوناڻن جو پروگرام ٻڌندي، پنجابي شاعر جي هيءَ سٽ وٺي، ۽ پوءِ ريڊيو بند ڪري جيستر ننڊ آئي تيستر آءٌ ڏاڍيان چوندو رهيس- ڏس

ته کهڙي نه عجيب سٽ آهي! چي-

سدا هَري اي هِمّتان دِي کيتي!

سو شال اوهان اسان جا نوجوان لکندڙ ۽ پڙهندڙ پنهنجي همتن جي کيتين کي سدا ساتو ستابو ۽ شاد آباد رکو. (هيءَ سٽ تنهنجي لکٽيءَ جي نموني جي آهي- تون به Personification ڏاڍي سهڻي انداز ۾ ڪم آڻين ٿو. مثلاً "خاموشين جا ڪمبل"، "ڳالهه ڳالهه جي ڳچيءَ ۾ گلن جا هار"، وُغيره وغيره).

هيءُ لفظ "ڪونهي" يا "ڪانهي" ڪم آڻڻ ۾ توکي مڙيوئي خيال ڪرڻ گهرجي. "ڪونهي" لفظ مذڪر جنس ۾، ۽ "ڪانهي" لفظ مؤنث جنس ۾ ڪم آڻجي ٿو، مثلاً چاڙهي ڪانهي، ڳالهه ڪانهي، واهه ڪانهي، وِندُرَ ۽ چاڙهو ڪونهي، قصو ڪونهي، مزو ڪونهي، رستو ڪونهي. ان لاءِ سولو رستو هيءُ آهي ته اسم جي اڳيان "ڪو" يا "ڪا" وجهي ڏسجي- مثلاً ڪو چاڙهي نه چئبو ۽ ڪا مزو نه چئبو، ۽ انهيءَ ڪري چاڙهي ڪونهي به ۽ مزو ڪانهي به نه چئي سگهبو. "آپ گهاٽ" لفظ منهنجي خيال ۾ مذڪر جنس ۾ آهي ۽ نه مؤنث جنس ۾.

مهرباني ڪري خط وقت بوقت لکندو رهج. پنهنجي ملڪ ۽ ماڻهن جو جيتري قدر ۽ جيترو ٿي سگهي اوترو احوال وقت بوقت موڪليندو رهج. پر گهٽي نه لکي سگهڻ ڪري ٿوري لکڻ کان مان نه ڪري ويهج.

اميد ته تون هر طرح خوش چڱو ڀلو هوندين. اخبار عبرت باقاعدي ملندي رهيم ٿي. اميد آهي ته تون به اِتي اُها پڙهندو هوندين ان وسيلي انهي پاسي جي حال احوال کان مڙيوئي ڪجهه واقف رهان ٿو.

زياده خير

تنهنجو

محمد ابراهيم

جهاڻ

٨- نومبر ١٩٦٨ع

سائين منهنجا،

آءٌ حيدرآباد هوس، جو پويان اوهان جو خط آيو. جيئن تہ ڪم سانگي ٧.٨ ڏينهن حيدرآباد رهڻو پيو هوم، انهيءَ ڪري يارن دوستن سان ڏاڍيون ڪچهريون ٿيون. ڪئين رنگ روپ ۽ ڦت دل ۾ سانديي هتان اچي نڪتو آهيان. اديب آهن مُڙس پاڻياڻا، ڪڏهن ڪيڏانهن وهندا وڃن تہ ڪڏهن ڪيڏانهن، مڙيئي وقت آهي سو ڪَڪن پنن کي گهليندو وڃي.

B.A. ۾ پاس ٿيس ۽ B.Ed. جو رجسٽريشن ڪرائي آيو آهيان. اوهان، جو اڳ لکيو هو تہ مانڙي ڪري B.A ۽ M.A ڳونان پاس ڪريان ۽ هروڀرو نوڪرين جي رُڃ پنيان نہ لڳان، تہ مون ائين ئي ڪيو تہ B.Ed ۾ رجسٽر ٿيڻ جي اجازت مليم- ڇو جو J.V پاس هوس.

اُهو مڙس ڀاڙيو جيڪو ڪنهن مُڙس ماڻهوءَ جو ڏڪُ وجائي، ۽ مون اوهان جي راءِ اڳيان ڪنڌ جهُڪايو تہ فائدو ئي ٿيم.

حيدرآباد وارا منهنجا يار خوش آهن مڙيئي ٿورو گهڻو اونداهين ۾ مُرڪُن جرڪڻ شروع ڪيو آهي.

هت ڳوٺ سڀ خير آهي، تر جا ڳوٺ خالي ٿي ويا آهن، ماڻهو وڃي ڏاڍيءَ ۾ ڏنڌي لڳا آهن.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

ڪوهاٽ
٢٢-١١-١٩٦٨ع
پيارا عبدالقادر،

ٻہ چار ڏينهن ٿيا تہ حضرت عليءَ جا خطبا ۽ خط، جيڪي "نهج البلاغہ" جي نالي سان جمع ٿيل ۽ شايع ٿيل آهن، ويني پڙهيم. انهن جو انگريزي ترجمو هڪڙي دوست پڙهڻ لاءِ ڏنو هوم. انهن ۾ حضرت عليءَ جي هڪ دعا مينهن لاءِ ڏٺيم. اصل عربيءَ ۾ تہ ان جي ادبي عظمت الائي ڪيتري هوندي، پر انگريزيءَ ۾ ان جو ترجمو بہ مون کي هڪ بي مثل ادبي شهپارو لڳو. ان کي پڙهندي پڙهندي ۽ وري وري پڙهندي، تنهنجو اڳيون خط ياد آيم- ۽ اُهو بہ وري پڙهيم- جنهن ۾ تو لکيو آهي تہ "هيل ٿر ۾ ڏڪار بہ ڏڪارن جهڙو پيو آهي. ماڻهن چوڏا ۽ مُرٽون بہ کاڌيون. سلام ڪوٽ پاسي بہ ٿي چندون پيون پر نہ پوڻ جهڙيون. هاٽي لڏن جو سنگهرون ڏاڍيءَ پاسي ترڪي پيون آهن. لڏو لڏي سان گڏيو پيو اچي. هينئر ٿر جي واري ڪائڻ پيئي اچي. ڳوٺن جا ڳوٺ ويران ٿيندا وڃن....آءٌ ماڻهو گس تي وينو آهيان، پيو ايندڙن ويندڙن کي ڏسان. هَل هَلان آهي. شايد هن قافلي کي سک نہ ايندو. ٻک جا ماريل ٿريا هلندائي رهن ٿا. ڏکڻ کان اتر، اتر کان ڏکڻ. واريءَ کان ڏاڍيءَ، ڏاڍيءَ کان واريءَ. پيرن ٻُک جون ڪڙيون، پنن تي قانون جو بار، اکين ۾ مثل سپنا، پنڌ ئي پنڌ...." تنهن تي سوچيم تہ حضرت عليءَ جي مينهن لاءِ اُها دعا نقل ڪري توڏانهن موڪليان. سو، تون مهرباني ڪري اِها پڙهج. ۽ پوءِ شاهہ لطيف جو سرسارنگ بہ پڙهج، جنهن جا هينيان بہ بيت ياد اچنم ٿا- شاهہ جي سرسارنگ پڙهڻ جو اثر ۽ لطف مينهن پوندي ۽ مينهن ساريندي، بنهي حالتن ۾ ساڳيو دل تي ٿئي ٿو:

سارنگ کي سارين، ماڻهو مرگهہ، مينهيون،
آڙيون اُبر آسري، تاڙا تنوارين،
سيون جي سمونڊ ۾، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي!

-

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اُڃين جي،
پاڻي پوڄ پٽن ۾، ارزان اَنُ ڪريج،
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سک ٿئي!

اسان جي اياز جو بہ مينهن لاءِ گيت آهي-

"منيهن آءُ، مينهن آءُ، مينهن آءُ! "-اُهو بہ پڙهجو.

حضرت عليءَ جي اها دعا بہ هڪ عجيب دعا آهي. دراصل سندس اڪثر خطبن ۽ خطن ۾ مون کي هڪ بيحد عظيم انسان جي ذهن جي جهلڪ ڏسڻ ۾ آئي آهي ۽ آءُ اِن سان بيحد متاثر ٿيو آهيان. تو جيڪڏهن اسان جي محترم جي. ايم. سيد جو ڪتاب "جيئن ڏٺو آهي مون" پڙهيو آهي، تہ آءُ توکي ٻڌايان ٿو تہ جيئن سيد صاحب چوي ٿو تہ وڏي ۾ وڏو انساني مقصد انسان جي آزادي، انسان جي ترقي ۽ امن عالم آهي، تيئن اهو ساڳيو مقصد مون کي حضرت علي عہ جي خطبن ۽ خطن منجهان ٻڻ معلوم ٿيو ۽ ثابت ٿيو. نہ فقط ايترو پر خدا جي وجود يا وحدانيت جو مفهوم ٻڻ جيڪو محترم سيد صاحب پنهنجي انهيءَ ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي، جيڪو بنهہ متريلزم جي نظريي سان اچي همڪنار ٿيو آهي، اهو ساڳيو مفهوم مون کي حضرت علي عہ جي هنن خطبن ۽ خطن ۾ جا بجا بيان ٿيل ڏسڻ ۾ آيو آهي. هونئن بہ توکي خبر آهي تہ تصوف جو سرچشمو حضرت علي عہ جي تعليم کي مڃيو ويو آهي، ۽ هر صوفي پوءِ هو تصوف جي ڪهڙي بہ طريقي سان واسطو رکندو هجي، پنهنجي نظريي جي سَند حضرت علي عہ کان ورتل ٻڌائيندو آهي. خاص طرح وحدت الوجود جنهن کي "همہ اوست" جو نظريو سڏين ٿا، سو تہ پوريءَ طرح حضرت علي عہ وٽان ثابت ٿيل ٻڌائيندا آهن. حضرت عليءَ جا هي خطبا ۽ خط پڙهي آءُ پاڻ وحدت الوجودي صوفين سان انهيءَ راءِ ۾ پاڻ کي متفق ٿو پانيان تہ حضرت علي عہ جن جي تعليم وحدت الوجود جي نظريي جو سنگ بنياد چئي سگهجي ٿي.

محترم جي ايم سيد صاحب بہ پنهنجي ڪتاب ۾ اها دعويٰ ڪئي آهي- جيئنوٽيڪ هن حضرت علي عہ جي تعليم کي واضح طور وجودي تصوف جو منبع ۽ سرچشمو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪانہ ڪئي آهي.

هن دعا ۾ تون ڏسندين تہ حضرت عليءَ عہ انسانن جي غربت ۽ مظلوميت کي سڄيءَ طرح پنهنجي احساس ۽ فڪر جو موضوع بنايو آهي- ۽ اهڙيءَ طرح سندس تقريباً سڀني خطن ۽ خطبن ۾ انسانن جي درميان امير ۽ غريب ۽ ظالم ۽ مظلوم جي حقيقت جو شديد احساس ۽ ان فرق ۽ اُن هيٺ مٿاهينءَ کي مٽائڻ ۽ ختم ڪرڻ جو جذبو ۽ ولولو موجود ڏسجي ٿو. ڪڏهن ڪو موقعو ملئي ۽ هيءُ ڪتاب "نهج البلاغہ" هٿ اچئي، تہ ضرور پڙهج. حال في الحال توکي آءُ هيءَ ئي

منت ڪندس تہ محترم جي ايم. سيد جو مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب توکي بيحد غور سان پڙهڻ گهرجي.

تنهنجو انين تاريخ جو لکيل خط مليم. پڙهي ڏاڍي خوشي ٿيم، جو تون B.A. ۾ پاس ٿيو آهين ۽ B.Ed ۾ رجسٽريشن ڪرائي اٿيئي. انهيءَ B.Ed جي ڪورس ۾ بہ جيڪي ڪتاب پڙهڻ لاءِ لازمي طور يا اضافي طور ٻڌايل آهن، انهن ۾ بہ ڏاڍا علم جا خزانا پريل آهن. جيترو ٿي سگهيئي اوترو اهي سڀ ڪتاب پڙهج، انهن جا نوٽ لکج ۽ انهن تي غور ۽ فڪر ڪج.

حيدرآباد جا پنهنجا يار ڪي پَنڌَ ۾ ۽ ڪي اجا هنڌ ۾ آهن. معاملو ڪنن آهن. جيڪي اٿيا ۽ پنڌ پيا تن کي شاباس چئجي ۽ دعا ڪجي، ۽ جي اڃا ۾ آهن انهن مان بہ اميد نہ لاهجي ۽ جيڪي اجا هنڌ ۾ آهن اُنهن کي پڪاربو رهبو- اُنهن پوين مان ڪي ڪاوڙبا، ڪي خوش ٿيندا ۽ ڪي پاسو ورائي مرڳوئي سمهي پوندا. اِهو هِن فقيرائيءَ سنگت جو دستور آهي. اِن تي نہ گهڻو عجب کائبو، نہ ڏک ڪبو ۽ نہ غصو ڪري ڳالهہ کي مرڳوئي وڃائبو.

اميد تہ تون هر طرح خيريت سان هوندين- پنهنجي حال احوال کان واقف ڪندو رهج.

تنهنجو

محمد ابراهيم

"Oh Lord! for want of rains our mountains have cracked, our lands are covered with dust and our cattles are thirsty -- they are running all over their pastures in search of water, constant wandering from pasture to pasture and from one watering place to another has made them sick and weak.

"Oh Lord! have mercy on our cattles, wandering in search of water and grass, and have pity on their wailings and on the depth of their sorrows at the sight of dried up watering places and barren grazing grounds.

"Lord! we have come out of our houses to pray Thee when the famine has ruined and overwhelmed us and when Thine food-producing and life-giving rains, have deserted us. Because, my Lord! You alone is the hope of unhappy and destitute and only through You one can reach the destination. We pray to you, my Lord! when all of us are disappointed and despondent, when the clouds have withheld the rains and when our cattles are dying. Please Lord! do not punish us for our sins and shower Thy bounties upon us, with rain-pouring clouds, with luxuriant vegetation and with green and flourishing grass. Let the water-bearing clouds rain so heavily that our dried fields may again get green and our dead lands may get life anew.

"Oh Lord! We pray to Thee to grant us such rains as may give life to dead lands and may fructify the dried ones; we pray for heavy showers, fulfilling our requirements, acting as harbingers of spring and abundance, bringing Thy blessings in the form of happiness and affluence and in the guise of rich harvests and delicious fruits. May our fields grow luxuriatly and our trees bear plenty of fruits, so that

the weak and starving citizens may regain their health; may our remote lands flourish and dried up highlands be helped with enough supply of water.

"Please Lord! let your boundless mercy and vast blessings shower prosperity upon poor and needy persons and provide rich fodder to our cattle roaming in search of water and fodder.

"Lord! let us have such continuous rains and such heavy showers following one another as would saturate our lands and fill up our rivers. Let there be no thunder storm and lightening without rains, let there be no scattered and waterless clouds and let no cold wind and frost mar the reviving effects of rains, so that the famine stricken people may receive full benefits of Thine bounties.

"Oh Lord! let Thy mercy shower life-giving rain upon us, bestow over us Thy blessings and grant us our subsistence. Let the rains be beneficial, refreshing and fertilizing. Let the trees which are almost dead grow green again. Let our dead lands revive. Let the rains be really useful, loading our orchards with fruits, watering our fields, filling our rivers and streams, covering our trees with green leaves, reducing the high-soaring prices and lowering our living cost. Thou hast Power, Might and Mercy to grant us all this, Oh Lord!"

-From a sermon by Hazrat Ali

پيارا سائين،

اوهان جي خط ۾ حضرت عليءَ جي دُعا پڙهي، حيرت ۾ پئجي ويس. ڪتاب ڪٿان هٿ اچي ويو ته خوب پڙهندوسانس. جيئن ٺيڪ حضرت عليءَ بابت مصر جي مشهور قدر پرست سوشلسٽ مفڪر يحيٰ عويس جي راءِ اڳ ۾ ئي پڙهي هيم ته حضرت علي پنهنجي دور ۾ غريبن سان تعلق رکندڙ ۽ غريبن جو انقلابي همدرد هو، پر ايتري خبر ڪانه هُيم ته حضرت عليءَ جو اظهار ايترو پرتو ۽ زورائتو هوندو، منجهس ايڏو عظيم فنڪار لڪل هوندو.

پوين ٽن خليفن جي هڪبئي پويان شهادت پڻ ڪجھ اهڙي ئي نظرياتي چڪتاڻ جو نتيجو هُئي. پر هتان جا مذهبي اڳواڻ ان دور جي تاريخ تي سائنٽيفڪ نقطي نگاه کان نظر وجهڻ بجاءِ، پرمن جي جار ۾ ڦٿڪندا رهن ٿا. عرب ترقي پسند مُلڪن ۾ اهڙيون چندڇاٽون ڇپيون آهن، پر سائين منهنجا انهن جا ترجما ڇو ڇپجن؟

پڙهڻ تي ڏاڍي دل چوندي آهي پر....... سمجهو آهيو.

جي. ايم. جو ڪتاب 'جيئن ڏٺو آه مون' مون چڱيءَ طرح پڙهي ڏٺو آهي. مون نه رڳو اِن ڪتاب کي پڙهندڙ جي حيثيت ۾ پڙهيو آهي، پر پنهنجي ليکي پارڪو بڻجي پڙهيو اٿم، ۽ اختلاف راءِ جي پڻ همت ساري سگهيو آهيان. هت 'اختلاف راءِ' مان جتڪي اختلاف راءِ مراد نه ونجو. هوندئن به جي ايم جا اقتصادي، سياسي ۽ عمراني نظريا گهڻي قدر عرب بعث پارٽيءَ جي ناهيندڙ ميشيل عفلق کان متاثر آهن. جيئنوٽيڪ ترقي پسند عرب ملڪن ۾ جيڪو نظام چالو آهي، سو جزوي اختلاف کان سواءِ گهڻو ڪري بعث فلسفي جي ويجهو آهي. ايتريقدر جو نوس سوشلسٽ ملڪ شام جي سوشلزم به بعث ازم سان ڳنڍيل آهي. باقي رهي اِها ڳالهه ته عرب هڪ نقطي نگاه رکڻ جي باوجود، جو هڪٻئي جا جاني دشمن پيا ٿين، ۽ انقلاب پيا اچن وڃن، ته اِها پانبان ٿو ته سندن قومي خصوصيت آهي، جو جزوي اختلاف به وٽن دشمنيءَ جو ڪارڻ بنجيو وڃن. تنهن کان سواءِ سامراجي قوتون پڻ منجهن لڪل رستن کان ڦوٽ وجهي رهيون آهن. بهرحال انهن عربن جي نظرين توڙي جي ايم جي فلسفي ۾ متيلريلزم، مذهب ۽ مارڪسزم اهڙو ته مِلي جُلي آهي، جو مشڪل سان ڪا تيز نگاه انهن کي پرکي سگهي ٿي.

هت منهنجو هڪ سنڌي ماستر يار آهي، جو گفتي جو ڌاڍو چاڪ ۽ روشن خيال آهي. اُردو، پارسي ۽ سنڌي شاعريءَ جا بياضن جا بياض ياد اٿس، چرچن گهڻن جوڀ شهنشاه آهي. ڪيس ڪيترائي اهڙا لطيفا ياد آهن، جو سنڌي عوام طرفان مذهبي تنگ نظريءَ تي جڙيل آهن. دل ٿي چوي ته انهن لطيفن سان مزيئي اوهان کي مزو ونرائجي. جي پسند ڪيو ته لکي موڪليندو وجان؟ البت ڪجهه فحش آهن. پر خط ۾ مزيئي خير آهي. البت سندس ڳالهه ڪرڻ جو ڍنگ، جو ڪِل جو هڪ سبب بنبو آهي، اُهو ته ظاهر آهي خط ۾ نٿو اچي سگهي، پر تڏهن بہ اوهان کان ٿهڪ نڪري ويندو.

هڪ افسانو "جهڙا ٻور" سنڌيءَ ۾ لکيو اٿم، جو پوءِ پڙهي ڏسجو، جڏهن ڇپجي. اجا اُن ۾ رکي رکي سڌارا آڻيندس، جو هن افساني ۾ افساني جي ٻين جزن کان ٻوليءَ تي وڌ ڌيان ڏنل آهي.

اوهان اِتان هيڏانهن حيدرآباد ايندي، جي لاهور ٻاهور ٽِڪي پئو رات اڌ، ته مون لاءِ جديد پنجابي ادب جا ڪجهه ڪتاب آڻيندا ڇو جو سمجهان ٿو ته پنجابي ادب مان ترجمو ڪيل شيءِ سنڌيءَ ۾ ڏاڍي ڦبندي، ڇو ته انهن ٻنهي زبانن جي مزاج ۾ عجيب قسم جي هڪجهڙائي آهي.

راجن ۾ موڪلون ٿي ويبون، اوهان اجان اِت وينا آهيو؟

پناڻ ماسترن کي گهڻا گهڻا سلام

عبدالقادر

× × ×

پيارا سائين!

منا منا سيءَ چالو ٿي ويا آهن. بهار جون هوائون موتئي ۽ گلاب جون اکيون کوليندي آهن. پر هي بسياري جون ٿڏيون هُوائون مَنَ جي گلن جون اکيون پيون کولين. بهار جا اَثر خارجي پهرين آهن ۽ داخلي پوءِ، پر سباري جو اثر پهرين داخلي آهي ۽ پوءِ خارجي. مَن جي گُلن جي کلڻ جي موسم ڪيڏي نہ پياري آهي. پر هاءِ! هي پياريون هوائون جڏهن ڏنل چونٽرن جي وٽين مان سرڙاٽ ڪنديون، اڏ اگهاڙن جسمن ۾ تيز ڪاتين وانگر لهي وينديون، تڏهن اسان جي دلين جو ڇا ٿيندو ؟

اڄ جڏهن پنيرڪي جو اُٿيس، ان وقت اهوئي خيال ٿيم تہ هيءُ سڄو ماحول جوبي سائينءَ جي دل ۾ گُلن وانگر ڇَٽي ڇڏيان. پر اسان جي ڪمزور قَلم ۾ ايڏي سَگهہ ڪٿان آئي. رات ڪي اڏرنگ ٿي پيو هو، صبحَ تہ اجان اکيون ڪٿي رڳو نهاريو هو، بي ڳالهہ تہ پري پيئي هُئي. اسان جي اڄ جي اونداهي دور تي تہ سجاڳيءَ جي نظر مس پيئي آهي. تنهن ئي اڏرنگ ڪري ڇڏيو اٿس. اڳي مون خط ۾ ڪونہ لکيو هو تہ اِهي بلي وارا آخري جهانُو آهن! سو هيءُ وقت بہ ناحق جي آخري جهائُن جو وقت آهي. ظاهر آهي تہ آخري جهيڙو خطرناڪ هوندو آهي. ان جو ثبوت اڄ جا خطرناڪ هٿيار آهن، شايد سسڪندڙ 'ناحق' انهن کي استعمال ڪري، پر ويندو نپوڙجي. حق جي ڇهري تي جيڪي زخم ايندا اُنهن مان گُل ڦٽندا.

تہ ها! رات جو پويون پهر، وچانيل سيءُ، رلين ۾ ويڙهيل بُوتا، اُتر جي هوا جون چَڪن جهڙيون چُميون، جندن جا لاڳيتا گهرڙاٽ، کير ولوڙڻ جا آواز، مال ۾ ٻڌل ڇڙن، ڇنگن ۽ مَترين جي هلڪي ڇڻ ڇڻ- آوازن جو بہ عجيب سنگم آهي. اُهڙي وقت ۾ دليون اُڏامنديون آهن، شاعر جا جذبات ڦٽڪندا آهن، ڪهاڻيڪار جي ڪيسي ۾ پيل قلم ٽِپڪيون کائيندو آهي. مصور جون اکيون ماحول کي هضم ڪرڻ چاهينديون آهن. سنگيتڪار (واڄارو) هوائن تي ترندو آهي. ڪنوارَن جا هٿ وِهاڻن ڏانهن وَڌي ايندا آهن ۽ ڏيان ڪنهن نازڪ نار ڏانهن وَڌي ويندو آهي. غريبن جا پير ۽ گوڏا واڏٿين وٽان سِري پيٽ ۾ اچي لڳندا آهن. مسجدن ۾ ٿيندڙ سنهي پُڻ پُڻ واقعي مقدس ٿي ويندي آهي. ان پُڻ پُڻ ۾ اڻ ڇاتل ازلي سنگيت پرجي

ويندو آهي. پنهنجي جو اُتي، ڪنهن مسجد جي ڪنهن دريءَ کي ٽيڪ ڏيئي ويهو نه سهي!

اوهان جي لک لک ثورن سان هاڻ ڳوٺ ۾ آهيان. سُک سان آهيان. اوهان ڏانهن اُڏامڻ جي پيو ڪريان. اڳيون اسڪول ڇڏي آيس، پر آلين اکين سان. وڃڻ وقت ڳوٺ وارن ايڏو نه قرب ڏنو، جو ڇا چئجي!. ويچارا، سنڌ جا اَملهه ڳوناٿا. شهر مان جيڪڏهن ڪو بَدلي ٿي وڃي، ته ڪير اڌ تي به ڪونه پُڇيس. وڏ ۾ وڏ ڪو وڏو آفيسر بدلي ٿي ويو، ته ان جي رسمي ٽِي پارٽي ڪندا آهن يا ڊنر يا.... مون کي ته انهن نياڳين جا نالا ئي نه ٿا اچن. پر هتان ڳوٺن مان ڪو مون پارو ماستر بدلي ٿيو وڃي، ته سچو پيار ويڙهجيو اچي، لڙڪ دلين مان ٿيندا اکين مان اچيو نڪرن. هڪ هزار ايڪڙ جي مالڪ ڪمال خان جي دل پرجي آئي. هارين جو ته حال نه پُڇو. ڪاسائي ماسترن جي ڪُنل شاگردن کان جڏهن مون پارو فنڪار دوست وڇڙيو وڃي ته ڇا اُنهن جو ڏک گهٽ هوندو؟ مون کي ته ڪُڪڙ کي سِير وجهندي اکين ۾ پاڻي اچي ويو هو، ۽ هاڻ ڪُهان ئي ڪونه. سو ڀلا ڪنهن معصوم انسان کي ڪيئن ڪُهندس. اُهو ڏنڊو اسان جي سنڌ جي ڪِن پٽيل ۽ جلاد ماسترن جو ڏنڊو آهي.

اوهان جا موڪليل ڪتاب سڀ پڙهي ڇڏيا اٿم. اوهان کي ڪو ڪتاب کپي ڇا؟ جي ها ته به اکر لکي موڪليو ته موڪليان.

طُول العمره مون کي چيو هو، "توکي جيڪڏهن ڳوٺ بدلي ڪرائيندا سون ته مُلان ٿي پوندين، ۽ اسان کي مُلان نه کپي...."

سچ پچو ته آءُ ڳوٺ رَهان يا ٻئي پاسي، مُلان ئي رهندو آهيان. بلڪ مون تي "مُلون" نالو پئجي ويندو آهي، پوءِ ڪي پڙهيل ماڻهو وري "ڪافر مولوي" سڏيندا اٿم.

ڀلا ان طول العمره جي ڪهاڻي ڇا ۾ ٿي اچي ۽ ڪڏهن ٿي اچي؟

اِتي جي ادبي سرگرمين ۽ اديبن بابت احوال ضرور ڏيندا ڪريو.

منهنجي ذهن ۾ هينئر تازي ڪهاڻي گهمريون کائي رَهي آهي. هڪ فنڪار جي- فنڪار ڪُو؟ "پليجو" يا "اياز" نه. بلڪ اُهو فنڪار- ڳورو ڳورو ڇورو، وڏا وار ڇڏيل، هر شاديءَ ۾ حاضر، ناچو ڇورو، رات جي پوئين پهر ۾ جمالو ڳائي، ڪنهن وڏيري جي ٻانهُن ۾ ڦٿڪندڙ ڇورو.

ناول لکڻ جي به پيو ڪريان. اهو ناول اٺن نون مهينن کان سوچيندو اچان.

ان جو موضوع "سنڌ جي جهيڙن ۾ تباهه ٿيندڙ خاندان" آهي- ڇا راءِ آهي؟

والسلام

عبدالقادر

سلام- طول العمره، غلام ربانيءَ، پنوهر ۽ ٻين دوستن کي ڏيندا- هي سلام رسمي نہ آهن.

ڀلا هيڏانهن ڪڏهن ٿا اچو؟ هاڻ نہ گهر ۾ وينو آهيان.

پيارا سائين! خط بہ مليم. ڀلا طارق جي صحيح نہ ڏيڻ تي سندس دوستن جهڙوڪ مغل، نظير شيخ ۽ ٻين ڪهڙو ردعمل ڏيکاريو؟

× × ×

ڪوهاٽ
٩-١- ١٩٦٩ع
پيارا عبدالقادر، شال خوش هجين-
تنهنجو خط ڪافي ڏينهن کان مليل آهي. جواب ڏيڻ ۾ دير ڪئي اٿم ان لاءِ معاف ڪج.

عيد بہ ان وچ ۾ آئي ۽ گذري ويئي ۽ نئون سال بہ شروع ٿي ويو. عيد جي ڏينهن توڙي نئين سال جي پهرئين ڏينهن يعني ٣١ ڊسمبر ١٩٦٨ع جي ختم ٿيڻ تي رات جو ١٢ بجي، نئين سال جي پهرين جنوري شروع ٿيڻ مهل، تون ۽ ٻيا ڪيترائي دل گهريا، دوست عزيز ۽ ساٿي ياد ڪيا هئم ۽ انهن ڏانهن دعائون ۽ نيڪ تمنائون روانيون ڪيون هيم. هونئن بہ هتي اڪيلائي ۽ نڪمائيءَ ۾ گهڻو ڪري هر وقت ۽ هر گهڙيءَ دل گهريا دوست ۽ ساٿي ياد ايندا ٿا رهن. بهرحال توکي وري بہ هي رسمي خطي عيد مبارڪون ۽ نئين سال جون مبارڪون هجن. شال اسان لاءِ، اسان جي سنڌ لاءِ ۽ اسان جي سنڌ جي مسڪين ۽ معصوم عوام لاءِ هيءُ نئون سال مبارڪ ثابت ٿئي. چوڌاري ملڪ ۾ ڪافي جدوجهد آهي. هر ڪو پنهنجي پنهنجي قومي مفاد جي حاصلات ۽ حفاظت لاءِ پنهنجي منهن هن جدوجهد ۾ مصروف آهي. اسان جا ماڻهو ويچارا بہ پنهنجي وس آهر اُن ۾ مشغول آهن. ڳالهہ واقعي هيءَ آهي تہ "ڪتين جي هارائيين، هنڌ تنهنجو هيءُ" - سو جيڪو جيترو هٿ پير هڻندو اهو ايترو ڪجهہ آئينده لاءِ حاصل ڪندو. پنهنجي نجات تہ جيئي سنڌ ۾ آهي- ڇاڪاڻ تہ ان جي مُئي اسان مان ڪوبہ جيئڻ جي آس نٿو رکي سگهي. دراصل سنڌ جي جيئڻ ۾ ئي پاڪستان جي جيئڻ جو راز مضمر ٿو ڏسجي. گهر جا سڀ ڀاتي جيئن ۽ وڌن ويجهن - ان لاءِ ضروري آهي تہ منجهن انصاف ۽ محبت جي بنياد تي برادري قائم ٿئي ۽ قائم رهي. هڪ جي ڳچيءَ تي لت ڏيئي جيڪو بہ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندو، سو اڳتي ڪونہ وڌندو، بلڪ هڪ قدم ڪتندي ئي مُنهن ڀر ڪرندو. اسان جي دعا اهائي آهي، هاڻي جِي نہ پر هميشہ ڪان وني-

سائين سدائين ڪرين سنڌ مٿي سڪار!
دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين!

اسين سڀ جا گهٽگهرا آهيون، ڪنهن جا بہ منگهرا نہ آهيون. شال اسان

جو ڪو منگهرو نہ ٿئي. پر دنيا ۾ رڳو نيڪ تمنائون ۽ نيڪ خيال ڪم ڪونہ ٿا اچن. بد خيال ۽ بدنيت پائرن ۽ همراهن جي فتنن کان خبردار ۽ انهن کان بچڻ لاءِ تيار رهڻو ئي پوي ٿو. شال اسان جي دوستن ۽ ساٿين ۾ اهو خيال ۽ اهو احساس هميشه موجود رهي ۽ سجاڳ رهي!

تو پنهنجي هڪ زندهہ دل دوست جي ضريفانہ صلاحيتن جو ذڪر ڪيو آهي. خدا جي ڏني مان جيڪي ڪجهہ وٽس هجي، ان مان ڪجهہ اسان جي ضيافت طبع لاءِ بہ موڪلي ڇڏ. مهرباني ٿيندي.

ادبي بورڊ جي تازي "مهراڻ" رسالي ۾ ٿر جي وسڪاري تي مضمون پريوءَ جي والد مرحوم جو لکيل ڇاپيو اٿن- ڏاڍو سنو مضمون آهي- مون ڪي پڙهي نهايت خوشي ٿي. اميد تہ تو بہ اهو مضمون پڙهيو هوندو.

آءٌ مارچ جي آخري هفتي ۾ هڪ ڏينهن لاءِ حيدرآباد ايندس. قسمت ٿي تہ ملنداسون. اسان جا اسڪول اجا بند آهن. ممڪن آهي تہ هاڻي ترت کلن.

پنهنجي سموري حال احوال کان واقف ڪج.

زياده خير، والسلام

تنهنجو محمد ابراهيم

×

جنهاڻ

١٥-١-١٩٦٩ع

پيارا سائين،

اوهان جو خط مليو، مهرباني. دير ان ڪري ٿي، جو رسمي خط لکڻ ۾ مون کي تڪليف ٿيندي آهي. جيستائين اندر ۾ تخليق جو وهڪرو نہ هُجي تيستائين خط لکڻ بہ عذاب بنجيو وڃي.

هينئر چوڌاري دوائن جي بوءِ پکڙيل آهي. ڪو وقت هو، جو مون کي اسپتالن ۽ ڊاڪٽرن کان نفرت ان ڪري هُئي، جو مون کي دوائن جي بوءِ ڪانہ وڻندي هُئي. هاڻي تہ آهستي آهستي ٿي اِها دوا جي بوءِ جڻ منهنجي پور پور ۾ سمهي پيئي آهي، بلڪ بوءِ جي تہ ڪا خبر نٿي پوي البت گهر کان ٻاهر نڪري اوپرائيءَ جو احساس ٿو ٿئيم.

گهر ۾ هاڻي نيڪائي ٿيندي ٿي وڃي، جڻ منهنجي پڃري جا تيلا پڄندا پيا وڃن. البت مون کي ڪجهہ زڪام آهي پر پنهنجيءَ اهڙيءَ جسماني تڪليف کي هرويرو لفٽ بہ ڪانہ ٿو ڏيان.

هينئر سياست جون ديڳيون چڙهيون پيون آهن. نڳ نڳ جي ذات اچي ڪني ٿي آهي. هرڪو ڳوٺ ۾ ڏندي گهمائيندو، اسان کي گاريون ڏيو، هتان روانو ٿيو وڃي. اسين سنڌ جا زخمي عوام جڻ سندن جاگير آهيون. ڪماڙيءَ جو زخم ماٺو ڪايو نيڪ ٿيو وڃي، پر هي مِنا زهر اسان جو رت ست ختم ڪري ڇڏيندا. مني زهر جون رنگين شيشيون جيڪڏهن عوام پيجي ڇڏي، تہ ڏاڍو چڱو، پر ڪماڙيءَ جو ڦٽ بہ ڇُٽي! هاءِ! سنڌ جي عوام جو حافظو. اِهي ساڳيا چوڌري ۽ دولتانا هُئا، جن اونداهين جو فائدو وني، اسان جي دل ۾ خنجر لاهي ڇڏيو هو، ۽ اُن اونداهيءَ رات جي رڳن ۾ سنڌ جي عوام جو ڳاڙهو رت پکڙجي ويو هو.

تحريڪ جمهوريت اُٿي آهي، پر خبر نٿي پوي تہ اِها جمهوريت ڪهڙي هوندي! ڏاڍن جي ڄمهوريت يا هيٺن جي جمهوريت؟

اوهان جيڪي ڪجهہ خط ۾ نجات متعلق لکيو آهي، اُن سان پاڻ سورهن آنا متفق آهيون. واقعي هٿ قدم قدم تي پنجوڙ آهي: جن کي صرف شينهن توڙيندا آهن.

تر جا حال اُهي ئي آهن جيڪي اڳي هُئا. پٽ جي ڪنهن ڊگهي چوٽ تي

چڙهندا تہ اوهان کي ڏهرن ۾ سُج دوڙندي نظر ايندي جا چاتيءَ تي ڏکار جي قتيل ماڻهن جون آهون ڪٽي هلندي آهي. ڪٽڪ ڪٽي وجڻ لاءِ هيءُ ممنوع علائقو آهي، جو تر سجي کي 'باردر' ۾ شمار ڪيو ٿو وجي.

هينئر ڪا ڪهاڻي نہ لکي سگهيو آهيان، جو هڪ تہ پنهنجيءَ هڻ وٺ ۾ وقت گذريو وجي، ۽ ٻيو جيڪي ڪا نظر ٿوري ٻاهرجيو ٻاهر وجيو پئي، سا سياسي حالتن جي ڊينگرن ۾ اٽڪيو پوي.

اِنهيءَ اوهان جي پَٽ ۾ 'تہ سيءُ جهڪو ڪونہ ٿيو هوندو. هت بهار جي ڪيفيت وچائنجي ويئي آهي، پر اُهو بهار نہ جنهن جي هر سجاڻ کي ڳولا هوندي آهي.

هاڻي، هيءَ ننڍڙي ڪهاڻي:

"ابا ڪير جهلاڻو آهي؟"

"هڪ شاعر"

"ڪوه پوءِ مُئن کي ٽُڪون نٿو ڏئي تہ ڪُل مري رَهن!"

"نہ. اسان وٽ شاعر ٽُڪن سان جيئرن کي ڪونہ مارِيندا آهن، پر مئلن کي جيئرو ڪندا آهن"

-ٻي ڪهاڻي:

"ادا! مبارڪون هجنئي پٽڙي جون!"

"خير مبارڪ"

"نالو ڇا رکيو اٿئيس؟"

"هيروشيما"

-ٽين ڪهاڻي:

" 'فلاڻو' شاعر ڏنو اٿئي؟"

"ها! صرف اکيون ڏٺيون اٿمانس"

"اکين ۾ ڇا ڏٺئيس؟"

"مون کي ائين محسوس ٿيو جڻ سندس اکين مان هزارين ڪبوتر نياپا کٽي هڪبئي پويان ڦڙ ڦڙ ڪري اُڏري آسمان تي گهمريون پائي رهيا هجن. ڪنين جي ڦڙ ڦڙ هِن پار کان هُن پار تائين فضا تي وچائجي ويئي هُجي."

اِن ڪهاڻيءَ جي تصديق لاءِ شاعر جي اکين ۾ چڱيءَ طرح جانچي ڏسجو!

فقط اوهان جو عبدالقادر

(٦٦)

٢٩-٤- ١٩٦٩ع

پيارا سائين!

هيترا سارا ڏينهن گذري چڪا آهن. نہ اوهان طرفان احوال آيو آهي، نہ وري مون، ڪجهہ پل بدتميزيءَ ڪي پاسيرو رکي، اوهان ڏانهن ڪجهہ لکيو آهي. سمجهان ٿو تہ اوهان سان بہ مون وارو حال ساڳيو آهي. هڻ وٺ، ڀڄ ڀڄان، نہ يار جي نہ دوست جي، نہ راڄ جي نہ ڪنهن جي. ماڻهو زندگيءَ جي بيل گاڏيءَ تي سوار آهي. ڍڳا جَــڙَ آهن. رستي ۾ ڪڏون ڪوٻا ۽ ور آهين. حالتن جي ڏڏڙ اڇيو اکين ۾ پئي- هيڏانهن هوڏانهن، هيٺ مٿي، ڏندن هيٺان مٽي، ڪچر ڪچر، اکيون ڳاڙهيون، بس پيو رينگڻ هلي.

ٿر جا ماڻهو لابارا ڪري وارُو ٿيا آهن. ڪٽڪ اڍائي مڻ ڪڻڪ جي ماڻهوءَ ڪي اجازت آهي. هوائون زور زور سان پيون هلن. اجا تہ آسرو ڪونهي.

اوهين پنهنجي احوال کان واقف ڪندا.

B.Ed. جو فارم ڀرايو اٿم، آئنده ماهہ ليسَنَ آهي.

عبدالقادر جوڻيجو

کوهاٽ
٥-٥- ١٩٦٩ع
پيارا عبدالقادر،
خوش هجين شال،

تنهنجو خط نيٺ اچي ويو. نهايت مهرباني. آءٌ تہ هتي پڄجي ويو آهيان. گذريل سيپٽمبر مهيني کان هتي آهيان. ارادو هو تہ اپريل ۾ بهار جي موڪلن ۾ ايڏانهن اچي سگهندس، پر عين موقعي تي موڪلن جي رڪجي وڃڻ سبب، ورتل ريل جي ٽڪيٽ بہ واپس ڪرڻي پئي. اونهاري جي وئڪيشن جولاءِ جي پهرينءَ تاريخ کان گهٽو ڪري ملندي- اُن تي اِنهي پاسي اچڻ جو ارادو آهي. بہ مهينا ڪن وئڪيشن جا ٿيندا آهن- ڏسجي تہ هن پيري سڄي وئڪيشن ڏين ٿا يا ڪجهہ گهٽائين ٿا. اتي هجان ها تہ جيئن ٻين کي پروموشن ڏيئي ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽرس آف اسڪولس ڪيو اٿن، تيئن منهنجو بہ حق هو،'پر هتي هئڻ سبب نظر انداز ڪري ڇڏيو اٿن. اُن جي ڪا ڪاص اونَ بہ ڪانہ اٿم، ۽ هوئنن بہ آگسٽ ١٩٧٠ع ۾ ٥٥ سالا عمر جا پورا ڪري رٽائر ٿيڻو ئي آهي. باقي هي ڪجهہ مهينا آهن، سي بہ هن غلاميءَ جا ڏينهن ۽ پهر ڳڻي ڳڻي پورا ڪري وڃي پار پئبو. حالتون ٻيون آهن. ڏسجي تہ اڳتي ڇا ٿو پيش اچي. شال سنڌ سدائين شاد ۽ آباد هجي. ٿر جي ڏڪار جون خبرون عبرت اخبار ۾ ايندڀون رهن ٿيون. مَن هِن سال مينهَن پون ۽ سکَ ٿين!

تنهنجي بي. ايڊ جي امتحان جي گرما گرم تيارين جو پڙهي دل خوش ٿي. هن گڏ ڪجهہ تعليم ۾ سکيا متعلق نڪتل نوٽ سائڪلو اسٽائيل ٿيل موڪليان ٿو. تون اهي خيال سان پڙهندين تہ اميد تہ توکي انهن ۾ چڱو فائدو نظر ايندو.

هتي هينتريءَ دوريءَ تي پنهنجو تہ حال هيءُ آهي، جو ايڏانهن جي اون ائين ئي دل تي ٻيني ئي آهي- ۽ هر وقت دل ۾ اچي ٿو تہ:

آءٌ ڪانگا وڻ ويهہ، سُڏيون ڏي ساٿيهہ جون،
چڱا پلا سپرين، ڪِ سک وَسي ساٿيهہ!
پريَن لئہ پرڏيهہ، مون تان گهٽو نهاريو.

سو، انهيءَ پاسي جو ڪو خط اچي ٿو ۽ سو بہ تو جهڙي قربدار جو، تہ من خوشيءَ ۾ اچلون ڪائي اُٿي نچي ٿو. ڪيترن يارن تہٌ شروع کان ئي لکڻ بند ڪري

ڇڏيو- ڪن جي سُستي، ڪن جي لاپرواهي، ڪن جي حالت ۾ وري ڏيڄڙي جو حساب. تون ته مهرباني ڪري به اکر وقت بوقت لکندو رهج. وڏيڪ ڏيگھه جي به ضرورت ڪانهي- رڳو خير ۽ عافيت جون ٻه سٽون ئي لکُ لهن.

حالتون ڪيئن به هجن ۽ ڪهڙيون به هجن، اوهان اديبن ۽ فنڪارن کي پنهنجي قلم جي پورهئي کي بند نه ڪرڻ کپي. ادب ۽ فن جي دنيا ۾ تخليق ئي آهي، جا ڪنهن تهذيب جي بقا ۽ ترقيءَ لاءِ ضمانت جو ڪم ڏئي ٿي- پنهنجي انفرادي روح جي ونڊر ته اُها آهي ئي- هر فنڪار جو اُداس روح اُن ۾ اَجهو وٺي ٿو. سو جي اوهان ڪجهه نه ڪجهه خدا جي ڏني مان امان کي ڏيندا رهندا، ته اُن ۾ اوهان جو پنهنجو فائدو به آهي. "نئين زندگي" ۽ "بادل" ٻه رسالا ته وڃي خير سان بچيا آهن. انهن لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ضرور نوڪي لکڻ گهرجي.

اميد ته هر طرح خيريت سان هوندين.

تنهنجو محمد ابراهيم

٢٨-٥- ١٩٦٩ع

پيارا سائين!

اوهان جو خط مليو پڙهي ڏاڍو خوش ٿيس. هونئن بہ گهڻن ڏينهن کان پوءِ کنان کو خط اچي ٿو تہ پوءِ مڙيئي دل خوش ٿيو وڃي. آءٌ ٽن چئن بين دوستن ڏانهن بہ خط لکندو رهندو آهيان ۽ جواب ملندو رهندو اٿم. پر هينئر جيئن اوهان جي خط دير ڪئي تيئن مون بہ ڪنهن دوست ڏانهن ڪي بہ اکر بہ ڪونہ لکيا. گهڻو وقت اڳ اوهان جا لکيل اکر ياد ٿا اچنم تہ "ڳوٺ ۾ رهي ماڻهو روزمره جي مشغولين ۾ ڦاسي ويندو آهي ۽ ماڻهن جهڙو ماڻهو ٿي ويندو آهي ۽ لکڻ پڙهڻ کان پاسيرو ٿي ويندو آهي." هينئر مون سان بہ اها حالت آهي.

هت برابر اسان جي عملدارن کي ڪلاس وَن ڏنا اٿن، پر اوهان کي بہ تہ ملڻ کپي. هينئر پاڻ ڏيکارڻ لاءِ مڙيئي دانهن ڪُوڪ بُڌجي ٿي- پانيان ٿو تہ اوهين بہ ڪجهہ ڪوشش ڪريو تہ ڪم ٿي پوي. بي تہ ڪا خاص ڳالهہ نہ آهي پر پينشن ۾ مڙيئي فائدو ملندو. تنهن کان سواءِ پڇاڙيءَ جو سال جي هِن پاسي سولو گذري وڃي تہ بہ بهتر آهي. باقي رهي ڳالهہ تہ پينشن تي سگها ايندا، اُن لاءِ عرض آهي تہ سنڌي ادب کي اوهان جي نوڪريءَ کان وڌ اوهان جي 'پينشن' جي ضرورت آهي.

مون کي اوهان جي انهيءَ ڳالهہ تي ڏاڍي حيرت ٿي آهي تہ اوهان ڏانهن دوست خط لکندا ئي نہ آهن. آءٌ تہ ائين سمجهيو ويٺو هوس تہ اوهان کي هفتي ۾ بہ ٽي خط ضرور ملندا هوندا.

حيدرآباد ويس، اُتي ڪجهہ اديبن مون کي چيو تہ "روح رهاڻ" رسالو چالو ٿي وڃي، پر حميد جاٽي واٽي ڪوشش نٿو وٺي.

ٿر ۾ تہ ڏاڍو ڏُڪار آهي. اجا تائين واهوندي بند نہ ٿي آهي. مال مري ويو آهي. مون وٽ هڪڙيون بہ وهڙيون هُيون، سي بہ ڪاساين کي ١١٥ روپين ۾ وڪڻي ڏنيم. البت اڳي جو ٿر ڏانهن اناج ڪڻڻ جي اجازت نہ هُئي، سا هينئر ملي اٿن. ۽ لابارو لڙو ڪيو ڪٽيو پڳا وڃن. ڳوٺ پهچي، مينهن جو انتظار ڪندا آهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مينهن بدران ڪا ماڪڙ اچي وڃي. (جو اسان جو اوهان جو ڀاڳ آهي)- اِن ڳالهہ کي ڪٿي ذهن ۾ هڪ افسانو پيو جوڙيان.

هينئر تازو جميل جالبيءَ جي ڪتاب 'پاڪستان ڪلچر' کي پڙهيم ۽ ٻيا بہ

ڪجھہ مضمون 'ڪلچر' بابت پڙهيا اٿم. ائين ٿو محسوس ٿئي تہ اهي ليکڪ بنيادي طرح تي جاسوس آهن، جيڪي ٿوپلا اکين تي چاڙهي، چروٽ واڇ ۾ وجهي، هٿ ڪيس ۾ پيل پستولن ۾ اٿن، ۽ هليا آهن ڪلچر کي گرفتار ڪرڻ. پر ڪلچر بہ ٻوٽ تي ڪارٽ مکيو، ڀڄيو وڃين. ڇا نہ زمانو اچي بيٺو آهي، ڪلچر بہ جن ڀوت ٿي ويو آهي، جو هٿ نٿو اچي (ان عنوان تي بہ افسانو لکڻ جو ارادو اٿم).

تازو قلم: ٣١-٥-١٩٦٩ع

اڄڪلهہ لُون ڏاڍي ڀيئي لڳي. واري اُڏريو اچيو اکين ۾ پئي ۽ ڏندن هيٺان ڪچر ڪچر ڪري. ٻيرون پڪا سي ماڻهن ڪاڏا بہ سهيٰ ۽ هاٽي ڇٽي بہ ويا. اوهين جي هن پاسي هجو ها تہ ٻيرُن جي دعوت ضرور ڏجي ها. سمجهان ٿو تہ ٻيرن کائڻ جو مزو، ڪٻڙن ۾ لتڪڻ کان پوءِ ٿو اچي، نہ ڪہ بند ڪمرن ۾ ويهي برف جي پاٽيءَ ڀسان ڌوئي پوءِ. اوهين تہ صاحب دل آهيو، ان جي اوهان کي وڌيڪ خبر هوندي. ان سان گڏ اها بہ ڳالهہ آهي تہ 'اديب' ڪڏهن بہ پوڙهو نہ ٿيندو آهي. ڳاڙهن ۽ ماڇڪن (سفيد) ٻيرُن سان گڏ ڳاڙها ۽ ماڇڪ ماڻهو بہ ڏسي سگهجن ٿا.

هتي دوستن جو دائرو وڌندو بہ ٿو وڃي. ڇا مان ڇا ٿي ويو آهي. ڇيوسين بڄ پوکيو اٿئون فصل ٿئي يا نہ ٿئي، پر هت تہ ڍير لڳي ويا آهن. ذهن جون گُنديون پرجي ويون آهن. سچ ڪَني ڪڍي آهي.

اوندهہ جي چادر ڦاٽندي آهي تہ پوءِ ليڙُون ٿيندي دير ئي ڪانہ ڪري. ڪٽڪ ٦ مهينا وني، سنڙيو تُوريو پيلين گلن وارو ٢ مهينا وني- ڪيئن ٿا پانيو تُورئي جي پوک!

عبدالقادر جوڻيجو

سلام سڀني تر، سڀني سنڌ جا قبول پون، جواب سگهو ڏيندا – "ع".

کوهاٽ
١٢-٦- ١٩٦٩ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجو تازو خط ٻہ چار ڏينهن ٿيا تہ مليو. نهايت مهرباني، جو يادگيري ڪئي اٿيئي. اڄ اخبار ۾ پڙهيم تہ اوهان جي بي. ايڊ. جي پريڪٽيڪل امتحانن جون تاريخون ٢٠ جون کان ٣٠ جون تائين رکيون اٿن. "عبرت" اخبار ١٩ تاريخ واريءَ ۾ اهي تاريخون لکيل هيون. اسان جي وئڪيشن جي تاريخن جو اڃا تہ ڪو پتو ڪونهي، پر اميد اها پيا رکون تہ دستور موجب پهرين جولاءِ کان ٻن مهينن جي وئڪيشن هن ڀيري بہ ڪائي سگهنداسون. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ پوءِ اميد تہ آءٌ هتان پهرينءَ يا ٻيءَ جولاءِ جي نڪري، حيدرآباد ٻيءَ يا ٽيءَ تاريخ پهچندس. جي تون اُنهن تاريخن تائين، پنهنجن امتحانن جي سلسلي ۾ اچڻ کان پوءِ، حيدرآباد ۾ رهئين، تہ اميد تہ فوراً پهچڻ سان ئي توسان ملاقات جي خوشي حاصل ٿي سگهنديم. جي نہ تہ بہ ٻن مهينن جي وڪيشن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن موقعي سان گڏجاڻي ضرور ٿيندي.

مون ڏانهن گهڻا اصليٰ دوست بہ خط نٿا لکن، ۽ ان جا سبب بہ الڳ الڳ آهن. ڪڙا تہ اهڙا آهن جن کي دراصل دوست چوڻ بہ نہ گهرجيم- جن ڏانهن آءٌ خط لکان ٿو تہ اُن جو بہ تہ جواب نٿا ڏين پر خود منهنجو ڏانهن خط لکڻ بہ ڪين نٿو وٽي. سبب اهو، جو هو پنهنجن ترت توڙي ڏورانهن آقائن جي ڏمر کان ڊڄن ٿا. ٻيا اهڙا دوست آهن، جن کي پنهنجي ذاتي فائدي يا نقصان لاءِ نہ پر ڪن وسيع ۽ گڏيل نقصانن ۽ فائدن کي خيال ۾ رکي، مون سان خط و ڪتابت کان پرهيز ڪرڻي پوي ٿي. ۽ اها ڳالهہ ائين سمجهي ۽ محسوس ڪري، آءٌ انهن کي اِن لاءِ نہ فقط ڏوهہ نٿو ڏيان پر ساڻن ان خيال ۾ متفق پڻ رهان ٿو. ٽيان اهڙي قسم جا ماڻهو آهن، جن سان دوستيءَ جو دم اينترو گهڻو نہ رهيو آهي- تہ بہ زندگيءَ جي ڪاروباري معاملات ۾ ڪافي ويجهڙائي رهي آهي. اهڙن ماڻهن منجهان اڪثر ماڻهن هيءَ روش ورتي آهي تہ سعيو ڪري هو مون سان تعلق ۾ رهڻ کان پاڻ بچائين ٿا. مطلب تہ گذريل ٻن سالن جي تجربي ماڻهن بابت مون کي ڪافي ڪجهہ ڳالهيون سيکاريون آهن. ۽ اها ڳالهہ ائين بہ سُني ٿي چئي سگهجي، جو اُن مان وري بہ ماڻهو ڪجهہ سکي ئي پيو! بهرحال تون ان ڳالهہ کان گهڻو پاڻ کي پريشان ٿين نہ ڏج. مون اها ڳالهہ ائين ئي، سواءِ ڪنهن خاص مقصد جي، توڏانهن لکي

چڏي هئي.

جميل جالبيءَ پارا ڪلچر جي پنيان لڳ ڪٿي لڳل ماڻهو برتريءَ ۽ حڪمرانيءَ واري ڪلچر جي ڳولا ۾ آهن، جو ڪين نفرت ۽ لاف زنيءَ جي ٻٽي مرض ۾ اهڙو ڳهُٽي بينو آهي، جو هو دوا ۽ دعا ٻنهي ڪان متني چڙهي چڪا آهن. هو هڪجهڙائيءَ ۽ اشتراڪ عمل واري ڪلچر کي ڪوڙ سڃاڻن، بلڪ ان ڪان پري ڀڄن ٿا. جيڪو ڪين محبت ۽ نياز سيڪاري ۽ اصل انسان بنائي. مون کي ڏاڍي خوشي ٿي، جو تون انهيءَ موضوع تي اينترو پڙهين ٿو ۽ سوچين ٿو ۽ ان تي اينتري قدر ڪم ڪرڻ پڻ چاهين ٿو.

شايد گذريل ٻه سال ساندهه اسان جو غريب ٿرُ ٻرُ ئي رهيو آهي. من هن سال ڪو مينهن وسي! - وسُ وسُ، وسُ وسُ، وَس ڪر مينهن، ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي! هيءُ گيت تو پڙهيو آهي؟ ان جو ڪو تاثر دل تي ياد اچئي ٿو! اهو سڄو گيت توڏانهن اچ لکي ٿو موڪليان. وري پڙهنديئنس، ته ڏاڍو وڻنديئي! هونئن ٻه اسان جي ٻَرَ وَني ته ڪي سال ٿي ويا آهن!

وسُ وسُ، وسُ وسُ، وسَ ڪر مينهَن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!

سوڪ وَتِي ٿي ساري ساري،
اپ مان اڪ نه ڪڍي ٿو هاري،
ڏس هيءَ ونڻ جي ٿاري ٿاري،
هٿ ڦهلائي جنَن بيڪاري،
سڙڪون لَٿ ۾ ليٽيون پيٽيون،
ان-گاڏيءَ سان جڻ ته لَپيٽيون،
ڳُسَ مان اُپري نڪتا نينهن-
پرتا وچڙيا ساٿي!
وسُ وسُ، وسُ وسُ، وس ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!

مس مس اپ تي بادل جايا،
اندر جا جهنڊا لهرايا،
تن تي ڇايا بدلي ڪايا،
نازڪ دل وارا گهبرايا،
نانگڻ نڪتي يا وڄ چمڪي،

چم چم چم چم برڪا چمڪي،
ڏس نہ سَهين جڻ گجندا شينهن-
پجندا مڪنا هاٿي!
وسُ وسُ، وسُ وسُ، وسَ ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!

خوش هوندا سڀ پيڪي ڌارا،
وڃڙئي ٿيا ٿي مهنا سارا،
پورا ٿيندا جئن لابارا،
ملندا شهري مٽ موچارا،
ساجُهر اَنَ جون گاڏيون هلنديون،
پرجي ڏُڏ جون چاڏيون هلنديون،
ڏسندي ڏسندي لنگهندا ڏينهن-
آس نہ آمون لاٿي!
وسُ وسُ، وسُ وسُ، وسَ ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!

تو منهنجي نوڪريءَ ۽ پينشن وغيره جي ڳالهہ ڪئي آهي. منا پائڙا، ڪهڙيون نوڪريون ۽ ڪنهن جون پينشنون! ڏسجي پيا ٿو ٿئي! دل گهرئي هنڌ جي دل گهُري نوڪري هجي، تہ اُن جهڙي ٻي پينشن ئي ڪانهي. پر اُها نوڪري تہ هميشہ دل سان لڳي ئي رهي ٿي- ۽ انهيءَ ڪري ئي طبيعت هيترين ڳالهين ۾ گهٽي پريشان نہ ٿي رهي. بهرحال هيءَ نوڪري پوري ٿي تہ البت هڪ مَنا ٿي اُها نوڪري ڪنداسين- جيتري ۽ جيئن پُڄي سگهي- آس نہ آ مون لاٿي! ڏسندي ڏسندي لنگهندا ڏينهن، آس نہ آ مون لاٿي!

هتي اڄ ڪلهہ گرمي البت وڌيل آهي. ڏينهن وات پڪا هلائٽا پون ٿا. گذريل چئن پنجن ڏينهن کان شام هر روز طوفانُ، ڪجهہ ٻہ چار ڦڙيون ۽ جُهڙ ٿين ٿا، ۽ اڌ ڪلاڪ ڪن يا ڪلاڪ ٿي ختم ٿي وڃن ٿا، ۽ ائين سڄي ڏينهن جي تپت ۾ ٿا پر اچيو وڃي. آءٌ نهايت خوش چڱو ڀلو گذاريان ٿو. تنهنجي صحت جو الائي ڪهڙو حال آهي.

اميد تہ هر طرح خيريت سان هوندين.
وڌيڪ خير.
تنهنجو محمد ابراهيم،

جنهاڻ
١٥-٩-١٩٦٩ع

پيارا سائين،

صبح جو وڻندڙ سمو آهي- سنڌ جو صبح. اڄاڻ آسمان تي پکڙجي ويئي آهي. پکين جي چر چر لڳي پيئي آهي. واريءَ تي ماڪ جو ته چڙهيل آهي. هيءَ 'وقت' ئي آهي جيڪو مون کي خط پيو لکرائي- جينوٽيڪ خط لکڻ واريءَ حالت ۾ اڄڪلهه نه آهيان. ان جو سبب هيءَ آهي ته گذريل اڍائي مهينن ۾ Gastro مون تي به پيرا حملو ڪيو، مس مس موت جي منهن مان پاڻ کي ڇڏايو اٿم. اوهين ئي سوچيو ته ڪاڏو جيڪو ڪاوان سو ٻاهر- ڏاڍو هيڻو ۽ ڪمزور ٿي پيو آهيان. سُڪي ڪٽي پيڙو[؟] ٿيو آهيان. مزاج ۾ رڳو بيزاري ئي بيزاري آهي. ٻه اکر ٻه لکڻ تي دل نٿي چوي، جينوٽيڪ سوچيندو ۽ ڪُڙهندو سراسري آيو آهيان ته اوهان ڏانهن خط چو نه لکيو اٿم. هاڻ! اوهين مهرباني ڪري دل وَ جان سان هڪ خط لکي مون کي دير جي معافي ڏيندا ته ڪجهه اطمينان محسوس ڪندس، چو ته دل ۾ اهو چور وينل اٿم ته ڪمزوري، بيماري ۽ بيزاري به اکر لکڻ ۾ مانع نه هئڻ ڪپن. اوهين پنهنجو سچو حال احوال موٽ ۾ موڪليندا.

ٽي مهينا ڪن ٿيا، جو حيدرآباد ۾ B.Ed جا ليسَن ڏيڻ آيو هوس. اُتي راڄ محمد پلي ۽ عبدالڪريم پلي گڏيا هُئا. دراصل راڄ محمد تي دل جو شديد دورو پيو هو. اُتي عبدالڪريم پليءَ مون تي ٻه ڪم رکيا هئا: (١) ته پنهنجو مجموعو ترتيب ڏيان ته هو ڇپرائي، ۽ (٢) ته عبدالڪريم جي مرضي هئي اوهان سان ملاقات ڪري اُن لاءِ آءٌ رابطي جو ڪم ڏيان، پر آءٌ ايندي ساڻ بيمار ٿي پيس. ڪجهه هلڻ جهڙو ٿيس ته وري بيماريءَ حملو ڪيو. نه ئي مجموعو تيار ڪري سگهيس نه وري اوهان سان ملاقات ٿي سگهي. ڏک جي ڳالهه ته راڄ محمد جي ٻني پيري مزاج پرسيءَ لاءِ سندن ڳوٺ نه وڃي سگهيو آهيان. اوهان کي خبر آهي ته دل جا مريض دوستن جي مزاج پرسيءَ کي وڏي اهميت ڏيندا آهن

هت ڏاڍو ڏُڪار پيو آهي. حالتون تمام خراب ٿي ويون آهن. مال مري ويو آهي. ماڻهو رُلي رِيا آهن. هيءُ پيو ڏُڪار آهي. ازانسواءِ ڪالرا ۽ گيسترو وڳهي ٻه ڪنترين تي حانيون هليون ويون آهن. بيماري ته هاڻي نه رهي آهي، پر ڏُڪارَ جيلهيون ٻجي ڇڏيون آهن.

اسان جا B.Ed جا پيپر ١ آڪٽوبر تي ٿيندا. ان موقعي تي آءٌ حيدرآباد ايندس. اوهين نه الائي ڪڏهين وطن ورندا؟

عبدالقادر جوڻيجو.

کوهاٽ
٣-١٠-١٩٦٩ع
پيارا عبدالقادر،

آءٌ ٻہ مهينا کن حيدرآباد ۾ هئس. توسان ڪنهن طرح ملاقات ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوم. پر تون ٻہ اچي ڪونہ سگهئين، ۽ آءٌ ٻہ اُتي ايندي ئي ايترن تہ ڪمن ڪارين ۾ لڳي ويس، جو ڪيڏانهن ٻنهہ نڪرڻ ئي ڪونہ ٿي سگهيو. هفتي کن لاءِ سو ڪراچيءَ ويو هوس، سو بہ اُنهيءَ مجيب الرحمان جي اچڻ واري موقعي جي هنگامي ۾. بهرحال انهن ٻن مهينن ۾ حيدرآباد ۾ چڱو موچارو ڪم سامهون آيو ۽ ان ڪي منهن ڏيڻو پيو. ڪنهن موقعي تي حيدرآباد وئين تہ سنگت ساٿ کان سڄي حال احوال جي خبر پئجي ويندئي.

اِها تہ خوشيءَ جي ڳالهہ تو ٻڌي هوندي تہ ڀاءُ يار محمد ڀنهور کي سنڌ متحده محاذ جي حيدرآباد واريءَ آفيس ۾ بطور آفيس سيڪريٽريءَ يا ڪنهن اهڙيءَ حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو آهي. ادبي بورڊ منجهان نڪري اچڻ کان وٺي هو ٻنهہ بيڪار وينو رهيو ۽ هُن جهڙو ڪم وارو ۽ ڪم سان لڳو رهندڙ ماڻهو ان بيڪاريءَ جي صورتحال ۾ طبيعت توڙي معاش جي سلسلي ۾ ڏاڍو ڏکيو ۽ ڏکارو گذاري رهيو هو. جيئن هتي آءٌ ڀهرين سيپٽمبر تي آيو آهيان، تيئن وٽانئس يا ڪنهن ٻئي دوست وٽان ڪو حال احوال ڪونہ آيو اٿم. خبر نہ آهي، ڇو- دوست خطن لکڻ کان گهڻو ڪيٻائين ٿا. البت منهنجا پٽ منور علي ۽ مظفر علي خط لکندا ٿا رهن ۽ سڄي حال احوال کان واقف رهندو ٿو اچان. مون کي خبر آهي تہ ڀاءُ يار محمد اُتي خوش آهي ۽ ڏاڍو سنو ڪم سندس هٿان ٿي رهيو آهي.

يارن دوستن جي وچ ۾ ڦيٿاڙن جي تہ توکي سموري سُڌ هوندي، ۽ وڌيڪ ٻہ پيئي پوندي هونديئي. انهيءَ وچ ۾ هڪڙو ڪتاب پڙهيم. جنهن ۾ انهيءَ ئي قسم جي گروهہ بنديءَ ۽ گروهہ بازين جو ذڪر ڪيل آهي. توکي ياد هوندو تہ ١٩٦١ع ۾ فرانس ۾ ڊي-گال جي سرڪار خلاف شاگردن طرفان وڏي هنگامہ خيز بغاوت اُٿي هئي، جنهن فرانس جي سياسي ۽ سماجي دنيا ۾ تہ ڇا پر سڄيءَ دنيا ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو هو. هيءَ ڪتاب انهن چند انقلابي ڏينهن جي تاريخ بابت آهي- نالو اٿس French Revolution-1968. هي هڪ عجيب ڪتاب آهي ۽ آءٌ سمجهان ٿو تہ اڄڪلهہ هر نوجوان کي پڙهڻ گهرجي. ان ۾ لکيل آهي تہ اهو

انقلاب جنھن وقت اُٿيو، تنھن وقت فرانس جي يونيورسٽيءَ، ڪاليجن ۽ هاءِ اسڪولن جي شاگردن، ۽ خاص طرح پئرس جي شاگردن، ۾ اينرا تہ گروهہ، ٽوليون ۽ جماعتون هيون ۽ منجهن اينرا تہ اصولن تي ۽ پروگرام بابت اختلاف هئا، جن جو اندازو بہ نٿو ڪري سگهجي. پر جڏهن انقلابي صورتحال رچي راس ٿي آئي، تہ اُهي سڀ الڳ الڳ، ننڍيون ننڍيون ٽوليون ۽ جماعتون گڏجي هڪ ٿي ويون ۽ سندن مخالف بہ سڀ گڏجي هڪ ڌُر بنجي ويا، ۽ ائين ملي جُلي ۽ الڳ ٿلڳ ٿي، فقط آمهون سامهون بہ ڌريون ٿي وڃي ميدان ۾ بيٺيون- هڪ ترقي پسند ۽ ٻيا رجعت پرست: ترقي پسند ڌرجيّ اڳواٽي ڪميونسٽن، انقلابين، مارڪسٽن وغيره ننڍين ننڍين ٽولين جي متحده محاذ وٽ تہ رجعت پرست ڌُر جي اڳواٽي فسطائي ۽ آمريت پسند ٽولين جي گڏيل محاذ جي هٿ ۾ هئي. هن ڪتاب جي پڙهڻ کان پوءِ پاڻ وٽ جيڪي هن وقت نوجوانن جون گروهہ بنديون آهن، تن کان مون کي ڪنهن بہ قسم جي ڪا پريشاني يا مونجهارو طبيعت تي ڪونہ رهيو آهي. هڪ ڳالهئين اهي اصولن جي روشنيءَ ۾ هڪٻئي سان خيالن ۽ طريقهءِ ڪار جا اختلاف تحرڪ ۽ زندگيءَ جا ۽ سجاڳيءَ جا آثار ۽ ثابتيون سمجهي سگهجن ٿيون.

هينئر هينئر، جيئن ئي هي لفظ لکي بس ڪيم، تہ اڄ جي ٽپال اچي ملي اٿم. لاهور کان هڪ خط جو انتظار هوم. منهنجو دوست غلام رضا پٺو اُتي انسپيڪٽر آف اسڪولس آهي- اُن جا اکر سڃاڻان- اُن جو خط آهي. کولي پڙهيم تہ خوش خبري ان ۾ هئي. پڙهي ڏاڍو ڏاڍو خوش ٿيس. پهرين پهرين توسان اها پنهنجي خوشي ونڊيان ٿو! لکيو اٿس تہ منهنجي بدليءَ جو فيصلو ٿي چڪو آهي ۽ مون کي واپس پنهنجي وطن موڪلين ٿا، ۽ ٻن ٽن ڏينهن ۾ آرڊر مون کي هتي ڪوهاٽ ۾ پهچي ويندا. منا ياءُ، تون اندازو نٿو لڳائي سگهين تہ آءٌ ان ڳالهہ تي ڪيترو خوش ٿيو آهيان. انگريزيءَ ۾ پهاڪو آهي تہ "سيارو آيو آهي تہ بهار ڪو پري هوندو ڪيئن!" سو مون جيڪو هتي وقت گذاريو آهي، سو سياري ئي وارو وقت هو ۽ اُن بهار جي آسري ۾ ئي گذاريو اٿم. هاڻي اميد تہ ترت اتي حيدرآباد ۾ ملنداسين. اِها ڳالهہ اجا ڪنهن سان نہ ڪج- ڪن دلي.دوستن سان ڪرڻي پوي تہ ٻولو ڪونهي.

وڏيڪ خير-اميد تہ تون هاڻي خوش هوندين، ٽر جي ڏڪار ۽ پنهنجن مارو ماڻهن جي ڏکن ڏاڪڙن جون خبرون ٻڌندي ٻڌندي، ۽ پڙهندي پڙهندي، دل ڏاڍي پرچي ٿي اچي، شال پنهنجي ديس ڏانهن هميشہ خير هجي!

- تنهنجو پنهنجو

محمد ابراهيم

حنهاڻ
٢٢-١١- ١٩٦٩ع
سائين منهنجا،

اوهان جي خط پُڄي کي ڳچ ڏينهن متي ويا آهن، ۽ مون کي خط لکڻ ۾ اينتري دير ٿي آهي، جو خط لکندي ڦڪت پيئي ٿئيم. پنهنجيءَ انهيءَ نالائقيءَ تي گهڻو پاڻ کي ننديو اٿم. پنهنجن پيارن سان جڏهن ڪا بي واجبي ڪندو آهيان تڏهن اندر ۾ اينتريون چُونگون لڳنديون اٿم، جو ان جي خارجي اظهار لاءِ منيون پيڙي پِٽِ، ڪرسيءَ جي ٻانهن يا ڪٽ جي اِيس تي هڻندو آهيان ۽ پوءِ اُها تڪليف ضمير جي آواز کي لٽي ڇڏيندي آهي ۽ مون کي ڇوٽڪارو ملندو آهي.

خط نہ لکڻ جا، سستيءَ کي ڇڏي، ٻيا بہ عذر گهڻا اٿم. پهرين ڳالهہ اها تہ اوهان جو خط منهنجي حيدرآباد پهچڻ کان پوءِ سُنت ٿي ڳوٺ پهچي ويو، جو ڪافي دير سان ڳوٺ پهچي پڙهيم ۽ خيريت معلوم ڪيم. اوهان کي شايد اڳ ۾ ئي خط لکي چڪو آهيان تہ امتحان کان اڳ گيسترو ڏڪ ڦٽ ڪري وڌا هُئا، اينتري قدر جو شوڪت، علي بابا ۽ ارباب هڪ خط رجسٽر ڪري مون کان پڇيو هو تہ "جيئرو آهين يا مري وئين! جي مَري ويو هجين تہ احوال سگهو موڪل تہ اسين فاتحہ پڙهڻ اچون." امتحان تان موٽڻ بعد اليڪشن ڊيوٽيءَ جو ڪم مليم، سو بہ ڏڪاريل پَٽ ۾، جتي ڪو ووٽ لڪائڻ وارو تہ نهيو پر پاڻي پيارڻ وارو بہ نہ ملي. دَرَپُورَ هئي. گهرن جا دربند، ڊنل لوڙها، گهٽين تي ڊينگر نہ ڊينگر جهڙو آيل. نانگن ڪنڍن تي ڪتي ڪا ڳجهہ نظر ٿي آئي. آسمان ڏُڪاريلن جي اکين وانگر خالي هو. ڪُڪڙونُو لڳي پيئي هُئي. هڪڙو بہ سيدن جا ڳوٺ اهڙا هئا جتي رات جو ڊاٻو ڪيوسين. هڪڙو پاسو ڇڏائي ڳوٺ آيس تہ ٽائيفائيڊ گوڏا ڏيئي چڙهي ويئي. ٻيو پاسو منهنجي پاران ٻئي هڪ دوست ماسٽر ڇڏايو، ۽ پوءِ مون کي ٻڌايائين تہ بہ راتيون ڀتن جي پاسائن ۾ اُجو بکيو پيو هو. هاڻ اُٿي هَلڻ جهڙو ٿيو آهيان. ڪجهہ ٻَهاريءَ ۾ آيو آهيان. تڏهين اوهان کي جواب پيو ڏيان. اوهان جي سنڌ ۾ اچڻ جو "عبرت" ۾ پڙهي، خوش ٿيس. اوهان کي ڪتي رکيُن، ان جو اطلاع منهنجي هڪ دوست خير محمد لغاري جيڪو D. I.S. جي آفيس ۾ ڪلرڪ آهي اُن وٽان مليو تہ اُوهين خيرن جا گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا ۾ پهچي ويا آهيو. اڄ نيٺ سنڌ جا پير اچي ڇُميان. "گهُر تہ گهُرين" ڪنهن سنڌيءَ ملوڪ ڪهڙي نہ مَلوڪَ ڳالهہ ڪئي آهي! ڪئي ڪا دير. سنڌ اوهان کي گهرائيندي؟ اڄ اوهان جا موڪليل ٢٨ خط اکر اکر ڪري پڙهيا اٿم، ۽ اوهان جي ياد جي لاٽ

ستن رنگن مرڻڙي وينئي آهي. نسل انهيءَ لاٽ کي واچوڙا وئيڙي نہ سگهن.

اوهان جيڪا فرانس جي ڳالھہ ڪئي هئي تنهن ڪبوتر وانگر اُڏري اُڏري نيٺ اچي ٻيبر ڪوڙيا. اهڙي ڳالھہ مون مئڪسم گورڪيءَ جي حياتيءَ پڙهڻ وقت محسوس ڪئي هئي. هو صاحب بہ انهن ڳالهين کان ڏاڍو نااميد ٿي ويو هو. جيئن اسان جو قربائتو حميد آهي. حميد جهڙا ماڻهو ڪٿي؟

طُول العُمرہ سان ڪجھہ وات ٽُڪاٽي ڪئي هيم- بہ ٽَڪا دل ۾ ضرور ٿيا هوندس. دراصل منهنجيءَ ڳالھہ تي پورو ڌيان نہ ڏنائين، پنهنجي ناڙي ويهي رهيو. مون کي ڏاڍو ڏُک ٿيندو آهي، جڏهن تمام گهڻو پڙهيل ماڻهوءَ جون علمي پستيون ڏسڻ ۾ ايندبون اٿم. سائين! اياز جي شاعريءَ کي ڪنهن مخصوص نظرياتي سانچي ۾ وجهي، پوءِ جيڪا فتوا اچي، سا واھہ واھہ ۽ جيڪا نہ سا "بُورزوا" ، ۽ سامراجي شاعري آهي! ان کان وڌ "اياز" جهڙي شاعر سان ٻي ڪهڙي بي واجبي ٿي سگهي ٿي؟ مون جهڙي جذباتي ماڻهوءَ لاءِ تہ اها نسوري اُگهاڙي گار آهي. سائين منهنجا! ائين تہ سڄي سنڌي زبان بُورزوا زبان آهي، ڇو نہ چينيءَ ۾ لکجي! شاعري سڻئون سڌو اندر جو آواز آهي. مٿان وري اِهو جملو تہ "عبدالقادر جوڻيجو عوامي ڪهاڻيڪار آهي!" اِها ذهني استحصال ڪرڻ جي ڪوشش نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ مون تہ چيومانس تہ آءٌ هاڻ تجريدي ڪهاڻي ٿو لکان، پوءِ عوامي ڪونہ رهندس، پوءِ؟ چيائين تہ اِها سامراج پرستي آهي، عوام دشمني آهي، وطن دشمني آهي. سامراجي ڪئمپ جو هٿيار بڻجڻو آهي، وغيره وغيره وغيره. زبان تہ ڦينچيءَ وانگر ٿي هليس. سائين منهنجا، تجريد کي بہ سمجهي پوءِ گاريون ڏجن. آءٌ ان سلسلي ۾ اوهان کي تفصيلي خط لکندس. ادب تہ ڪنهن Long Living Maotsetung جو نالو ڪونهي.

طُولعمرہ سان ان باري ۾ ذڪر نہ ڪندا، جو ڪو وقت ڏاڍا قُرب ڏنا اٿس. اجا بہ وقت ڪهڙي پاسي اُٿل کائي. ڪهڙي خبر! وري هڪبئي جي ڳالھہ سمجهي اڳئين وانگر ٿي وڃون! تنهن کان سواءِ ذاتي طرح قُرب بہ ڏاڍو ڏنائين. سائينءَ کي ٻيرن تي هٿ ٿو ڏريان. منهنجا اينترا لفظ وٽن پُڄن تہ سٺو آهي. پنهور کي پڻ سلام چوندا.

آءٌ ۲۵ ڊسمبر ڌاري عبدالڪريم بلوءَ جي ڳوٺ ويندس، جو هو صاحب منهنجن افسانن جو مجموعو سڻي نموني شايع ڪرڻ گهرن ٿا. پوئين صفحي تي "بہ اکر" ڪنهن کان لکايان؟ اوهان جا "بہ اکر" نہ هجن. جواب سگهو ڏيندا. انتظار نہ ڪرائيندا.

عبدالقادر جوڻيجو

سائين منهنجا،

سدا خوش هجو

ڏاڍا مصروف آهيو. اڳ ۾ هڪ خط لکيو هوم، ٻيو هيءُ پيو لکان. اُميد ته هاڻ جواب سگهو ڏيندا، نه ته لاچار حيدرآباد جو پنڌ ڪبو. جڏهين تمام پري هُئو (ڪوهاٽ ۾) تڏهن ويجهڙائيءَ جي ڏک ڏيندا هُئو ۽ هاڻ ويجها آيا آهيو ته مفاصلا وڌائي ڇڏيا اٿو.

منهنجو هڪ دوست آهي، ۽ 'صاحب' به هو. غلام محمد مرڻاٽي بَلوچ نالو اٿس. اجا ننگر ۾ بيٽ آفيسر آهي پر هاٽي آرڊر گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ ٽيڻ وارو اٿس يا ٿي ويو هوندس. همراه بِنهين آنيست ماڻهو، سو اڳئين چَڪر ۾ ننگر ڪڍيُنس. نه ڪنهن ڪان ڪائي نه وري ڪنهن کي ڪارائي، سو اِن ڪري سنڌ جي ڇيڙي ۾ ڪٽي ڇَڏيُن. گهٽيون ئي رڙيون ڪيائين ته 'ٻيلي بيمار مڙس آهيان، مون کي ميرپور جي پر ۾ ڪنهن اسڪول ۾ ڇڏيو، ته ڳوٺ کي ويجهو رهي، علاج ٻيو ڪرايان.' پر ٻيو مڙئي خير. هڪڙي ايمانداري ٻي وري سنگت اسان ـهڙن ڪَريل ماڻهن جي. سو شايد ٿري ضلعي جي صاحب جيءَ اک ۾ هو، پر هينئر مڙئي ڪٿان جهَٽڙو لڳي ويس ته ميرپور ٽا رڪنس.

صفا هنٽڙيو مُڙس، سو مڊل اسٽئنڊرڊ جي پيپرن جي جانچ ڪرڻ لاءِ درخواست ڏنائين. ٦٨-١٩٦٧ع ۾ ته مليا هُئس. ٦٩-١٩٦٨ع ۾ ڪونه مليس. ۽ هينئر وري ٣-٣-٧٠ جو درخواست رواني ڪئي اٿس ۽ ٻڌائين ته مڊل اسٽنڊرڊ جا پيپر اوهان ورهاست ڪندا سو مون کي چيائين ته 'ٻيلي بيمارين سَٽي ڇڏيو آهي. پيپرن لاءِ رڳو درخواست اِن ڪري موڪلي اٿم 'جو ڪو سئو سوا روپين جو ملي وڃي ۽ تون چئه- اوهين اديب هڪبئي جي مڙئي رکندا آهيو.' اِهو اٿو حال اِهو احوال. هُجي ڪا ڳالهه هَٽ وس ته مون واريءَ ڳالهه کي پاٽي ڏجو، پلا جي نه ته سڀ ڪنهن جو پلو الله ڪندو. اوهان تي بار پري رکڻ به سچ پچو ته ڏُکي پئي لڳي. پر نيٺ ڇا ڪجي!

اسان وٽ هت ٻيا بيٽ آفيسر باهه پاريو وينا آهن. مون کي به مَنيءَ جي صاحب ڏنيي ڇڏيو آهي. هينئر تر مُلڪ ۾ ماڻهو رهيو ڪونهي جو بار اسڪول ۾ اچن، صاحبن کي لڳو آهي منهن، سوپيا ڦرين ۽ ڪائين ۽ اسين پيا رحم چئيون.

منهنجي ڪهاڻي "آرسي" پڙهي هوندوَ، ڇا خيال آهي؟ ٻي علامتي ڪهاڻي

"ننڊ وهوڙيون وسنديون" ، "چوڏس" ۾ چپچي پيئي، اُن ۾ اهو آهي تہ 'اياز' عظيم ترين آهي. البت تپ تپ تي symbol ملندو. هوا جي ڊوڙ، روشنيءَ جو جاڳڻ، سُرَ، چوڪرا وغيره وغيره ۽ منجهس سائين بہ آهي.

سلام سنگت کي- پنهور کي. ٻئو اتم تہ پنوهر رُسي ويو آهي. همراهہ کي زماني ڏاڍو لوڏيو آهي. سو اوهان مِڙني دل ۾ نہ ڪندا ڪريو. مون سان هڪ ٻہ ڀيرا اڳ مليو هو. (اوهين ڪوهاٽ ۾ هُئا) تڏهن تہ ويچاري اونڌيون سونڌيون ڳالهيون پئي ڪيون. ٿر جي ڳالهہ ڪيم تہ مُرڳو روح تي پيو.

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

جنهاڻ
٥-٢-١٩٧٠ع
پيارا سائين،
سدا خوش هجو،

اوهان سان ملاقات تہ ٿي پر نہ ٿئي جهڙي. بهرحال وري بہ سگهي ملاقات ٿيندي. آءٌ ٽي چار ڏينهن رکيس، وري بہ حيدرآباد آيو هوس، پر اوهين لاهور ويل هئا. مون کي ايم. اي. ۾ رجسٽريشن ڪرائڻي هئي، جنهن لاءِ اوهان کان صلاح ضرور وٺڻي هيم، جو اڳ بہ اوهان ڪيترين صلاحون ڏيئي مون کي غلط قدم کڻڻ کان روڪيو آهي. شمس الدين عُرساڻيءَ اها صلاح ڏني تہ سنڌيءَ ۾ رجسٽر ٿيان ۽ ٿيس. هونئن بہ انهن ڊگرين ۽ امتحانن ۾ ذوق کان وڌيڪ ڪاروباري نقطي نگاہ کان چونڊ ڪرڻ مناسب آهي. آءٌ پاڻيان ٿو تہ اُجا بہ subject تبديل ڪري سگهجي ٿو. اوهان وٽ بهتر راءِ هُجي تہ لکي موڪليندا تہ ڇا ڪجي.

B.Ed سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪئي اٿم، ان لاءِ مبارڪون. هاڻ اسان وارو (توڙي اوهان وارو) ڪاتو اسان کي الائي ڇا ڪندو؟ اسڪيل الائي ڪڏهن ۽ ڪيئن ڏيندا. اوهان کي ڪو پتو آهي!

اوهان منهنجن ٻن اڳين خطن جو جواب ڪاڻو وينا آهيو، خير تہ آهي! هاڻ هن جو جواب موٽ ۾ سگهو نہ ڏنو تہ مون کي ڏُک ٿيندو. اسين ماٺهو ٻاراڻي طبيعت وارا، دونهون ٿيندي دير ئي ڪونہ ٿا ڪريون. مزاج قبضي ۾ رهي ئي نٿو.

"چوڏس" لاءِ مضمون اوهان جو هر صورت ۾ کپي. منهنجا دوست علي بابا ۽ شوڪت توڙي آءٌ چاهيون ٿا تہ "چوڏس" چوڏس ٿي وڃي. "اياز" جو ڪتاب ڪڏهن ... ن ٽي ايندو؟ اوهان جي پينشن وارو وقت تہ ويجهو اچي ويو آهي ۽ هاڻي ڇا ارادو آهي؟

حال احوال مهرباني ڪري سگهو موڪليندا.
عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

حيدرآباد، سنڌ
٧-٢-١٩٧٠ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجو خط اڄ مليو اٿم. خط ۾ ايترو تہ دهمان ٻڌو اٿيئي، جو جواب ڏيڻ ۾ هڪ ڏينهن جي دير ڪرڻ جي همت ساري نہ سگهيس. پنهنجي پيرينءَ تہ مهينن جا مهينا بہ ڪڏهن جواب ڪونہ موڪلي سگهين، باقي پاڻان وڏن تي آهن اڄڪلهہ ننڍن جا رعب تاب- سي بس پيا تا ڏسون ۽ سهون! مرضيءَ جا ڌڻي آهيو!

تنهنجي بي. ايڊ جي امتحان ۾ ڪاميابيءَ جي خبر اڳي ئي پئجي چڪي هيم. ڏاڍو خوش ٿيو هوس.

٢-٣-١٩٧٠ع

هيءُ خط وري اڄ ڪٿي پوري ڪرڻ جو موقعو مليو اٿم. تنهنجي ڳالهہ تہ ڪوهاٽ ۾ هوندي پاڻ ويجها هئاسين ۽ هتي حيدرآباد ۾ هوندي پري ٿي پيا آهيون- رڳو هيتري قدر صحيح ٿو پانيان، جو هتي گهٽي ڪم سببان خط لکڻ جو موقعو آسانيءَ سان نٿو مليم. نہ تہ دل ۾ تہ دوست هميشہ موجود رهن ٿا، ۽ "ڪي ويجها ئي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين" واري ڳالهہ مفاصلن ڪي ڏسي ئي ڪانہ ٿي.

٢٦ جنوريءَ تي جيڪي هتي حيدرآباد ۾ فساد ٿيا هئا، انهن ۾ اسان جي ٻارن کي بہ ڏاڍو ڏکيو ٿيڻو پيو. آءُ هتي حيدرآباد ۾ ڪونہ هوس. ڪراچيءَ ويو هوس. هينان جبيس هوٽل آهي- اُن کي باهہ بہ لڳايائون ۽ ان تي حملو بہ ڪيائون. اسان جو گهر بنهہ جبيس هوٽل جي مٿان آهي. باهہ جا الا اچي ڇت سان لڳا، ۽ پٿرن جي وسڪار سان مٿي اسان جي گهر جي درين جا شيشا بہ ڀڄڻ شروع ٿيا. سامهون رستي جي ٻئي پاسي واريءَ بلڊنگ وارا هيٺ گڏ ٿيل انبوهہ کي واڪا ڪري چوندا رهيا تہ مٿي بہ سنڌي ٿا رهن، انهن کي بہ ماريو. سو ويچارن ٻارڙن کي ڏاڍيءَ پريشانيءَ ۾ وقت گذارڻو پيو. نيٺ جڏهن ڳالهہ بنهہ چوٽ چڙهي ويئي، تڏهن مٿان ڇت تان ٽپ ٽپي، پاسي وارن جي هڪ گهر ۾ وڃي پناهگير ٿيا. اُهي پاڻ بہ پناهگير هئا. پر وٽن هي بہ وڃي پناهگير ٿيا: انهن ويچارن ڏاڍي پيار ۽ پنهنجائپ سان اسان جي ٻارڙن جي سنڀال ڪئي. نيٺ منور عليءَ کي ٽيليفون رستي "عبرت" پريس اطلاع ڪيو ويو ۽ اُهو اچي پوليس جي ٽرڪ ۾ ٻن پوليس

وارن جي پهري هيٺ کين وٺي ويو، ۽ سڀ گاڏي ڪاتي ۾ ڪنهن عزيز جي گهر وڃي هڪ رات لاءِ ٽانيڪا ٿيا. ٻئي ڏينهن سعيد آباد ويا ۽ چار ڏيهن اُتي رهي واپس آيا، ۽ تڏهن کان خيريت سان ساڳيءَ جاءِ ۾ وينا آهيون. ٢٦ تاريخ ۴ بجي شام جو هيءُ واقعو ٿيو، ۽ مون کي ڪراچيءَ ۾ ٨ بجي ڌاري ٽيليفون تي اطلاع مليو. آءٌ پاڻ ڪراچيءَ کان ٿئي ڏينهن هتي واپس آيس ۽ اچڻ سان پنهنجيءَ جاءِ ۾ وڃي رهيس- جو تيتر سڄي ڳالهه نري ويئي هئي.

تنهنجو افسانو "چوڏس" ۾ چپيل ڪالهه رات پڙهيم. آءٌ پاڻيان ٿو تہ "چوڏس" جي پهرين ڪاپي مون کي ملي هئي- جو رستي ويندي، بائينڊر جي دڪان وٽان لنگهڻ ٿيو، ۽ اُتي سڀ همراهہ- شوڪت، سندس ياءُ، عالماڻي وغيره- انتظار ۾ وينا هئا تہ بائينڊر کان ڪاپيون وٺن ۽ مارڪيٽ ۾ آڻين. مون ڏنومان تہ پڇيوسانِ، ۽ هُنن پهرين ڪاپي ڪٽي مون کي ڏني. تو واري افساني کي وري پڙهندس ۽ پوءِ ان بابت ڪو رايو قائم ڪري سگهندس.

تو واري يار مرڻاڻي بلوچ کي ڪم ڪونہ ڏيئي سگهيو آهيان، جو هن پيري گهٽيءَ وٽ پڪڙ کان بچڻ لاءِ طريقو هيءُ ورتو ويو، جو سينيارٽيءَ موجب جيڪي سامهون آيا، فقط انهن کي پيپر ڏنا ويا- سواءِ سائنس، عربي، ائگريڪلچر، ڊرائنگ ۽ ٻين فني قسمن جي سبجيڪٽن جي، جيڪي وري هر سبجيڪٽ جي استادن کي سينيارٽيءَ مطابق ڏنا ويا آهن. اميد تہ انهيءَ ڳالهہ جي نزاڪت کي خيال ۾ رکي، تون ۽ تنهنجو دوست ڳالهہ کي درگذر ڪري ڇڏيندا.

اسان جو يار ابن حيات پنهور هاڻي سنڌ متحده محاذ جي آفيس ۾ ڪونہ ٿو ويهي، جو هنن ڪانئس اُها چارج ڇڏائي ڇڏي. اُهو آفيس جي سنڀال وغيره جو ڪم حال في الحال حميد سنڌيءَ کي ڏنو اٿن. اسان جو يار پنهور ڏاڍيءَ پريشانيءَ ۾ آهي- خاص طرح روزگار جي. بهرحال سندس ذريعي معاش لاءِ جيڪي پڄي سگهي ٿو، اُهو سعيو ڪجي پيو. جيڪڏهن پاڻ همت نہ هاري وينو ۽ حوصلو قائم رکيائين تہ ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پيٽ گذر پنهنجو ۽ پنهنجن ٻارڙن جو ڪڍيو وينو هوندو. نفسياتي طور ويچارو ڏاڍو لُڏيل ۽ لرزيل آهي.

ڪراچيءَ جي واپس ٿيڻ جي فائدي ۾ هڪ مضمون سنڌيءَ ۾ لکيو اٿم، جيڪو ڪتابچي جي صورت ۾ ۽ ابن حيات جي نالي ۾ سپاڻي يا ٻئي ڏينهن شايع ٿيندو. توڏانهن ان جون ٻہ چار ڪاپيون موڪليندس. مليئي تہ پڙهي، پنهنجي راءِ لکي موڪلج.

آفيس جي جنهن برانچ ۾ ڪم ڪريان ٿو، اُتي ڏاڍو مشغول رهڻو پوي ٿو. مڊل جي امتحان ۾ ۹ هزار اميدوار ويٺا آهن. هن امتحان کان سواءِ مڊل اسڪول جا امتحان، ڊرائنگ جا امتحان، جي وي، سي ٽي، ايس وي، ۽ پي ٽي سيءَ جا امتحان، ۽ اسڪول اسڪالرشپ جو ڪم، سرٽيفڪيٽ ڏيڻ وغيره ۽ وري ڊائريڪٽوريٽ جو ٻيو اُڙيو ٽڙيو متفرقه ڪم اينرو تہ آهي، جو شام جو ڇهين بجي ستين بجي تائين ويهڻو پوي ٿو. ڊائريڪٽر صاحب آفيس ۾ آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن نوَ ۽ ڏهہ بہ وڄيو وڃن ٿا.

وچ ۾ هفتو کن بخار ۽ پيٽ جي تڪليف بہ ٿي پيئي هيم. هفتو ڏهہ ڏينهن ٿيا آهن، تہ بنهہ ٺيڪ آهيان. بهار جي موسم ڏاڍي وڻندڙ ۽ فرحت واري آهي. شڪر جو هن سنيءَ موسم ۾ سٺي صحت هيم، نہ تہ ان جي بهاري وني کانہ سگهجي ها.

علي بابا ڪو تو ڏانهن آيو هو. مون سان ڳالهہ ڪيائين تہ بنهہ وڙهي پيو مانس، ڇو تہ بڏائي ها تہ گهٽو ڪري آءُ بہ رَليو اچانس ها. وري بہ شايد ايڏانهن اچڻ جو ارادو اٿن، سو جي ڪا اهڙي ڳالهہ ٻيني، تہ اوچتو اوچتو تو وٽ اچي نڪرنداسين.

سپاٽي هتي سنڌ گرلس اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن طرفان "سنڌ ڏينهن" ملهائجي رهيو آهي. ان موقعي تي اياز ۽ ٻيا يار اچڻا آهن. جذبو ۽ امنگ اٿاهہ ۽ بي انت آهي. جيتوڻيڪ مخالف هوا بہ ڏاڍي زور واري ۽ بنهہ ساڙيندڙ لڳڻ شروع ٿي ويئي آهي. اميد بهرحال اهائي آهي تہ هر حالت ۾ سوڀ سچ جي ٿيندي ۽ اسان لاءِ خوشيءَ ۽ فخر جي اهائي ڳالهہ بس آهي تہ سچ جي سپاهہ ۾ اسين بہ شامل آهيون. مهرباني ڪري خط ۾ دير مدار منهنجي طرفان ٿئي تہ دل ۾ نہ ڪج، بلڪ وقت بوقت حال احوال ڏيندو رهج.

تنهنجو پنهنجو

محمد ابراهيم جويو

× × ×

جنهان
١٢-٤-١٩٧٠ع
پيارا سائين،

اوهان کان جيئن خيرن جو موڪلائي روانو ٿيس ته فضل پنيري ۾ پهچڻ سان، اوهان جو چوڻ ڄڃي، سگريٽ پيئڻ ڇڏي ڏنم. اُهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن هاڻي ڏونهون به نٿو وٺي.

البت ڳوٺ پهچڻ شرط بخار ٿي پيم. ڊاڪٽر اناج ڪائڻ، ڪٿ تان اُٿي ٻاهر رُلڻ، لکڻ پڙهڻ تي بندش وجهي ڇڏي. چار پنج ڏينهن ٿيا آهن، جو بخار ڇڏيو آهي. البت ڪاڏي جي ڪِري اڄا ڊاڪٽر ڪرايو اڃي. آءٌ به اهڙو ڊيجاريل آهيان، جو ٽي مهينا چوندو ته اناج ڪونه کائيندس. اڄڪلهه جَوَن تي گذارو آهي.

اسان جي پاسي ٻيو ته خير آهي، البت مارئيءَ جو ميلو لڳندو. اوهين ايندا يا نه! مون کي چيو ويو آهي پر مون کي هاڻ مارئيءَ جي ميلي تي وڃڻ جو ڪو خيال نه آهي. اهو ميلو 'اخبار ۾ مراسلو ڇپائڻ' وارن اديبن جي ڪم جو آهي. يا توهم پرست تاريخدانن جو. اڳئين پيري به مون ڏاڍي 'اڪيلائي' محسوس ڪئي هُئي. اوهان کي شوق هُجي ته دوست ونيو اڄجو يا مون کي اطلاع ڪجو، نه ته ڏاڍا 'بور' ٿيندئو.

ملڪ ۾ ڏاڍا گوڙ گهوڙ ۽ تبديليون لڳيون پيون آهن. تازو اسڪيلن جو اعلان به ڪيو اٿن. گرئجويٽ اسڪيل ڏيڻ لاءِ جڏهن انٽرويو تي گهُرائين تڏهن جي تاريخ جو اطلاع مون کي معلوم ٿيڻ شرط موڪليندا، ته مهرباني ٿيندي. اوهين پنهنجو حال احوال دوستن جو حال احوال پورو ڏيندا. علمي ۽ ادبي سرگرمين ۾ ڏاڍي مانار لڳي پيئي آهي. اعلان گهٽا، ڪم نهيئي ڪونه. اسان واري 'چوڏس' به پيئي دم ڪٽي. اڄڪلهه افسانه نگار هڪڙا 'سياست' ۾ مشغول آهن. ٻيا وري فلمن جي پوريان ڪاهي پيا آهن. ڪي ته وري اسٽئنڊرڊ ڪرڻ جي ڊپ ۾ نٿا لکن. منهنجي خيال ۾ ڪلاڪار صفا بس ڪري ڪونه وهندو آهي. باقي شوقيه ليکڪ هونئن ئي ميدان ڇڏيو وڃن. هونئن به اسان وٽ به ٽي اهڙا افسانه نگار آهن، جيڪي هلڪي جملي بازيءَ جي زور تي چڙهي ويا هُئا، يا ته اردوءَ ۾ سوين پيرا استعمال ڪيل پراڻين تشبيهن ۽ استعارن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري. البت جن اردو ادب جو سڀ سنو fiction پڙهيو آهي انهن کي ته ڪابه اپيل نٿيون ڪن.

بهرحال وقت پاڻيهي ڪير ۽ پاڻي ڌار ڪري ڇڏيندو. سو اڄڪلهہ اهو هلڪو سلڪو ادب بہ نٿو لکجي.

اوهين مهرباني ڪري هڪ مضمون لکي 'ڇوڏس' کي ڏيندا. يارَ سائينءَ جي ڪنهن مضمون لاءِ بہ آتا آهن. پر پوءِ مُنهن سان ڇيو نٿا سگهن.

شيخ 'اياز' جو ڪلام جڏهن بہ ڇپجي تڏهن هڪڙي ڪاپي مون کي موڪليندا ضرور.

سلام پنهور کي.

ٻيو سڀ خير،

عبدالقادر جوڻيجو

حال احوال سگهو ڏيندا.

•

سدا سلامت

پيارا سائين،

ڪيترا ڏينهن گذري ويا آهن، جو نہ اوهان سان ڪا ملاقات ٿي سگهي ۽ نہ وري 'اڏ ملاقات' . هينئر آءٌ ۽ خير محمد اوهان جي آفيس ڪي ڳوليندا ڳوليندا اچي نڪتا هُئاسين پر اوهين موڪل تي ڪراچيءَ ويل هُئا. اوهين تہ الائي ڪهڙن حالن ۾ آهيو. مون کي عارضي طرح فضل پنہيري ۾ مڊل اسڪول جو انچارج ڪيو اٿن. اسڪول نئون کليو آهي تنهنڪري شاگردن وغيره لاءِ ڊي وٽ پڪڙ ڪرڻي پوي ٿي. سو وقت ڏاڍو مصروف ۽ سنو گذري پيو. نئين اسڪول کي ڪاميابيءَ تي پهچڻ تائين محنت ڪرڻ ۾ ڏاڍو مزو پيو اچيم. رهيو اسڪيل جو معاملو، سو جهڙا حال آهن، تہ ڪانہ ملندي. نيون حالتون تہ مون لاءِ اطمينان جوڳيون آهن ۽ اوهان لاءِ بہ ائين هوندو. هينئر ارباب سان ڏاڍيون ڪچهريون ٿيون. سوئر قسم جو انٽليڪچوئل آهي. ان جي پيٽ ۾ پاڻ جا وڪيل دوست گهر پيا مرن. حال احوال ضرور ڏيو.

سلام يارن دوستن کي.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

جنهانَ
۱۳-۷-۱۹۷۰ع
منا سائين،
سدا خوش هجو.

وقت وجي گذرندو. اسان جون سستيون ۽ اوهان جون مصروفيتون وجن اينگهه وڌنديون. ان وچ ۾ ڪَئين ڳالهيون ٿيون، ڪي ٻُت ڊنا. ڪي جُڙيا. پر پاڻَ حال احوال نه ڪري سگهياسين.

هيل اسان جي مُلڪ تي ڏاڍا ميهن وٺا آهن. شايد ميهُن به ون يونٽ جون سگهرون ٽوڙائي نڪتو آهي. منهنجي صحت به پهرينُ جولاءِ کان پوءِ وڏيڪ سڌريل آهي. جام رت ڪيو اٿئون، ڏٺي خبرون آهن.

اوهين به اهڙيءِ ڪُرسيءَ تي آهيو، جو ماڻهو اچي به ٿي ڦتاڪا ڳالهين جا جوڙي، تن جي به ڄُوتي نٿي ملي.

اڄڪلهه پڙهڻ به جام ٿو ٿئي. صبح جو سوير کان وٺي سج لٿي تائين ڪتابن سان رهائيون آهن. لکڻ جي فرصت صفا ڪانهي.

سنڌي ادبي رسالن کي الائي ڇا ٿيو آهي. شايد آزاديءَ جا جهوٽا جهٽي، سنڌي اديبُ آرسجي پيو آهي. نڪو ڪو ٿو رسالو نڪري نه ڳالهه. اِهو آرس وري به اوهان ڀاروڪو ٽوڙي نه ته الله مالڪ آهي.

ڏهن پندرهن ڏينهن کان پوءِ ٿَرُ گهمڻ جهڙو ٿي ويندو. اوهان کي به ضرور گهوم جو خيال هوندو. هجي، ته ته سڄاڳ ڪندا ته اسين به اک پٽيون. هيترا ڏينهن ٿيا آهن. آءٌ ڳوٺ آهيان. سنگت ساٿ سان صفا ملڻ نٿو ٿئي. ڪيترن ئي دوستن اڳيان جوابدار آهيان. ٿوري دير ڪيم ته چارج شيٽ ملندي.

اوهين مهرباني ڪري پهرينءِ مَٿ حال احوال کان واقف ڪندا.

عبدالقادر جوڻيجو

•

جنهانءِ
٢٧-٧-١٩٧٠ع
پيارا سائين،

هڪڙو خط اڳ ۾ لکيو هوم، ان جو جواب اڃا تائين نه آيو آهي. ڪم جي گهڻائيءَ مان جيڪڏهين پَلَ ڏيڍ لاءِ ڪنڌ ڪڍي اسان ڏانهن اک ٽيٽ ڪريو ته هوند ڪر اسان جي دل به خوش ٿي وڃي ۽ اوهان جي به. وس وارا آهيو. پلي اُرهه زورائي ڪريو. مون کي نه اوهان جي ياد ڏاڍو ايندي آهي، پر اَڄ هتان ڪن مجبورين ڪري نڪري نٿو سگهان، جو حيدرآباد جو چڪر هڻي وڃان ۽ يارن دوستن جو ديدار ڪري وڃان.

جهونا ڳڙهه جو جوڳي علي بابا ۽ لغاري خير محمد هت مون وٽ آيا هئا پر انهن ڏينهن اَڏُ ٽڪاءُ به ڪونه ڪيو، جڻ مونئن جو دڙو ڏسڻ آيا هُئا، سو ڏسي موٽي ويا. گهٽيئي جهليومانِ پر اُن جي مهار مان هٿ ئي نه ڪڍن. هر ڪنهن کي ڪم جو ڪَنيير ڪٽيو بيٺو آهي، ڪنهن جو پيرَ ٽڪاءُ ئي نٿو ٿئي، جو ويهي ڪي به ٿي آڏيون اُبتيون هڻجن، جَڻُ هن ويهين صديءَ گذريل صدين جو سڄو 'تحرڪ' پنهنجو پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو آهي.

هت ڏاڍا مينهن پيا هُئا، گاهه به جام ٿيو آهي، وچ ۾ جو تيز واهوندو لڳڻ شروع ٿيو، تنهن هڻي مڙسن جا هينئان ڦاڙي ڇڏيا. جن اسرافيل جي ڦوڪ ڏڳندڙ روحن تي ٿي پيئي. پر ٻن ڏينهن کان وري گهُٽ ٿي آهي ۽ ماڻهن اکيون پٽيون آهن. ڪليو ڳالهائين ٿا.

اوهان جي گهمڻ جو موقعو هيءُ آهي. سُايون پٽون ڏسي اکيون ٺري پونديُوَ. 'اياز' به نه هيڏانهن اچي نڪري! ڪيترن ڏينهن کان اياز جي شاعري نه پڙهي اٿم، جڻ 'منا ماڻهو' موڪلائي قبرن ۾ وڃي سمهي رهيا آهن ۽ پويان سندن ياد جي اُڏندڙ لٽ ذهن جي پردي تي ڇٽي رهي آهي. رات خواب ۾ ڏٺومانس.

اوهين ضرور هيڏانهن اچو ۽ علي بابا کي پڻ ونيو اچو. بندوبست اَڄ ۽ خير محمد رکنداسين.

آزاديءَ جي پهرئين جهوٽي منهنجي فنڪار کي ڪيپ ڏيئي ڇڏيو هو. پر هاڻ بند ڪوٺن مان زنجيرن جو اُڏرندڙ آواز دل جي سُنل تارن ۾ پيهي ويو آهي ۽ تارون وڃي اٿيون آهن ۽ تخليق کي پيبيون جنم ڏين.

حسَط

اسان اجا اوندھ جي چولين ۾ پيا تُرڳون. پري ڪان ڪنارن جون روشنيون ائين ڏَنڳنديون پيون اچن، جيئن اسان جي پَٽَ ۾ ڪارونجھر پاسي وسندڙ مينھن جي ڪنوڻ آڌيءَ رات جي ڪپرن وٽ ڪِڪڪندي نظر ايندي آهي. اسان جي اک اُنھن ڏڳندڙ روشنين تي آهي. وچ ۾ ساموندي ڏاڙيل اسان جي پسيل ڇاتين ڏانھن پاڻ سَجيو بيٺا آهن. اسان جي اک ۽ اسان جي دلِ اُنھن اڏندڙ سُھاين ۾ آهي- اسين، جو جيئن پوءِ تيئن ايڏانھن چُلندا وجون. رات جي پيٽ ۾ اُٿيل چوليون جھڪيون ٿينديون وجن. اسين ضرور اتي پھچي ويندا سين.

هڪ نئين شاعر هيءُ نظم لکيو آهي. پڙهي راءِ ڏيندا-

"هَٽَ هَنئي، ساز وجن ٿا.
سرَ ڏني، سُرَ لُڙهن ٿا.
ذرتيءَ ڏوٺي، گل ڇٽن ٿا.
رت ڏني، رنگ چڙهن ٿا.
رنگ چڙهن ٿا،
سُر لُڙهن ٿا،
هي اياٿا امر ٿين ٿا.
امر ٿين ٿا
امر ٿين ٿا
امر....."

منھنجيءَ نئينءَ ڪھاڻيءَ جو انتظار ڪريو.
سلام ع. ق. شيخ ۽ طُولعمره کي عرض آهن.
والسلام
عبدالقادر جوڻيجو

١٧-٧-١٩٧١ع

سائين منهنجا،

سدائين سلامت،

احوال تہ سستي تہ ڏينهون ڏينهن ايتري تہ چڙهندي وجي، جو ادب جي سلسلي ۾ ڪجهہ لکڻ پڙهڻ تہ پنهنجي جاءِ، پر ٻن اکرن ذريعي پنهنجي ڪنهن پياري جي سنڀال لهڻ بہ ڏکي ٿي پيئي آهي. مس مس خط لکڻ ۾ هٿ واريو اٿم. اُميد تہ اوهين بہ پنهنجي حال احوال کان واقف ڪندا.

هن طرف هيل بہ مينهن پيو آهي ۽ اجا وسي پيو. ملڪ ۾ ساوڪ جام ٿي پيئي آهي. اوهين جيڪڏهن ڳٺين کان بہ ڏينهن ڪن ٿارَ ڪرڻ چاهيو تہ لهي اچو ٿر ۾- گهُمڻ جي هينئر موج آهي ۽ اوهان کي دعوت آهي. خير محمد لغاري بہ بدلي ٿي مٺيءِ ويو آهي. سندس 'صاحب' سندس ئي ڪو گهرو آهي ۽ اُهو گهلي ويو اٿس.

آءٌ عبدالحق عالماڻيءَ جي شاديءَ تي اِتي آيو هوس پر اوهان سان ملاقات ٿي نہ سگهي، جو مون کي وقت ٿورو هو. پر هينئر موڪل آهي، انهيءَ ڪري ڏينهن ڏاڍو ڊگهو ٿيو پوي- هونئن تہ ماٺهو ٻارڙن سان وندريو وينو آهي.

مون کي مرحوم فقير فيض محمد جلالاڻيءَ (سنڌ جو مشهور مهمان نواز) جي پٽ ۽ سندس سؤٽ جو اتاليق ڪري رکيو ويو آهي، جو موڪل کان سواءِ آءٌ ساڻن گڏ سندن اسٽيٽ تي رهندو آهيان. ڇوڪرا چڱا خاصا هوشيار آهن. ازانسواءِ منهنجو ڪجهہ هٿين لڳين ٿو- آءٌ ڪين ڪوشش ڪري هر پهلوءَ کان سنواري ڇڏيندس. مهمان نوازيءَ جي روايت بہ رکيو اچن. ڪڏهن موقعو مليو تہ توهان وٽان گهمائي ويندوسانِ.

سلام سنگت کي.

سلام ٿر جا قبول ڪندا.

عبدالقادر جوڻيجو

(۸۱)

حيدرآباد. سنڌ
۲۷-۷-۱۹۷۱ع
پيارا ڀاءُ عبدالقادر،
شال خوش هجين-

تون اسان جو ڪهڙو نہ سٺو ڀاءُ آهين، جو وري وري پيو اسان کي پنهنجي ڀائپيءَ جون يادگيريون ڏيارين. اڳي بہ ٻہ چار خط لکيا اٿيئي پر مون انهن جو جواب توکي ڪونہ ڏنو آهي. وري بہ هيءُ قرب ڀريو خط موڪليو اٿيئي، اُن لاءِ تنهنجي بيحد مهرباني.

جيئن تو لکيو آهي تہ هن ڀيري رڳو خط ڪتابت کي شروع ڪرڻ جي نشانيءَ طور ٻہ چار لفظ لکي موڪليا اٿيئي، تيئن آءٌ بہ هي مختصر خط ساڳئي مقصد لاءِ توڏانهن موڪليان ٿو تہ جيئن آئنده لاءِ هڪٻئي ڏانهن خطن لکڻ جو رستو چِٽو ٿي بيهي. ٻئي خط ۾ وڌيڪ ڏکھو حال احوال توڏانهن موڪليندس.

تُر ۾ وسڪارو ٿيو آهي، اُن جو ٻڌي دل ڏاڍي خوش ٿي. آگسٽ ۾ ڪنهن موقعي تي ارادو آهي تہ ٻہ چار دوست گڏجي توڏانهن اچون. عالماڻي اڳئين ڀيري بہ گسائي ويو، من هن ڀيري سنگت سان گڏجي نڪري پوي! علي بابا تہ مولائي ماڻهو آهي، جڏهن چئبس تڏهن تيار ٿي بيهندو. شوڪت بہ هليو هلندو. مٺيءَ ۾ پنهنجو يار آهي، اها تہ پاڻ وڌيڪ ڳالهہ جي ٽيڪ آهي.

آءٌ هن ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ ڏاڍو ڏکيو ٿيو آهيان. شايد هِنان ترت ئي ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي واپس ڪاتي ۾ مقرري ٿئي.

اميد تہ تون هر حالت ۾ خوش چڱو ڀلو هوندين.

وڌيڪ خير

سلام پنهنجيءَ سڄيءَ سنگت کي چئج.

تنهنجو پنهنجو

محمد ابراهيم جويو

جنهان
٣-٨-١٩٧١ع
سدا سلامت،
سائين منهنجا،

ٽيو ڏينهن اوهان جو خط پهتو. هيترن سارن ڏينهن کان پوءِ توهان جو خط پڙهي سچ پچو تہ ڏاڍي خوشي ٿي. منهنجو پڻ اِهو خيال هو تہ رکيو رکيو توهان کي پنهنجي زندهہ هئڻ جي يادگيري پيو ڏياريندس. ڪڏهن ڪڏهن اوهين بہ مَنَ بدي جي ڪکر وانگر وسي پئو، سو نيٺ ٿيو بہ ائين، پر سانوڻ جي ئي مهيني ۾! توهان جي ٿر گهمڻ جو پروگرام جو پڙهي خوشي ٿي. سِگها نڪري پئو تہ ڏاڍو سٺو ٿئي، نہ تہ ١٦ آگسٽ کان پوءِ اسين اسڪول ۾ سُک ٿي ويندا سين. بهرحال اچو تہ هفتو کن اڳوات اطلاع ڪندا تہ ڪو بندوبست ڪجي.

توهان جي ڏکهي حال احوال جو ڏاڍو انتظار رهندو. منهنجو ڏکهو حال احوال تہ تمام مختصر آهي. اجڪلهہ لکڻ پڙهڻ پچي ئي نٿو، هونئن بہ بقول اوهان جي تہ ”ڳوٺ ۾ رهي ڪري ماڻهو سنهي ٿلهي ڪم ۾ قابو ٿيو پوي،“ نہ تہ پڙهڻ جي سلسلي ۾ هينئر تمام گهٽي سهوليت اٿم ۽ ڪتابن خريد ڪرڻ جي قوت اٿم. ذاتي زندگيءَ ۾ اڳين بيٺ حالي ۽ بي وسي نہ رهي آهي. اسڪول دوران ڏينهن جو ڊيوٽي ڏيو، پوءِ پنهنجي ٻن شاگردن کي ٽيوشن ڏيڻ لاءِ سندن اسٽيٽ تي هليو ويندو آهيان جتي ساٿن منهنجو گڏ رهڻ ٿيندو آهي، ۽ چنچر تي مون کي ڳوٺ پهچايو ويندو آهي. اجڪلهہ موڪل ۾ تہ ڳوٺ وينو آهيان. اهڙيءَ حالت ۾ لکڻ پڙهڻ جو ڪو وجهہ ئي نہ ٿو ملي. ٽيوشن جو ليکو نہ آهي، جيترو ڪپندو آهي اوترو ڪتي وٺندو آهيان. پنڌ ڪرڻ کان ڇُٽو پيو آهيان، پر وري اهو فڪر ٿي بينو آهي تہ متان اجائي چربي چڙهي وڃي! ان عذاب کان اڳ ۾ ئي مس مس جند ڇڏائي هيم. توهان سان ملاقات کان اڳ ۾ آءٌ اينترو تہ ٿلهو هوندو هوس، جو ماڻهو ڏسي ٺهڪ ڏيندا هُئا! ايڏانهن حيدرآباد ڏانهن اچڻ وڃڻ بہ جهڪو ٿي ويو آهي. هونئن بہ يار دوست ڪک پن ٿي ويا آهن. توهان وٽ اچجي، سو توهان کي بہ حالتن اينترو نہ جڪڙي وڌو آهي، جو ملڻ مشڪل ٿيو پوي. رڳو آفيس ۾ در جي پٽيوالي جي جهل جهلان اسان کي اڌو اڌ لاهيو ڇڏي. حساس ماڻهو، متان ڪو سنگت جي باري ۾ ڪو غلط خيال دل ۾ ڪندي وانگر لڳي وڃي. جيتوڻيڪ

توهان جون مشغوليون ۽ مجبوريون سمجهان ٿو، پر دل ڏاڍي پاڻياڻي آهي. ارباب سنڌيءَ جو وري ڪونه ڪو امتحان ورجهو هوندو آهي، وري وٽس ماڻهو وڃي ته سڄي رات جي ننڊ حرام. مون وانگر intimacy مرض جي حد تائين اٿس. يار ڪو به پير پري ويو ته سڄو ڪم ڇُٽو. اهڙي حال ۾ ونس وڃي سندس دشمني ڪرڻي ٿي. ميڊيڪل ۾ پاڳونيون ڪوڙي پڙهٽو پوندو آهي. هڪ دوست شوڪت ٿي آهي، جنهن کي ملڻ ۾ ڪابه دقت نه آهي ۽ ان سان ملاقات ٿي به ويندي آهي ۽ وقت سولو گذرندو آهي. عالماڻي وري ڪُلهي تي هٿ رکڻ ڪونه ڏيندو آهي ۽ ڪپڙا چنڊڻ شروع ڪري ڏيندو آهي. علي بابا جو هڪڙو پير ڪراچيءَ ته ٻيو پير حيدرآباد ۾، وري جي ڪو پروگرام ڏجي ونجي ته جواب افساني ۾ ڏيئي ڇڏيندو! سندس ڪنهن به ڳالهه جو اعتبار ڪرڻ معنيٰ ته رُلي پنهنجو سر وڃائڻ. خير محمد وڃي منيءَ مان نڪتو آهي.

مون وارو افسانن جو مجموعو پَلين جي وڏِيريائيءَ جو شڪار ٿي ويو. جيتوڻيڪ راڄ محمد ان سلسلي ۾ خط به لکيا آهن. پر انهن خطن پنيان آءٌ گهٽو لڳس. هونئن راڄ محمد جي هٿ وس به ڪجهه نه آهي. عبدالڪريم "مَمبَرُ صاب" ٿي ويو آهي. سياڻي شايد "بجير" به ٿي وڃي. سو هاڻ وٽس ڪو عرضدار هُجي جيڪو وڃي، منٿ ڪري ته مجموعو ڇپجي. البت راڄ محمد گسين پنڌين ملبو نه سلام ڪري ڇڏيس. رهيو مجموعو، سو هاڻ آءٌ پاڻ ڇپائي سگهان ٿو ۽ ڇپائيندس ۽ شان سان ڇپائيندس، ۽ جيڪڏهين عبدالڪريم پنهنجا اٺ ڏهه مجموعا ڏيندو ته ڇپرائي ڏيندو سانس.

ابن حيات ۽ ع. ق. جن ڪيئن آهن؟ ڪين منهنجا سلام عرض آهن.

عبدالقادر جوڻيجو

(۸۳)

حيدرآباد، سنڌ
۲۹-۸-۱۹۷۱ع

پيارا ڀاءُ عبدالقادر، خوش هجين شال،

تنهنجو قربن ڀريو خط مليو. پڙهي ڏاڍي دل کي خوشي ٿي. جيڪي خوشخبريون ان ۾ تو لکيون آهن، انهن جي پڙهڻ کان پوءِ هيڪاري توسان ملڻ ۽ تهنجي پَٽَ جي سير ڪرڻ جي شوق ۾ دل ٽپا ڏيڻ لڳي. ٻه ٽي گهمرا شوڪت سان مليس، عالماڻيءَ سان ڳالهايم. هڪ ڀيري علي بابا رستي ويندي مليو، تنهن سان صلاح ڪيم، پر هنن دوستن منجهان ڪنهن هڪ جي دل ۾ به ڪو اهڙو مَجهَلُ اُڏمو ڪونه ڏنم، جو ڪين ايڏانهن اچڻ تي تيار ڪري سگهي. ۽ ائين ٿيندي ٿيندي، ڏينهن گذري ويا، ۽ هن ساوڻ ۾ يارن جو ديدار ۽ ٿر ۽ ٿر جي ڪارونجهر جي ياترا کان محروم رهجي وياسين. حياتي آهي ته ٻئي سال ڪوشش ڪنداسين.

ٻيو سبب هن سال ايڏانهن نه اچڻ جو اهو به ٿي سگهجي ٿو، ته منهنجي هِتان بدلي ٿي آهي. ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي نوڪريءَ ۾ هوندي به ڪا خوشي ڪانه ٿي ملي. ماحول ۽ ماڻهو اتان جا سازگار نه ٿي لڳا. باقي ٻه سال نوڪريءَ جا پورا ڪرڻا هئا، تن ڪي پنهنجي وس آهر سڦلي ڪرڻ جي اونَ هيم. ائين ويهي، هٿ تي هٿ رکي ۽ پنهنجي ضمير ۽ خودداريءَ کي هيسائي ۽ هيٺ ڪري، هليو هلجي ها، نه ٻه سال اُتي به گذري وڃن ها. پر اِها صورت دل کي سهڻي ڪانه لڳي. توکي شايد معلوم هجي، خيرپور جو انسپيڪٽر آف اسڪولس ڪري رکيو اٿن. سو اوڏانهن ۳۱ تاريخ شام جو ويندس ۽ پهرين سيپٽمبر تي صبح جو وڃي چارج وٺندس. اُتان جي انسپيڪٽر مسٽر الهداد سومري کي هِتي حيدرآباد ۾ انسپيڪٽر آف ٽريننگ انسٽيٽوشنز ڪري رکيو اٿن. ڏسجي ته هن نئينءَ ذميداريءَ کي ڪيئن ٿو نباهي سگهجي. دل ۾ امنگ ۽ اميدون ته چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ گهڻيون ئي آهن. اميد ته پوريون ٿينديون.

اسان جو يار ابن حيات ٽندي جام منجهان لڏي، ٻار ٻچا وٺي ۽ ٽپڙ ٽاڙي ڪٽي، ايڏانهن ڪپري جي پرسان ڪو ننڍڙو ڳوٺڙو آهي، جتي ڪي سنڌس مائٽ رهن ٿا، اُتي وڃي رهيو آهي. هو بهادر ۽ حوصلي وارو مڙس آهي. زماني جا ڏاڍا ڏڪا ڏوما سنا اٿس. سواءِ دعائن ۽ نيڪ تمنائن جي اسين ڪيس ڏيئي به ڇا ٿا سگهون! شال ٻچڙن سان عزت ۽ آبروءَ جا ۽ سک سلامتيءَ جا چار ڏينهن گذاري سگهي.

تون مهرباني ڪري خط پٽ لکندو رهج. مٺان مون وانگر سست ۽ بي خبر ۽ لاپرواهه بنجي وڃين!

وڌيڪ خيريت و السلام، تنهنجو محمد ابراهيم

فضل پنہيرو (۸۴)
۱۶-۹-۱۹۷۱ع
سدا جڙيا هجو،
سائين منهنجا،

اوهان جو قرب ڀريو خط مليو، پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. البت ان ڳالهہ جو ڏُک ضرور آهي تہ اوهان ۽ ٻيا دوست هن پاسي ڪونہ لڙيا. هر ڪو پنهنجيءَ هڻ وٺ ۾ لڳو پيو آهي. آءٌ هن سال وري وَتِ ڪي ڏِري پيس- وَتِ ڏيپلي ۽ مٺي تعلقي جي ڏاڪڻي حصي ڪي ڇنبو آهي، جيڪو رڻ سان ڳنڍيل آهي. مون ڪي تہ ٻئي ٿر ڪان بلڪل الڳ پِئي لڳي. انهيءَ پاسي ڏاڍا ڪي مينهن پيا هُئا. رستي جي ٻنهي پاسن ڪان اينترو تہ گاهہ هو، جو اسان کي ٽوياٽا جهڙيءَ اوچيءَ جيپ جون بہ دريون بند ڪرڻيون ٿي پيون، ۽ ٻاجهر جو قد سراسري ۱۵، ۱۶ فوٽ ڪن لڳو پئي. جيترو گاهہ ۽ ٻاجهر ڏٺيسين اينترو ئي قرب ماڻهن ۾ ڏٺوسين ۽ سادگي بہ. فقير فيض محمد بلالاڻي مرحوم تہ جو ٻنهين وڏو ماڻهو ۽ رڄ ماڻهو هو، پر سندس اوطاق تي بہ اُهائي سادگي هُئي. طباق ۾ ڪاڏوسون ۽ وٽي ۾ پيتوسون ۽ ٻاهر جتي بہ وياسين اتي ماڻهو سندن گهر وٺي پئي ويا، منجهن ايمان ۽ اعتبار سرسيرو پئي ڏٺاٺو. پاڻ اڳ ۾ هليا هئاسين تہ آزاد نہ هئاسين، پر هينئر آءٌ ڏاڍيءَ آزاديءَ سان گهمي آيس، عام ماڻهوءَ سان گهڻي ملاقات پئي ٿِي.

هاڻوڪي سَنبَت رڻ ۾ هرڻ جي شڪار جي آهي. جيپ پنهنجي اٿئون، پچڻ جو ڪوبہ مسئلو نہ رهيو آهي. توهان تہ وري وڃي سنڌ جي "سيراندي" ورتي آهي. الائي ڪڏهن ايندئو؟

حيدرآباد وڃڻ صفا نٿو ٿئي، جو دل ڪم ۾ رُڌي پيئي آهي. ويجهڙائيءَ ۾ بہ ڪو امڪان حيدرآباد وڃڻ جو نٿو پيو ڏسجي. ها! خيروءَ وٽ مٺيءَ ۾ تہ اسان جا پنڌ لڳا پيا آهن. ڪتابن پڙهڻ لاءِ بہ لئہ لڳي پيئي آهي.

پاڻ جي سنگت تہ انهيءَ پاسي بہ گهٽي آهي. ان ڪري سمجهان ٿو تہ وقت مڙئي اوهان جو بہ سٺو پيو گذرندو. ابن حيات پنوهر ڏهاڪو ڏينهن ٿيا هُئا تہ هتان اچي نڪتو. مون وِسين لڳي گهٽي چاڪري ڪئيمانس پر ترسيو صفا ڪونہ. ڪپري ۾ ڪا شادي هُئي ان تي پهچڻو هوس. نہ تہ ڏاڍو گهُمايانس ها. اوهان جو نالو جڏهن آيو تي تہ تڏا ساهہ ٿي پريائين ۽ منهن مان سليائين ڪجهہ بہ نہ.

والسلام
عبدالقادر جوڻيجو
سلام سنگت کي رسن

(٨٥)

ڳوٺ فقير فيض محمد

ٻلالائي

٣-١٠-١٩٧١ع

سائين منهنجا،

هڪ خط اڳي لکيو اٿم، ٻيو هيءُ لکان پيو. خبر اٿم ته اوهين وڏيءَ حشريءَ ۾ هوندا. آهي ته هاڻ مون کي به واندڪائي ڪانه، پر اڄ آچر جو واندو آهيان. توهان ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڇڏيو، ته پويان چيئرمين صاحب به بدلجي ويو. هجو ها ته هاڻ مزو هو. ٻيو نه ته اسان پارو اچي ديدار ڪري وجي ها. هاڻ ته ڪوهين وينا آهيو، ماٺهو پڇيو پڇندو.

هيل سال اڌ ٿر ٻنهين پلو ۽ اڌ ٿر ٻنهين ويران رهيو.

توهان پنهنجي حال احوال کان ضرور واقف ڪندا.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

جنهاڻ

٢-١-١٩٧٢ع

منڙا سائين،

اينترا تہ حال احوال آهن، جو پني اڌ تي پورا ٿيڻ مشڪل آهن. جڏهن بہ مُود ۾ آيس تڏهن سربستا لکي موڪليندس. هيستائين تہ جنگ صرف فلمن ۾ ڏٺيسين، ۽ جنگ جي پيداوار اديبن جي لکڻين ۾ محسوس ڪئيسين، پر هينئر اهو سيڪ بلڪل ويجهڙائيءَ ۾ محسوس ڪيوسين. توهان جو ويچار تہ هينئر "نئين" پاڪستان ڏانهن هوندو، پر اسان جو ويچار پنهنجي آسپاس پيو دوڙون پائي. هت جنگ جو اينترو تہ اثر آهي، جو اسان جو ڌيان اجا پتي، مجيب، بنگال وغيره ڏانهن وڃي ئي نٿو. هت تہ وڻ وڻ ۾ لڏو لڏل آهي. بڪايل ۽ لُٽيل ماڻهو آهن. اخلاقي قدرن جي ڀڳل ٽڪرن جا ڍير آهن ۽ اسان جي انڌيءَ ۽ ٻوڙيءَ سياست جو لاش آهي ۽ ردعمل جا ڀوت پيا نچن.

سڄي ڇاڇراتي ۽ ننگرپارڪر جا ماڻهو اڃي ٿُٽا آهن. سندن ڪماٽيون انهن قافلن جيترين ئي ڊگهيون آهن. سندن ڪماٽين ۾ بارُود جي ڌپ ۽ دونهون سمايل آهي. اِهي پتون تہ پاڻ لارين ۾ چڙهي ڏٺيون آهن پر انهن پٽن ۾ خوف وچان پيرين پيادو، ٻارن ۽ زالن سان گڏ پيچڻ ڪيڏو نہ ڏکيو آهي. نہ ان نہ پاڻي، مٿان تهہ سيارو- چوان ٿو تہ ماڻهو ڏونگر ڪان بہ ڏاڍو آهي. ۽ جڏهن ماڻهو ان حالت ۾ هوندو آهي، تڏهن، ڏونگر وانگر، دل بہ ڪونہ ڏاريندو آهي.

آءٌ جنگ جا پهريان چار پنج ڏينهن باردر تي پنهنجي شاگردن جي ڳوٺ فقير فيض محمد بلالاڻيءَ جي ڳوٺ هوس. هتان ويو تہ جيپ ۾ هوس پر موٽندي گهوڙن تي اچڻو پيو، جو جيپ ۾ فقيرن جو لڏو ڪٽڻو هو. گهوڙي جي پُني، آسِي ميلن جو سفر، پٽن جون لهانديون چڙهانديون، ٻارهن ڪلاڪن ۾ اِهو سفر پورو ڪيم. لاريون تہ هونئن ئي بند ٿي ويون هُيون. هڪ اڌ لاري مِنيءَ ۾ سرڪاري ملازمن کي ڪٽڻ لاءِ بيني هُئي، اُها بہ اڌ ۾ اچي رسي. خير محمد تہ اڳ ۾ ئي ڪنهن ميٽنگ سانگي حيدرآباد هليو آيو هو.

هت باردرن تي جيڪا Indus Rangers رکيل هُئي، جيڪا غريبن کي ڦرڻ، لُٽڻ ۽ رعب جمائڻ ۾ مشهور آهي، سا تہ ائين ڀڳي! وات ۾ ڪو ڪهاڙيءَ سان ماڻهو ٿي ملين، تہ رائفلون ڇڏي، Hands up ٿي ڪيُن.

ڏاڍيءَ جا ماستر جيڪي ٿر ۾ هندن ماسترن جي جاين تي رکيا هُئن، اُنهن ويچارن تہ انهن پنن ۾ پنجڻ سان پوريون ڪري ڇڏيون. هڪڙو ماستر جيڪو ڏاني-ڏانڌل ۾ هو سو رات جو هڪ بجي گهيري مان نڪري ڀڳو، سو صبح جو ٨ بجي ٥٠ ميل پنڌ ڪري اسلام ڪوٽ جي پرسان وَڃي اچي نڪتو! آءٌ تہ خطري کان تہ پري هوس، پر گهوڙو پنارو ڪنوڻ هو، دير ٿي ڪانہ ڪيائين.

بيا حال ٻئي خط ۾

اوهين پنهنجي حال احوال کان ضرور واقف ڪندا.

گهڻو انتظار نہ ڪرائيندا.

والسلام

عبدالقادر جوڻيجو

خيرپور ميرس
١٦-١-١٩٧٢ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجو خط هفتو کن ٿيو، هتي خيرپور ۾ مليم: اڳئين هفتي ٻه چار ڏينهن حيدرآباد ويو هوس، اُتان موٽيو هوس ته مليو هوم. پوءِ وري اسڪولن جي انسپيڪشنن لاءِ ٻهريائين شڪارپور ڏاهن ۽ پوءِ نوابشاهه ضلعي ۾ ويو هوس. اُتان ڪالهه موٽي آيو آهيان.

حال احوال ته سچ پچ ڏاڍا گهڻا، ڏاڍا ڏکيا ۽ ڏاڍا ڏکوئيندڙ آهن. پر ڇا ڪجي! انسان کي هيءَ جا دل مليل آهي، سا آهي ئي ڏُکڻي، نه ته جيوَ ته ٻيا به هزارين، لکين، ڪروڙين بلڪ ڳاڻاٽي کان ٻاهر اِئين ئي پيا هيٺ مٿي ٿين، مرن، مارجن ۽ مارائجن- مارڻ ۽ مارائڻ جون ڳالهيون به منجهن اُهڙيون ئي بلڪ گهڻيون گهڻيون اُن کان وڌيڪ اُگريون ۽ تِپُرسَ ۾ وجهڻ جهڙيون اِئين ئي پيون عمل ۾ اچن. خبر نه آهي ته اُهي به اسان انسانن وانگر اِئين ئي ڏکوئبا ۽ ڏمربا هوندا يا نه!

توکي خبر آهي ته آءٌ تنهنجي خط لاءِ ڪيترو نه سِڪائيندو آهيان! توکي مون ٻه چار ڀيرا اڳي به چتائي ڇڏيو آهي ته آءٌ خطن لکڻ ۾ بنهه ناڪارو آهيان، ۽ تون منهنجن خطن جو انتظار نه ڪندو ڪر. پر اوهين نوجوان آهيو، اوهان کي به پنهنجا گهڻا ئي چاهه ۽ چَس آهن. سو تون به واڻئي واري هڪ هڪ ٻن ٻن جي حساب ۽ مُلي واري تون تون ۽ مان مان ۾ پئجي وجين ٿو ۽ مون وٽان خط جي خط نه ملڻ سبب ئي خط جي لکڻ کان بس ڪري ويهي ٿو رهين. پيارا ايءُ مهرباني ڪري ائين نه ڪر. تنهنجو خط ڏسي ۽ پڙهي منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿئي ٿي.

آءٌ عيد جي موقعي تي حيدرآباد ويندس.

اميد ته تون ۽ ٻيا سڀ دوست خيريت سان هوندا.

تنهنجو پنهنجو
محمد ابراهيم

ڳوٺ فقير فيض محمد بلالاڻي
١٧-٢--١٩٧٢ع
سائين منهنجا،

توهان جو خط ڪافي وقت کان ڪيسي ۾ پيو آهي ۽ بار بار پڙهڻ سان ٽڪڙي ٿي ويو آهي. سوچيان ٿو ته اِهو فائيل ۾ ڪيئن سگهندو. اوهان جي اها مهرباني آهي جو جمعي چنداڻي به اڪر لکي پيا ياد ڪندا آهيو. پري جي يارن جا خط به ڏڍ آهن. سو سدائين دل ته گهرندي ته ڪو خط اچي. باقي رهي مُلان واري نون تون مان مان ۽ واڻڻي واري هڪ هڪ به به وارا ليڪا، پانيون ٿا ته اسان ۾ ڪين آهن. توهان ڪي ڪا اهڙي ڳالھ اسان مر نظر آئي هجي ته ان ڪي غلط سمجهي ذهن مان ڪڍي ڇڏيندا.

اِهو برابر آهي ته اسان ڪي پنهنجا چاھ ۽ چس آهن پر مال مستي ڪانهي. ائين برابر آهي ته جُوان به آهيون پر جُواڻيءَ جي زور تي بِنهين ماڻهن ڪي چيپليندا ڪونه وتون. اهڙا انڌا ڪونه آهيون، جو توهان يارن قربانتن جا جذبا به جواڻيءَ جي انڌ ۾ لتاڙي وجون. اهڙا ماڻهو به ڪي هوندا ۽ آهن پر ان ۾ توهان جو يا منهنجو ڪوبه ڏوھ نه آهي.

توهين به ڪوهن جي پنڌ تي وينا آهيو، ملجي ته آخر ڪيئن ملجي. اسان جي پڇڻ جي گهٽي ڪانهي، باقي جي اچي حيدرآباد مان نڪرو، پوءِ سرڪاري طرح ۽ خانگي طرح، ته ڪَرُاچي ملجي.

آءٌ معروف ته آهيان ئي، جو مڊل اسڪول منتي تي ڪٽي هلندو آهيان. جڏهن سمهندو آهيان تڏهن به ٦ ، ٥ شاگرد آسپاس موجود هوندا آهن. توهين پاڻ سوچيو، اسان جي نرم طبيعت ۽ ڪيرا ڇوڪرا- حَشري متي پيئي آهي. پڙهڻ لکڻ جو حال ته اِهو جو سڄو اسڪول منتي تي- ڪتاب وٺي وٺي ڊير ڪري ڇڏيا اٿم. پر پڙهون نٿا، جو ماني ڏيءُ تي اٺئون ۽ موچڙو گهٽ!

اسان جي پَت جا حالِ سڀاڳيا آهن. ٿر بر آهي سا حقيقت صحيح روپ ۾ هاڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڳوٺن ۾ اجا تائين لاقانونيت سببان هراس آهي، البت اسان جو مُهراڻو اڳئين وانگر پريو تَريو آهي.

اوهان جي خيرپور ۾ ته سنگت چڱي چوکي هوندي. اڳيون حال ڪونه

هوندو، جو يارن کي ڏسي بہ نہ سگهجي، سندن کا دانهن ڪوڪ بہ ٻڌي نہ سگهجي.

اياز جو نئون ڪلام تہ جام هوندو، اوهان ضرور پڙهيو هوندو، ڪڏهن غريب کي خط لکو تہ ڪو هڪ اڌ سندس تازو شعر ٻہ لکڻ جي تڪليف ڪندا.

والسلام.

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

(۸۹)

فضل پنہيرو
۲٦-۳-۱۹۷۲ع
سائين منهنجا،

ڪافي وقت ٿيو آهي، جو نہ تہ مون کو حال احوال ڏنو آهي ۽ نہ وري اوهان طرفان ڪي بہ اکر آيا آهن. وقت جي درياءَ ۾ هرڪو ڪک پن وانگر لُڙهندو وڃي. پر وقت ڏنل سڏ کائيندو نہ آهي، جو تہ وقت پارليماني سياستدان ڪونهي. وقت ڏاڍو ايماندار ۽ انقلابي آهي.

گذريل سال ڏيڍ تہ اهڙو گذريو آهي، جو ڳالهہ ئي نہ پڇو. ائين پئي محسوس ٿيو تہ قلم اسان جي هٿ مان ياعمر لاءِ ڇڏائجي ويو آهي. وري هٿ نہ ايندو. ڇو تہ چوڌاري ڀاڻ اونداهي آهي. پر هاڻ فجر جون دونهاٽيل روشنيون ڏسڻ ۾ پيبيون اچن ۽ قلمَ هٿ اچڻ جا آثار نظر پيا اچن. لفظ، جذبا ۽ احساس هڪ هڪ ٿي آڪيرن ۾ موتي رهيا آهن، نيٺ ڳائڻ بہ شروع ڪندا. ٿي سگهي ٿو تہ هن پيري اڳئين کان بہ وڌيڪ منڙيون ٻوليون ٻولين.

نون رسالن، ڪتابي سلسلن جا هوڪا پيا ٻڌجن، انهن هوڪن ۾ ڪيترو ڪوڙ پريل ڪيترو سچ جو مچ ٻريل آهي، سو تہ ڪو اوهان پارو پارکو، مستقبل جا پيچرا ڳولي لهندڙ ئي ٻڌائيندو. اسان پارا تہ انهن رستن جي پاسي تہ ٻاريون ناهي، گُل ٻوٽا پوکيندا ويندا آهن، تہ جيئن پويان ايندڙ الهڙ جوانٽين جي من ۾ خوشبوئن جي روشني ٽڙي سگهي.

اوهين تہ الائي ڇا لکو پيا، ڇا پڙهو پيا. اڳي تہ اُڙي ٽڙي ملاقات ٿيندي هُئي تہ خبر پئجي ويندي هئي، پر هاڻ تہ اوهان جا خط بہ مختصر ٿي ويا آهن، دُڪاندار جي دل وانگر. سرڪاري ذميواريون اهڙيون بہ ٿي وينديون آهن ڇا، جو پٽرن ۾ تُنگ ڪري وجهن؟ ڇا، اسين هماليہ جي اوچاين کان انڪار ڪري ڇڏيون؟

سوچيم پئي تہ نين تبديلين هيٺ اوهين شايد حيدرآباد بدلي ٿي اچو، پر اهڙي ڪا ڳالهہ اجا اخبار ۾ نہ ڏٺي اٿم. اسان جي دل تہ چوي ٿي تہ حيدرآباد اچو تہ ڪا ملاقات ٿي وڃي.

آءٌ هت مڊل اسڪول ۾ اجا ڊيپوٽيشن تي آهيان. هينئر .C.T اسڪيل لاءِ درخواست ڏني اٿم. مَن B.Ed جي مُهابي اسڪيل ملي وڃي. تازو هڪ اشتهار سنڌ بلوچستان پبلڪ سروس ڪميشن ڏنو آهي، جنهن ۾ هيڊ ماسترن وغيره لاءِ، گرئجوئيٽن کان درخواستون گهُرايون اٿن. اُها بہ درخواست ڏيئي رهيو آهيان، پوءِ ڪٿي قسمت! اوهان جو خيال ڇا آهي؟

سلام سنگت کي.
عبدالقادر جوڻيجو

فضل پنهور
١٣-٥-١٩٧٢ع
سائين منهنجا،
ٻيا حال احوال نہ ٻئي خط ۾ ڏبا، پر هڪڙي احوال پريشان ڪري ڇڏيو.
اسان جنهن .C.T لاءِ انٽرويو ڏنو هو، اُهو اسڪيل نہ مليو. لسٽ آئي آهي، ان ۾ نالو نہ آهي. پوءِ الائي B.Ed هُئاسين تنهنڪري شايد نظرانداز ڪري ڇڏيُن يا ڇا! يا تہ وري ڪا ٻي ڪمي ٻيشي رهجي ويئي آهي. آفيسرن جون خبرون اسان کي گهٽ رهنديون آهن.
عبدالقادر جوڻيجو
سلام سنگت کي
حال احوال ڏيندا
نئون افسانو "ڪارونجهر جي ڪور" ڇپيو اٿم، ان لاءِ راءِ ڇا آهي.

× × ×

فضل پنهور
١٩-٥-١٩٧٢ع
سائين منهنجا،
بار بار ساڳي ڳالهہ لکي، توهان کي ڪَڪ تہ ڪريان ٿو، اُميد تہ دِل ۾ ڪونہ ڪندئو.

C.T. اسڪيل جي سلسلي ۾ آءٌ ۽ مون وارو يار خير محمد لغاري گڏجي حيدرآباد خبر چار وٺڻ وياسين. ظاهر ائين پيو ٿئي تہ منهنجو نالو شايد ڪٽيو ويو آهي، جڏهين تہ ٻئي نمبر تي هينان محمد صديق هاليپوٽي جو نالو پيو آهي، جنهن مون جهڙوئي انٽرويو ڏنو هو. محمد صديق اُهو آهي، جنهن توهان کي ٿر جون خبرون ٻڌايون هُيون.

جڏهن تہ منهنجي سروس ۽ تعليم سيڪجهہ وڌيڪ هئي. ان هوندي بہ آءٌ محروم رهجي ويس! انٽرويو جون مارڪون الائي ڪيئن مليون هُيم؟

توهين پنهنجي ليکي اهڙي تحقيقات ڪندا تہ پتو پئجي ويندو. اسان کي ڪٽي ٿا سنوت ڏين.

سراج ايڊيٽر ٿيو آهي. اِهو هينئر حيدرآباد ۾ پتو پيم جڏهين ڪراچي هلال' پڙهيم. سُني اخبار آهي، منجهس مضمون لکجن، توهان جي ڇا راءِ آهي؟
عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

جنهانڻ
٢-٧-١٩٧٢ع
پيارا سائين،
برساتن ۾ تہ توهان هيءُ ملڪ ڏسي ويا آهيو. اڄ بہ اِئين هت آسمان ۾ اُڏرندڙ ڪڪرن، زمين جي ڇاتيءَ مان ڦٽي نڪتل گاهن ۽ انسان جي اندر مان اُٿندڙ اُڌمن جا رنگ چوڏاري جهرمر جهرمر اُڏامي رهيا آهن.
هيءُ خط شايد آءٌ ديرائتو پوسٽ ڪريان، جو هت لاڳيتي برسات پئجي رهي آهي. اسان جو ڳوٺ تہ واريءَ جي دڙي تي آهي. پر فضل پنيري تائين ويندڙ واٽ ڏاڍيءَ مان وڃي ٿي، ان ڪري ان تي گپ چڪ ۽ پاڻي آهي. جڏهن بہ ٿوري اوساڪري ٿِي، تڏهين هيءُ خط پوسٽ ڪري سگهندس. بهرحال هن رم جهم ۾ يار دوست ڏاڍا ياد ٿا اچن، ويندي ڪي اڻ ڏٺا پرين بہ دلين ۾ ديرا وجهيو ويهو رهن.
هتي شام جو جڏهن ڪڪرن جون اڇيون چوٽيون سج جي ڪرڻن تي جرڪنديون ۽ ورڪڙ ڪائينديون ٿيون رهن، تڏهن دِل چوي ٿي تہ ماٺهو ڪڪرن ۾ لڙڪي پئي ۽ پوءِ رات جو وڄن جي ڏجُنِ سان گڏ وسي پئجي، ۽ واريءَ ۾ جذب ٿي وڃجي.
رات جو آسمان جي ڪنارن تان اٿندڙ وِڄن جا ڏجا ٿيندا آهن، تڏهن ماڻهو پنهنجو پاڻ کي وڃائي وِهندو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کُي اڻ ڏٺن پرين جي هنجن ۾ پائيندو آهي ۽ وچ ۾ حقيقت جو احساس جڏهن جاڳندو آهي تڏهن محرومي ڏاڍو ڏنگيندي آهي ۽ ماڻهو پنهنجو پاڻ کي اينترو تہ بي وس محسوس ڪندو آهي، جو زندگيءَ جو احساس بہ موڪلايو وڃي.
هيءُ جو خط اوهان کي لکي رهيو آهيان تہ اِهو بہ حقيقت کان ڀاڄ آهي. خط نہ خط ۾ اوهان سان مخاطب ٿي، حقيقت جي مِٽي من جي مٿاڇري تان چنڊي رهيو آهيان.
ماڻهو ڪيترو بہ ٻوڙهو ٿي وڃي، پر هن موسم جا اُڏندڙ رنگ سندس سپنن ۾ وڃڙي ويندا آهن. سپنا جوانڻ جماڻ ٿي، ڇير پائي، ڇم ڇم ڪري، نچندا، وڃي اُڏندڙ ڪڪرن کي ڇُهندا آهن.
هت اسان جي ڳوٺ ۾ جنگ ۾ ڳوٺ کان ٽوليلَ ماڻهو ڪافي رهن ٿا. سندن عجيب ۽ غريب حالت آهي. عورتن ويچارين جون اکيون ڪڪرن سان گڏ

وسنديون رهن ٿيون. مڙسن جي مُهاڙ بہ سدائين ڏکڻ ڏي هوندي آهي. ڪيترا ماڻهو تہ لڏا ڪٽيو ٿر وڃن پيا. بلڪہ ويندڙ ايترا آهن، جو پتو نٿو پوي تہ ايترا ماڻهو رهيل اڏ ٿر ۾ ڪيئن پورا ٿيندا.

ڪي تہ ماڻهو مورڳو ڍورو ٿيپي، سڏ پنڌ تي اسان جي ڳوٺ اڇي ويهي رهيا آهن. پيا ٿر جو ساءُ وٺن ۽ اسان تي رشڪ ڪن.

هتي جو عام ماڻهو اڄڪلهہ پتو اندرا ملاقات تي ڏاڍو ٿو سوچي.

'ماستر! پاڻيئين نهي ويندا؟' اکين ۾ سوالن جا وڄُڙَ. "نهي ويندا؟"

"ضرور نهي ويندا." ۽ سندن اکين ۾ اُميدن جا جرڪندڙ ڏيئا!

"نہ نہ، اندران حرام....لڳي پيئي آهي، پتو بہ حرامي مڙس آهي، ڪونہ نهندا...." بيزار آواز، ۽ موت ۾ ڪاوڙ ۽ نااُميدي.

هتان جا ماڻهو ناهہ جي حق ۾ آهن ۽ اُهو پلي کهڙو بہ هُجي. اڳي ٿَريا وسڪاري جو آسمان ۾ اکيون اڙائيندا هُئا ۽ هينئر جڏهن آسمان مهربان آهي تڏهن سندن اک پُتو- اندرا ملاقات ۾ آهي. اڳي هڪڙيءَ ذر ۾ آسرا اُميدون هونديون هيون، ۽ هاڻ بن ذرين ۾ ڪم ڦاٿو آهي يعني الله ۽ انسان.

هنن بن ٽن ڏينهن ۾ گاهہ ڏاڍو ڦُٽو آهي، ذرتيءَ جي ڇاتيءَ تي سائو رنگ آهستي آهستي جمي رهيو آهي. هفتي کن کان پوءِ ساوڪ ڇُلڪي پوندي.

اوهان ڪي دعوت ٿي ڏجي تہ اچي مُلڪ ڏسي وڃو. پيو نہ تہ منيءَ تائين مزو رهندو. خير محمد منيءَ ۾ آهي ۽ ڏاڍو لئہ ۾ آهي. ماڻهو بنهين اثرائتو ۽ باهمت آهي، ان ڪري گهمائڻ ۾ وسان ڪونہ گهٽائيندو، تنهن ڪان سواءِ آءٌ بہ پنهنجي غريباڻي حال سارو حاضر آهيان. شيخ اياز کي بہ اسان جي طرفان مُلڪ گهمڻ جي دعوت ڏيندا. آءٌ تہ چوان ٿو تہ پروگرام ناهي موڪليو. وڏيڪ وس وارا آهيو. اوهان کي زوريءَ آڻڻ کان تہ رهياسين.

خيرمحمد شادي ڪئي آهي يوسف لغاريءَ جي پيڻ سان. ان جي مبارڪ هُجي. لِڪي شادي ڪيائين. مُلون بہ زوريءَ آندائون نہ تہ خير محمد کي مُلون ڪارائڻ بہ ڏکيو ٿي لڳو.

مون هڪ افسانو "موت" لکي 'سوجهرو' ڪراچيءَ کي موڪلي ڏنو آهي، بڌو اٿم تہ اهو رسالو وڏي پيماني تي نڪري رهيو آهي. اسسٽنٽ ايڊيٽر جا هت ۽ بن هفتن ۾ پندرهن کن خط پهتا آهن. مشتاق نائب ايڊيٽر اٿس.

مون وارو افسانو 'ڪارونجهر جي ڪور' هن موسم ۾ وري پڙهندا ۽ راءِ

لکي موڪليندا.

آءٌ ڏسان پيو تہ اوهان جون ادبي سرگرميون محدود ٿي ويون آهن، ڇا ڳالھہ آهي؟ ڪوبہ ادب جو پانڌيئڙو مصروفيت جو عذر نٿو ڏيئي سگهي.

حال احوال سگهو ڏيندا.

سلام شيخ "اياز"، تنوير عباسيءَ ۽ رشيد ڀٽيءَ ۽ سڄيءَ سنگت کي عرض آهن.

اوهان جو پنهنجو

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

خيرپور
٧-٧-١٩٧٢ع
پيارا عبدالقادر،

تنهنجا ڪيئي خط مليا اٿم. هيءُ تازو خط ٢ تاريخ جو لکيل ۽ ڪجهہ ترسي پوسٽ ڪيل ٿيون ڏينهن مليو اٿم. هر هر معافيون آءٌ بہ توکان ڪونہ وٺندس. سس جواب ڪونہ ڏنو ٿيم، سو ڪونہ ڏيئي سگهيس. پر مون کي پڪ آهي تہ تو وانگر مکڻ جهڙو نرم ۽ ماکيءَ جهڙو منو ماڻهو ڪڏهن بہ دل ۾ گهٽي تائين ڪاوڙ ڪونہ رکندو. سو وري وري پيا توکي ڪاوڙايون ۽ تون بہ وري وري پيو اسان ٻيوس ماڻهن سان پرچندين. ائين برابر آهي نہ!

ادا سائين توکي معلوم ٿي ويو هوندو تہ مون کي هتان بدلي ڪري حيدرآباد رکيو اٿن- "ايڊيوڪيشن ايڪسٽينشن ائنڊ اسپيشلازيشن سروسرز ڊئريڪوٽريٽ"، لطيف آباد، ۾ ڊپٽي ڊنريڪٽر جي آساميءَ تي، جنتي ميرمحمد سيال هو. اُهو بقا محمد قريشيءَ جي جاءِ تي ڊپٽي ڊائريڪٽر (اسڪولس) ٿيو آهي ۽ بقا محمد قريشي هتي منهنجي خالي ٿيل ڪرسيءَ تي موڪليو اٿن. هتان مون ٣ تاريخ سومر ڏينهن چارج ڇڏي آهي ۽ بہ چار ڏينهن هتي دوستن سان رس رهاڻين ۾ مست رهياسين. سڀاڻي ڇنڇر ڏينهن ٨ تاريخ هتان روانو ٿيندس، ۽ سومر ڏينهن ١٠ تاريخ صبح جو حيدرآباد ۾ نئينءَ جڳهہ جي چارج وٺندس.

تنهنجي سي ٽي ۽ ايس ويءَ جي چونڊ جي چڪر کي جڏهن بہ حيدرآباد پئي ويو آهيان، تڏهن پئي ڏٺو ۽ جانچيو اٿم. سچ پڇين تہ تنهنجو نالو نہ سي ٽيءَ جي لسٽ ۾ ۽ نہ ايس ويءَ جي لسٽ ۾ آيل هيستائين ليي سگهيو آهيان. اِها ڳالهہ اُتي بقا محمد قريشيءَ کي چيم، ۽ هُن اِن جي جانچ ڪرڻ جو انجام بہ ڪيو، پر گهڻو وقت جو اُتي رهڻ ڪونہ ٿي ٿيو، سو ڳالهہ وري بہ اُتي جو اُتي رهجي پئي ويئي آهي. هاڻي جو مرڪو اوڏانهن بدليءَ جي سبب وجان ٿو، سو اميد تہ تفصيلي جانچ ڪرائي، ڪو ڳالهہ جو مُنهن سڌُ ڪرائيندس. تون جي پاڻ ان وچ ۾ حيدرآباد اچي نڪتين تہ لسٽون توکي ڏيکارائي بہ سگهبيون.

ايڏانهن ٿر ۾ هن سال ضرور هڪڙو پيرو اچبو. پنهنجي يار مٺيءَ واري جي مهماني ٻن چئن ڏينهن جي هلي کائينداسين. تو وٽ تہ پهرين ئي اچبو. اها دل جي آس آهي.

حـشـطَ

پنهنجا يار اياز، تنوير، فَتاح ملڪ ۽ ٻيَتي ۽ ٻيا سڀ خوش چڱا ڀلا آهن.

سنڌ جي سنڌيءَ جو صوبائي درجو قبول ٿيو ۽ قائم ٿيو. اُن لاءِ سوين هزارين مبارڪون قبولج.

هتي ڪمُ اهڙو ۽ ايترو گهڻو هو، جو ڳالهه ئي نه پڇ. اُتي حيدرآباد ۾ رهي وري به تو جهڙن سنگت ساٿ وارن سان گڏجي ڪجهه 'قلمڪاري' ڪبي- پوءِ اُها ادب جي انگ ۾ ڳڻجڻ جهڙي ٿي سگهي يا نه، تنهن جي ڳڻتي ڀاڻ ڪي نه اڳي رهندي هئي ۽ نه هاڻي رهندي.

وڌيڪ خير- شال خوش هجين!

تنهنجو محمد ابراهيم

× × ×

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي آفيس،
اي-۱۰، جي او آر ڪالوني،
حيدرآباد، سنڌ
۲۵-۱۱-۱۹۷۲ع
پيارا عبدالقادر،

توڏانهن هڪڙو خط لکيو هوم، پر ان جو جواب نہ مليو آهي، اميد تہ تون خوش چڱو ڀلو هوندين.

سي. ٽي. جي چونڊ لاءِ انٽرويو جون لسٽون هڪ هڪ ڪري وري بہ هفتو کن ٿيو تہ ڊئريڪٽر جي آفيس ۾ ڏٺيم. ڳوليندي ڳوليندي، تنهنجو نالو ملي ويم. هاڻي صورتحال هيءَ آهي تہ تنهنجو نالو ۵۲ نمبر تي رکيل آهي. چاليهين نمبر تائين سي ٽيءَ جون جايون ڏجي چڪيون آهن- جيئن جيئن خالي ٿين ٿيون تيئن تيئن نمبر وار ڏيندا اچن ٿا. اميد تہ ٻن ٽن مهينن ۾ تنهنجو وارو ايندو ۽ توکي سي. ٽيءَ جي جاءِ ڏيندا. گرئجوئيٽ اسڪيل تہ مون کي چيو اٿن تہ سيڪنڊري اسڪولن يعني هاءِ ۽ مڊل اسڪولن ۾ ڪم ڪرڻ وارن کي ڏنيون اٿن ۽ ڏين ٿا. ميرٽ لسٽ ناهي اٿن، اُن پٽاندر، ۽ اهڙيءَ طرح ٦٨ يا ۱۹٦۹ع جي سال ۾ جن بي. ايڊ پاس ڪئي آهي، تن مان ميرٽ موجب اسڪيل ڏيئي چڪا آهن. اڃا تائين هڪ بہ پرائمري سائيڊ مان ڪنهن کي گرئجوئيٽ اسڪيل ڪانہ ڏني اٿن. اهي سڀ ڳالهيون هو ڊائريڪٽوريٽ ۾ مون سان ڪن ٿا، سو حال في الحال جيڪڏهن ٻن ٽن مهينن ۾ تون سي. ٽي. اسڪيل ۾ اچي وڃين، تہ پوءِ ڪنهن موقعي سان گرئجوئيٽ اسڪيل بہ وني سگهبين. اِن وچ ۾ جيڪڏهن ڪٿي ڊائريڪٽ سليڪشن ڪن ۽ اُتي تون بہ وڃين، ۽ ڪجي سگهين، تہ ٿي سگهي ٿو.

مهرباني ڪري ڪڏهن دل ۾ رنج يا ڏک نہ ڪج. هتي اسين جيڪي شهرن ۾ وينا آهيون، تن جي حالت بس ائين ئي آهي، پنهنجيءَ ۾ ئي هر ڪو پورو آهي، بلڪ رڳي بيزاري ئي بيزاري آهي. اسان جا ڪيترائي يار ڏاڍن چڪرن ۾ رهن ٿا. رسالا سو خوب پيا نڪرن، جن ۾ ادب گهٽ، سياست گهڻي، ۽ سياست ظاهر آهي تہ رڳو لفظ ئي لفظ تہ ڪانهي. اسين مڙيوئي لفظن ۾ گهڻو ورتل آهيون ۽ اُنهن ۾ ئي قاتل رهڻ بہ گهرون ٿا، ۽ ڀانيون ٿا تہ لفظ اسان کي اسان جون جنگيون کٽي ڏيندا. سو لفظن جي هٿيارن کي خوب پيا هلايون، اُلاريون ۽ هٽون ۽ اڇلايون. اِن لفظن جي محاذ آرائين ۾، ادب جي تخليقي ڪم کان بہ پوريءَ طرح پوئتي هٽي ويا آهيون.

ٻيو مڙيو ئي خير آهي، خط ضرور لکج.
تنهنجو محمد ابراهيم

(٩٥)

حيدرآباد، سنڌ

١-٢-١٩٧٣ع

پيارا ڀاءُ عبدالقادر،

مون کي ياد ٿو اچي ته هن کان اڳ هڪ خط توهان ڏانهن لکيو هئم، پر اُن جو جواب توکان نه مليو اٿم. اميد ته تون خوش هوندين.

ڪالهه ڊائريڪٽوريٽ آف ايجوڪيشن ۾ ويو هوس ۽ اُتي خبر پيم ته تنهنجي سي. ٽي. اسڪيل جا آرڊر ڪڍيا اٿن. آرڊرن جي ڪاپي هن خط سان توڏانهن موڪليان ٿو. پهچڻ سان ميرپورخاص ۾ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن آفيسر وٽ وڃي، ڪانئس پوسٽنگ جا آرڊر وٺي، مقرريءَ واري اسڪول ۾ دخلڪار ٿج.

تنهنجي افسانن جي مهاڳ لاءِ دوست چون پيا. ڇپيل ڪاپي اجا مون کي ڏني ڪانه اٿن. ڏيندا، ته جيڪي به اکر لکي سگهيس سي لکي ڏيندوسان.

هيڏانهن اچين ته ضرور ملج. آءٌ ڦهريءَ مارچ کان رٽائرمينٽ جي ڇهن مهينن جي موڪل تي وڃي رهيو آهيان. جو آگسٽ ١٩٧٣ع جي آخر ۾ پينشن تي وڃڻو اٿم. ٻيو سڀ خير.

تنهنجو پنهنجو

محمد ابراهيم جويو

× × ×

فضل ڀنڀرو
٣-٢-١٩٧٦ع
ٻهاريون ئي ٻهاريون،
پيارا سائين،

ڏينهن گذري ويا آهن هڪڙي کي خط لکڻي کي، سو سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڪٿان شروع ڪريان ۽ ڪٿي بند ڪريان. حال حقيقت اِها لڳي پئي آهي، جو جيئن اُبَ اک پٽي آهي تيئن مينهن بس ئي نٿو ڪري، سياري ۾ به ڏم ڏمان لڳي پئي آهي. يا ته پيا ٻن ڦڙين لاءِ سِڪندا هئاسون يا ته وري اهڙي حالت اچي بيني آهي، جو 'بس بس' جو آواز به نڙيءَ مان نٿو ڪري! ڪهڙي خبر وري ڀڪي نُڪَ ڏيئي ڇڏي- آسمان سان پيار به ڏاڍو اٿئون پر ڪانئس ڊجون به گهڻُوئي ٿا.

'اياز' جي وائيس چانسلر ٿيڻ جون اوهان کي مبارڪون. آءٌ ته خوش ٿيو آهيان. سنڌ جو بنيادي مسئلو آهي ئي 'علم جي حاصلات' ، سو اڳي به علم ڏيندو هو ۽ هاڻ به علم جو واپار ڪرڻو پوندس. سندس بنيادي حيثيت ۾ ڪا به گهٽتائي نه آئي آهي. اُميد اٿئون ته ڪامياب ويندو.

هو اسان وارو يار شوڪت ته سڄاڻو. T.V ۾ ڏاڍو ناخوش آهي، جو پاڻ رهي ڪراچيءَ ۾، هڪڙو گهر حيدرآباد ۾ ٻيو ڳوٺ. ڪمائڻ وارو هڪڙو، کائڻ وارا گهڻا. تنهن ڪان پوءِ ڪراچيءَ جي خرچن کان به الله ڏئي پناه. سنڌيءَ ۾ M.A. ڪيل اٿس. سندس ذهانت کان توهين واقف آهيو. جيڪڏهن ڪيس يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ملي وڃي ته تمام ڀلي ڳالهه ٿيندي- ذاتي طرح تي 'هڪڙي پاسي' ٿيندو. ازانسواءِ يونيورسٽيءَ کي به ذهين ماڻهن جي ضرورتِ آهي. اوهين اياز کي چوندا ته ڪم ٿي ويندو. ڪنهن وزير ٻزير کان لکائڻو هوندو ته اسين پاڻ لکرائي ونداسين. ڳالهه رڳو اها آهي ته 'سکر وارو همراهه' ڳالهه مڃي.

وڌيڪ خوش وينا آهيون. حيدرآباد اچڻ ٿيندو ته ملاقاتون ٿينديون. سلام ع. ق. شيخ کي ۽ مراد کي.

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

فضل پنهور
١٧-٢-١٩٧٦ع
بهاريون ئي بهاريون،
سائين منهنجا،

هيترن سارن ڏينهن کان پوءِ اوهان جو خط پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. ڪجهه اوهان جي مصروفيتن ڪجهه منهنجن رولڻن، جيڪو خطن جي اچ وڃ ۾ ڏارُ وجهي ڇڏيو هو سو پَرجندو پيو محسوس ٿئي. ڪم از ڪم اسان جي طرفان ته ائين ئي هوندو.

پنجن ڇهن مهينن کان مون وڏيرن سان گڏجي رُلڻ ڇڏي ڏنو آهي. ڪجهه گهريلو ذميواريون وڌي ويون آهن ۽ ڪجهه وري وڏيرن جي اڻ سڌرندڙ رُخَ مان بيزاريءَ ۾ (سنڌي وڏيري جي ذات سُڌرڻي نه آهي)، ۽ گهڻي قدر وري پنهنجي گهٽ پڙهڻ ۽ گهٽ لکڻ جي احساس مون کي صفا گهرَ ڀيڙو ڪري ڇڏيو آهي.

مون انهيءَ وانڌڪائيءَ ۾ وقت کان تمام گهڻو لاڀ پرايو آهي. خاص ڪري پڙهڻ تي ڏمر ذمان لڳايو وينو آهيان. ڪتابن سان گهر ڀريو پيو آهي.

توهان جنڪا افسانن جيّ لسٽ مون کان گهُري هُئي، سا مون ناهي هُئي. اُها مون کان گم ٿي ويئي، ۽ پوءِ اها ڳالهه ياد ئي نه رهي. هينئر جڏهن اوهان جو خط پهتو تڏهن ٻيهر اُها لسٽ ناهڻ ۾ لڳي ويو آهيان ۽ تيهارو ڪهاڻيون ڪن لسٽ ۾ آنديون اٿم، ويهارو ڪن ٻيون اينديون، ۽ پوءِ انهن مان به ٢٥ ڪهاڻيون ڪن چونڊ ڪري، اوهان کي سُتت ئي موڪلي ڏيندس. منهنجو خيال آهي ته منهنجي چونڊ سان گڏوگڏ اوهين توڙي اوهان جو هڪ اڌ ٻيو دوست چونڊ ڪن، ۽ پوءِ انهن سڀني چونڊن مان ٻيهر توهين چونڊ ڪري ڪتاب ترتيب ڏيندا ته معاملو تمام نهڪي ٻيهندو. هڪڙي ماڻهوءَ جي چونڊ ۽ محنت کان ڇئن پنجن ڄڻن جي محنت وڌيڪ ڪارگر ۽ با اثر ٿيندي، ۽ ائين ڪرڻ سان مختلف فڪري ڏارائن جو تمام سنو گلدستو نهي تيار ٿيندو.

ڪجهه عرصي کان ڪاٹو (-) ماڻهن جا واڌو(+) ادب تي حملا پڙهي دل ۾ انهن جي جواب ڏيڻ لاءِ گهڻيئي پُور آيا ويا ٿي، هينئون سڙيو پيئي. ان سلسلي ۾ اوهان پاڻ مون کي حڪم ڪيو هو ته ترقي پسند ادب جي بچاءَ ۾ ڪجهه لِکان-

مون ان سلسلي ۾ گهڻيئي ويچاريو آهي ۽ لکڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي اٿم، پر سوال آهي تہ اهڙي قسم جو مواد تہ ڇپجڻ بہ بروقت ڪپي. اهڙي قسم جا مضمون ڪي افسانا، ناول يا شعر تہ ڪين آهن، جو رکي ڇڏجن ۽ پوءِ اُهي ڪنهن بہ وقت ڇپجي وڃن!

اٿين برابر آهي تہ هلال پاڪستان جهڙي شاندار اخبار پاڻ جو تيز ۾ تيز هتيار آهي. پر سراج صاحب جي ڪنڌ مان ڪِلي ڪير ڪيي. مون اگ ۾ بہ مضمون اخبار کي موڪليا هئا، جي هُن صاحب مون کي ڪو هلال پاڪستان جو مراسلہ نگار سمجهي، الائي ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾ اُڇلائي ڇڏيا! مون اُن سلسلي ۾ ڪيس ڪجهہ خط بہ لکيا، پر جواب ندارد.

اِهي بئي مضمون مون ڳوناٺي زندگيءَ کي نظر ۾ رکي لکيا هئا، جيڪا صحيح معنيٰ ۾ سنڌ جي زندگي آهي. منهنجو موضوع ڳوٺ جو مسڪين ماڻهو هو- ۽ ان سنڌ جي 'ماڻهوءَ' کي جيترو آءٌ ٿو سڃاڻان، انهي ماڻهوءَ جي مسئلن جي جيڪا مون کي خبر آهي سا سراج صاحب کي نہ آهي- ان سلسلي ۾ C.S.P. جي ڊگري ۽ آفيس ۾ ڦرندڙ ڪرسيون ڪم نہ ايندڀون آهن. هت ڏڪا جهلڻا ٿا پون، جيڪي اسان جهليا آهن ۽ اسان کي ئي حق پهچي ٿو تہ 'ماڻهن' تي لکون.

پهرين تہ ڏک جهڙي ڳالهہ اِها آهي تہ اسان جا جج اهڙا ماڻهو ٿي ويهن ٿا، جن کي ' ماڻهو' جي قانون جو پهريون باب بہ ڪونہ ٿو اچي. پر زماني جو دستور ڏسي پنهنجي ڏاڙهي ڪنهن جي هٿ ۾ ڏنيسون، پوءِ بہ جاهليت ۽ بي قدريءَ جو ثبوت ڏيڻ ۾ ڪهڙي شرافت رکي آهي.

بهرحال پنهنجن اڳين مضمونن جوحشر ڏسي، پاڻ بيو ڪجهہ لکي، "هلال پاڪستان" کي موڪلڻ کان يڪي توبهہ ڪئي. ٿي سگهي ٿو تہ ترقي پسند ادب جي بچاءَ ۾ لکيل منهنجو مضمون اوهان جي سفارش تي ۽ ڪجهہ سڄي ادبي ٽولي جي مفاد کي نظر ۾ رکي ڇاپيو وڃي. پر مون کي لکيت ڇپائڻ ۾ ڪنهن بہ سفارش جي ضرورت نہ آهي- ايتري ذلالت مون کان نہ پُڄندي.

هونئن بہ توهان جا 'وڏا اديب' دوست هڪڙيءَ اک پاڻءِ نہ پوندا آهن. سواءِ شيخ اياز جي- اياز تہ ايڏو وڏو فنڪار آهي، جو هُنَ جي جتي ڪٺندي بہ پيا سونهنداسين.

مون کي تہ اهو بہ ڏُک آهي، جو اوهان جي محنت ۽ شخصيت مان اوهان جي دوستن رڳو ذاتي مفاد حاصل ڪيا آهن ۽ پرايو ڪجهہ بہ نہ اٿن- ڀلا پرپٺ اوهان تي ٺوڪون ڪندي بہ ڪن شخصن کي ڪنن سان مون پاڻ ٻُڌو آهي. پر اوهين آهيو، جو هر ڪچهريءَ ۾ سندن بچاءَ ڪندا رهندا آهيو.

توهان ڪنهن ڪم جي سلسلي ۾ لکيو آهي تہ روبرو ڳالهائينداسون، سو في الحال تہ منهنجو اچڻ تمام دير سان ٿيندو. اوهان خط لکي احوال موڪليو، اسين ٻئي ڪُلها وهڻ لاءِ تيار آهيون.

ننڍڙي ڪِڪي خوش آهي ۽ مون لاءِ تمام وڏو تجربو آهي.

سلام سائين ع. ق. شيخ کي.

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

جنهانڻ
٧-٣-١٩٧٦ع
سائين منهنجا،

هڪ خط اڳ ۾ لکيو اٿم، اُميد نہ مليو هوندو. ٿي سگهي ٿو اُهو خط اوهان کي ڪيقدر ناگوار گذريو هُجي، پر ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو اهڙي ماڻهوءَ اڳيان روئي وجهندو آهي، جيڪو ٻڌندو بہ آهي- اهڙا ڪَمَ اوهان وٽ ڏسي، دوستن جي شڪايت ڪري وينس ۽ اجا بہ ڪڏهن وَجهہ مليو تہ ڪندس.

لکڻ ۽ پڙهڻ ساڳئي نموني ۾ زور زور سان چالو آهي. انهن ڪمن ڪرڻ جو وقت جام اٿم، سو ڪريان پيو. مهراڻ واريون ٻَئي ڪهاڻيون ضرور پڙهيون هوندوَ. انهن کان پوءِ بہ ريڊيائي ڊراما لکيا اٿم، هڪ ڊرامو "پُنگ" ٽي.وي وارن کي موڪليو اٿم. واسيلي شڪشن جي ڪهاڻي، "Country Dwellers" ترجمو ڪري، مختصر پر جامع تبصري سان، مهراڻ وارن لاءِ موڪلي اٿم. خاص ڳالهہ تہ هڪ عدد ناول لکڻ ۾ پڻ مصروف آهيان.

ناول جو موضوع هڪڙو پوڙهو ٽيندڙ ڳوناٺو ماڻهو آهي، جيڪو آهستي آهستي معاشري کان ٽُٽندو، 'اسي مت کسيءَ ۾ هليو وڃي ٿو. ان بهاني سان سنڌ جي ڳوناٺي گهرو زندگيءَ جو انگ انگ چِٽڻ جي ڪوشش ڪندس. ناول جو بنياد 'سماجي حقيقت نگاريءَ' تي آهي.

اوهين مناسب سمجهو تہ نموني طور تي ناول جو پهريون باب اوهان کي موڪلي ڏيان. ان بهاني سان مون غريب کي وري اوهان جي صلاح سولي ملي ويندي، جيڪا تمام ضروري سمجهان ٿو.

آءٌ سمجهان ٿو جيڪا واقعي ڳوناٺي زندگي آهي. اُن جي صحيح ترجماني اجا fiction ۾ نہ ٿي سگهي آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ افسانا لکيا ويا آهن، پر سچي پچي زندگيءَ لاءِ ناول جو وڏو ڪئنواس ٿو کپي. افسانو ان ڳالهہ جي پوري ترجماني نٿو ڪري سگهي، پوءِ پلي ڪٽي اُهو گهٽي تعداد ۾ لکيو ويو هُجي. ڇو جو افساني جي داخلي ارتقا جي رفتار تمام تيز آهي ۽ 'هَڻ ڪَڻ' وارو معاملو ڪرڻو ٿو پوي، پر زندگيءَ جي رفتار ڏاڍي آهستي واري آهي جنهن جو ساٿُ صرف ناول ڏيئي سگهي ٿو.

هينئر جيڪا گوڏا ڪوڙي ويهي اسٽڊي ڪريان پيو، دنيا جي ادب جي، اُن اسٽڊيءَ ئي مون کي ناول لکڻ جي ترغيب ڏني آهي. هِن ٿوري عرصي ۾ گهڻو ڪجهہ پرائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. هوندئن تہ هاڻ دنيا جي ادب ۾ گهٽيئي

فڪري ۽ فني تحريڪون موجود آهن، پر يورپ جي اديبن جي خاص خوبي آهي تہ هو جنهن بہ تحريڪ يا لاڙي سان لاڳاپيل رهيا آهن اُن سان نڀايو اٿن.

Pearl S. Buck، پنهنجي مشهور ناول "Good Earth" ۽ نوبيل پرائيز جي ڪري مشهور هئڻ جي باوجود، هلڪو ادب لکندڙ سمجهيو وڃي ٿو، پر سچ ڪري پڇو تہ سندس بہ ناول "Living Reed" (سر نسريا پاند) ۽ Dragon Seed (ٻلارو ٻج) ڏاڍا سُٺا آهن. جيتوڻيڪ سندس ٻين ناولن Hidden flow & Mother وغيره ۾ جان نہ آهي. Living reed ۾ ڪوريا جي مٿانهين طبقي مان ڦٽي نڪرندڙ چئن پيڙهين جو ذڪر آهي، جنهن ۾ سماجي حقيقت نگاري عروج تي پهتل آهي. Dragon Seed ۾ جيڪا خاص ڳالهہ وٺي، اُها آهي ڳوٺاڻن چينين جي زندگيءَ جو عڪس: ناول ۾ هڪ هنڌ چيني ڳوٺاڻا دشمن جپاني فوجين جو انتظار وينا ڪن ۽ مانار، خوف ۽ ڪيقدر اُميد جو ماحول ڇانيل آهي- اهڙي صورتحال ٿر جي ڳوٺن ۾ مون ١٩٧١ع جي جنگ ۾ ڏٺي.

ٻئي پاسي Erskine Coldwell آمريڪي ڳوٺاڻيءَ ۽ ننڍڙن شهرن جي زندگيءَ جو عڪس بہ واهہ جو چٽيو آهي. Place Called Esthefville ۾ گورا ڇوڪرا هڪڙي شيدي نوڪر ڇوڪري جو اونداهي گهٽيءَ ۾ انتظار وينا ڪن، جو ڪين پتو پيو آهي تہ ٻن ٽن گورين ڇوڪرين سان اُن جا جنسي تعلقات آهن، ۽ هُو ان جو وير وٺڻ چاهين ٿا. سندن گفتگو، صلاح ڪرڻ جو اندازو ۽ پوءِ ان شيدي ڇوڪري سان ڪيل جُٺ جو رنگ ڍنگ ساڳيو اسان وارو آهي. سندس ٻين ناولن Tobacco Road، Journey Man ۾ بہ ڳوٺاڻي زندگي ڏنل آهي، البت سندس تازو ناول Last Night of Summer شهر جو ترجمان آهي، اُن ۾ وري موسم ۽ انساني جذبات جو گڏجي چوٽ تي چڙهي، هيٺ ڪرڻ جو ذڪر آهي. بهرحال، ڳوناڻي زندگيءَ جي ترجمانيءَ ۾ ميخائيل شولوخوف جي Quiet Flows the Don ۽ Virgin Soil Upturnedجو ذڪر ڪرڻ ان ڪري اجايو پيو ٿئي، جو ڳوٺاڻيءَ زندگيءَ جو همڙو عڪس دُنيا ۾ هن وقت موجود هئڻ مشڪل آهي.

البت انهن سڀني ليکڪن جي لکڻين ڪي پڙهڻ کان پوءِ ايترو ضرور احساس ٿئي ٿو تہ يورپ ڪي ڇڏي باقي مُلڪن جي ڳوناڻ ماڻهن جي بنيادي نفسيات ۽ تهذيب ساڳي ئي آهي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ زندگي جيتري خارجي آهي ۽ اوتري داخلي آهي. ان ڪري مختلف بلڪ متضاد فڪري لاڙن هوندي بہ آءٌ شولوخوف، پرل ايس بڪ، ارسڪن ڪالڊيل ۽ گورڪيءَ ڪي چيخوف، سارتر، قرةالعين حيدر جي برابر

اهميت ڏيندو آهيان، جو پهريون توڙي پويون گروهه پنهنجي پنهنجي لاڙي ۾ بند هئڻ جي باوجود به وڏا سچا ليکڪ آهن. پر، سائين منهنجا، ليکڪ اُهو مڃجي جيڪو چارئي پاسا وَهي وڃي: اندر نهاريندي نهاريندي، ٻاهر به نهاري وٺي. اهڙا جئن اکين وارا ليکڪ مون کي مطالعي ۾ شيخ اياز، فيودور دوستو وسڪي ۽ ليوٽالسٽاء نظر اچن ٿا. ان ڳالهه جي ڪري آءٌ اياز کي پٽائيءَ کان وڏيڪ اهميت ڏيندو آهيان. لطيف سائينءَ وٽ خارجيت توڙي داخليت آهي پر سندس شعر جي جامع خاصيت يا ڪمزوري هڪ لاڙي جو ٻئي لاڙي تي رُعب آهي. ۽ اياز ٻنهي پاسي ڌار ڌار اهڙي نموني سان وَهي ويو آهي، جو سندس ڪنهن به هڪ لاڙي کي ٻئي لاڙي، تي ڇانئجي وڃڻ جو وَجُهه نٿو ملي. منهنجُي خيال ۾ شاعر جي وڏي ۾ وڏي خوبي تضاد آهي. ان سلسلي ۾ قرةالعين حا به ڊايالاگ ياد ٿا اچنم: هڪ جڏو ٻئي کان ٿو پُڇي ته "تنهنجو ڪهڙي نظريي سان تعلق آهي؟" ٻيو جواب ٿو ڏئي ته "مون اجا دل جا دروازا کولي رکيا آهن."

ڳالهه ڪٿان جي ڪٿان وڃي نڪتي! ڪا سَسَڪَ پئي؟ "دل جا دروازا کولي رڌڻ!

ڪهاڻين جي لسٽ سياڻي يا پرينهن پوسٽ ڪندس. ان سلسلي ۾ يا ٻئي ڪنهن به سلسلي ۾ وڏيڪ ڪو ڪم ڪار رکندا ته حاضر آهيان.

شوڪت جي تمام گهڻي پارت اٿو. هوشيار ڇوڪرو آهي ۽ ڪم وٺڻ جهڙو آهي. ان ۾ شوڪت جي ذاتي فائدي سان ٻوليءَ جو ۽ اسان جي ڪم جو به فائدو آهي.

'اياز' جيڪو .V.C ٿيو آهي، ته سمجهان ٿو سندس خاص مقصد به ٻوليءَ ۽ ماڻهن جي خدمت هوندو، نه ته ذاتي طرح تي ته وڪالت جو ڏنڌو سُٺو هئس. اهو همراهه ٻوليءَ جي سلسلي ۾ ضرور ڪجهه نه ڪجهه ڪندو. بااختيار آهي، اسان جون منجهس تمام وڏيون اُميدون آهن. تعليمي ۽ ادبي سلسلي ۾ سندس نظر هيٺ ڪي نوان ادارا کُلن يا جيڪي اڳ ۾ ئي آهن اُنهن جي واڌ جو سوچي، ته مهرباني ڪري مون کي نظر انداز نه ڪجو. آءٌ به چاهيان ٿو ته باقاعدي ڪٿي رهي ڪم ڪريان. ماستريءَ پنهنجيءَ جاءِ تي وڏي شيءِ آهي، پر اسان جي اصلي جڳهه ادبي ادارن ۾ آهي. ان ڪري ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ لاءِ دوستن کي چيم، پر ڪجهه ڪونه ٿيو. ڪا اهڙي ذميواريءَ واري جڳهه هُجي، ته اُها مون تي مهرباني ڪندا. آهيان ته صرف .B.A ،B.Ed اها ڳالهه نظر ۾ ضرور رکجو. هت آءٌ صحيح معني ۾ بيڪار آهيان.

عبدالقادر جوڻيجو

فصل پنيرو
٨-٣-١٩٧٦ع
سائين،

اوهان جي حڪم موجب ڪهاڻين جي لسٽ موڪليان پيو. جيتريقدر منهنجو مطالعو آهي اوتريقدر مون کي اهي ئي ڪهاڻيون نيڪ لڳيون آهن. البت هڪڙي ڳالهہ آهي تہ هت ڳوٺ ۾ ويهي ڪهاڻين جي ترتيب ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. هن ڪم لاءِ ڪيترا ڪتاب ۽ رسالا گهربل آهن. بهرحال ڪجهہ پاڻ وٽ پيل مواد ۽ ڪجهہ ياداشت جي زور تي ڪم ڪيو اٿم.

وڌيڪ ڪو نقل وغيره ڪرڻ جو بار بہ رکندا، تہ بہ حاضر آهيون. واندا ويٺا آهيون، ڪم ڪرڻ تي دل ٿي چئي.

سلام سنگت کي.

عبدالقادر جوڻيجو

| ڪهاڻيءَ جو عنوان | ليکڪ |
|---|---|
| ١- شاه جو قُرُ | جمال ابڙو |
| ٢- لاٽ | جمال ابڙو |
| ٣- سپني جو موت | ذوالفقار راشدي |
| ٤- پسي ڳاڙها گُل | رسول بخش پليجو |
| ٥- پهرين مُراد | نسيم کرل |
| ٦- چوٿيهون دَرُ | نسيم کرل |
| ٧- جيون ڪوئي جهوٽو آهي | علي بابا |
| ٨- درد جو شهر | آغا سليم |
| ٩- سمنڊ ۾ هڪ اڪيلو روح | شوڪت حسين شورو |
| ١٠- جيجي | زرينہ بلوچ |
| ١١- ويريون | حميد سنڌي |
| ١٢- بري هن پنيور ۾ | غلام رباني |

| | |
|---|---|
| ١٣- جيڪر اڃين هاڻ | فاروق سولنگي |
| ١٤- پڳل ٽٽل ليڪا | مشتاق شورو |
| ١٥- پهرين لانوَ | غيات جوڻيجو |
| ١٦- ٻُک جا چڪ | ماهتاب محبوب |
| ١٧- سُتل پڙاڏو | مراد علي مرزا |
| ١٨- بيگي ۽ بيگي | بهزاد |
| ١٩- زندگي ۽ هڪ ڪُن | امر جليل |
| ٢٠- اونداها رستا ۽ | غلام نبي مغل |

دونهاتيل گهٽيون

| | |
|---|---|
| ٢١- واٽون، راتيون ۽ رول | عبدالقادر جوڻيجو |

حيدرآباد، سنڌ
١٣-٣-١٩٧٦ع
منا ياءِ عبدالقادر، خوش هجين شال.

تنهنجا ٻه خط سامهون رکي، هي جواب لکي رهيو آهيان. منهنجن خطن لکڻ جي سستيءَ جي نه توکي خبر آهي، ۽ هاڻي نه اياز. جو هتي آهي سو رڳو هن جي 'سربراهيءَ' ۾ وقت گذريو وڃي. پنهنجا ڪيترا ڪم هٿ ۾ هئا، سي به ائين اڌ ۾ رهجي ويا آهن. طبيعت ناهه ۾ نٿي رهي. من ڏاڍو اُباڻڪو گذري ٿو. پراوَن جي دشمنيءَ ۽ پنهنجن جي لادعوائيءَ سبب پنهنجو ڪو دل گهريو ڪم مُنهائتو ٿي، اڳتي ڪونه ر وڌي. ير ماڻهن کان وڏيڪ ڪم ۾ منهن وجهي ويهجي ٿو، نه البت دل وندرجي ٿي ۽ وقت ٿورو گهڻو لاڀدائڪ لڳي ٿو. نه ته بيڪار ڳالهيون، بيڪار ماڻهو، بيڪار وقت، جيئڻ ٿيو جنجال. ان بي ڍنگي ۽ بي اُنساهي ماحول ۾ سوچيو هو ته ڪن همخيال ۽ سليقي مند ساٿين سان گڏجي، ڪنهن نتيجه خيز رٿا تي ويهي ڪم ڪجي، پر هڪ نه وسيلن جي ڪمي، ٻيو اڄائيءَ زندگي جي بيڪار مسئلن جي ڇڪتاڻ، ماڻهن جا بيگاري ڪم ۽ پنهنجي طبيعت جو نٽرپڻو- مطلب ته ڳالهه ڪجهه اڳيري ڪنهن رفتار يا ڪنهن اعتماد سان ڪانه ٿي وڌي. اڳي جڏهن ڪنهن جي واتان ٻڌندو هوس ته "بس ادا پيا گهلجون!" ته ڳالهه ايتري سمجهه ۾ ڪانه ايندي هئي، پر هاڻ نراسائيءَ جي ان اٿاهه ڪڌ ۾ ڪريل ماڻهوءَ جي دل جي حال جي ڪجهه ڪجهه خبر پوي ٿي. بهرحال وري به هلڻو آهي سو پيو هلجي.

تنهنجي چونڊ ڪيل افسانن جي لسٽ پڙهيم. تو نهايت سٺا افسانا چونڊيا آهن. ٻيا به چونڊيا جيئن تو صلاح ڏني آهي. پوءِ انهن کي وري ان خيال سان ڏسبو ته انگريزي ترجمي جي خيال کان ڪهڙا آسان ۽ مناسب ثابت ٿي سگهندا. سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌالاجيءَ وارن جو هي ڪم آهي، يعني انهن کي چونڊ سنڌي افسانن جو مجموعو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪرائڻو آهي. افسوس رڳو اهو آهي ته سنڌي افسانن جا مجموعا الڳ الڳ اديبن جا يا سال سال جي چونڊ افسانن جا، نه ايترا گهڻا شايع ٿي سگهيا آهن ۽ نه وري انهن جي ائين ويجهڙائيءَ ۾ شايع ٿيڻ جا ڪي امڪان آهن.

"سنڌالاجي" يا "سنڌي ادبي بورڊ" اهي به ادارا آهن جن ڏانهن سنڌي ادب

دوست حلقا وري وري آسائشيون اکيون کنبو پيا نهارين. پر کم "ادارا" يا ادارن حون ڪرسون، ميزون، ڪپٽ ۽ پتيون بہ ڪنديون آهن. اُتي جيڪي ماڻهو ويٺل هوندا آهن. ڪم اُهي ڪندا آهن. هن وقت جيڪي ماڻهو ادارن ۾ براجمان آهن ۽ صاحب اختيار آهن، اُهي، جيئن بين سڀني محڪمن ۾ اڄ دستور آهي، ڪم سان گهٽ واسطو پنهنجو سمجهن ٿا. خود مالي وسيلا ۽ ٻيون سهوليتون، جيڪي ادبي ۽ ثقافتي ڪم جي ڪرڻ لاءِ گهربل آهن، سي بہ هِنن اسان جي ادارن وٽ بي حد گهٽ آهن. هڪ حد تائين هنن ادارن ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن کي فيصلي ۽ عمل جي گهربل آزادي ۽ خود اختياري بہ حاصل ڪانهي. پر اُن جي باوجود، جو ڪجهہ هو ڪري سگهن ٿا ۽ ڪين ڪرڻ گهرجي، سو بہ اسان کا ڪونہ ٿو ٿئي. آءٌ ڪوشش ۽ سوچ ۾ رهندس تہ جيئن ٿي ڪا صورت خاص طرح سنڌالاجيءَ ۾ نڪري اچي، تيئن شوڪت جهڙا ۽ تو جهڙا سنڌي ادب ۽ علم جا سچا ٻورهيت ڪنهن طرح انهن ۾ اچي ڪم ڪن. وڌيڪ اُن مسئلي تي مناسب موقعي تي پاڻ روبرو ڳالهائي ٻولهائي سگهون ٿا.

تو پنهنجي مطالعي ۽ ادبي تخليقي ڪم جي اميد افزا صورتحال کان واقف ڪيو آهي. اُهو پڙهي دل بهار بهار ٿي ويئي. ناول جو ڪوبہ حصو جڏهن بہ مون ڏانهن موڪليندين تہ پنهنجي سڄيءَ رات جي ننڊ قُربائي بہ اُهو پڙهندس.

اسان کي پنهنجي اديبن جي سوسائٽيءَ پاران ماهيانو "ڪتاب نامو" ڪڍڻ جو ارادو هو، جو في الحال، مالي خيال کان تسلي بخش صورتحال نہ هئڻ سبب، دل تان هٽائي ڇڏيو اٿئون- جيستائين اُن جي پهرئين پرچي جي سموري مواد جي ترتيب بہ مڪمل ڪري ڇڏي هيم. انهي ماهنامي لاءِ تنهنجي ڪنهن افساني يا مختصر ناٽڪ جي ضرورت هئي ۽ اچا بہ آهي: ڇو جو اُن سلسلي جي اشاعت جو خيال دل تان هٽائي برابر ڇڏيو اٿئون، پر صفا ڇڏيو هرگز هرگز ڪونہ اٿئون. [ع.ق] شيخ صاحب توڏانهن ان باري ۾ شايد لکيو بہ هو، پر تو هن ڏانهن اُن بابت موٽ ۾ ڪجهہ نہ لکيو.

آءٌ ڪراچيءَ ٻن ڇئن ڏينهن ۾ ويندس. سراج سان سندس اينٽريءَ بي رخيءَ جو سختيءَ سان ذڪر ڪندس. پر يقين رک، اڳي بہ جڏهن تنهنجي ڪا ڳالهہ وٽس نڪتي آهي تہ هن هميشہ تو لاءِ محبت ۽ بيحد گهڻي قدر جو اظهار ڪيو آهي. جو ڪجهہ دل جي حضور سان لکيو، ان جي اشاعت جو مسئلو واقعي دل کي بي آرام ڪندو آهي، ۽ ائين ٿيڻ نہ گهرجي.

مون کي خبر آهي تہ ڪي دوست مون تان پرپٺ ڪلندا آهن، بلڪہ ڪي تہ جاٺي ٻجهي دوستن جي حلقن ۾ گلا ۽ غيبت بہ ڪندا آهن. پر ڪلندن تان خير ٿين ٿا. پاڻ هر دوست ۽ ساٿيءَ جي گهٽڻ وڌڻ جي ڪمرائي پاڻ تي فرض سمجهون ٿا. هو ان جو ڪهڙو اثر ٿا ڏين. سا سندن ذميواري آهي.

تنهنجي ڪڪي ڪيئن آهي؟ اوهان سڀني لاءِ منهنجي دل ۾ اٿاهہ پيار آهي. ان ڳالهہ جو توکي ۽ تنهنجن سڀني پيارن ۽ دلگهرين کي يقين رکڻ گهرجي.

ٻيو سڀ خير

تنهنجو محمد ابراهيم

× × ×

١٨-٣-١٩٧٦ع

سدائين بهارين ۾ هُجو،

سائين منهنجا!

اوهان جو ڪَلهہ خط مليو. مصروفيتن هوندي بہ خط لکڻ لاءِ ٽيم ڪڍڻ جي وڏي مهرباني. اُميد تہ آئنده پڻ ائين يادگيري ڪندا رهندا. جيتريقدر افسانن جي چونڊ جو تعلق آهي، تہ جيڪو حال حبيبان هو سو پيش پريان ڪيوسين. واقعي سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻا افسانا اهڙا آهن، جن جو ترجمو ڪرڻ وڏي مصيبت آهي. ڪي تہ وري اهڙا آهن، جو انگريزيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ شايد پنهنجو وزن وڃائي ويهن.

علمي ۽ ادبي ڪم جو جيتريقدر سوال آهي، تہ دُنيا جي سڄاڻن الائي ڪهڙين ڪهڙين ڏکين حالت ۾ ڪم ڪيا آهن. اسان کي تہ پوءِ بہ نسبتاً وڏيڪ سهوليتون مِليل آهن. پاڻ وارن يارن کان ڪم پڄندو نہ آهي، پوءِ فندس جي ڪمي ۽ نظرياتي پابندين جو روئڻو رُئندا آهن. آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن نيت صاف آهي تہ سڀ معاملا صاف آهن.

سنڌي ادبي بورڊ اوهان جي وقت ۾ بہ هو ۽ هاڻ بہ آهي، پر سچ ڪري پڇو تہ اڳي ڪم هو ۽ هاڻ خالي اخباري پروپئگنڊا ۽ هوٽلن جون تقريرون آهن. بنا ڪم جي نلهي چاڙي هٽي ڪيستائين پنهنجو بچاءُ ڪبو رهبو ۽ ڪيستائين اڳي ٽيل ڪم تي پيو ڪُڏبو.

سنڌالاجي تہ ماشاءالله آهي، پر جيتريون ڏگهيون ڳالهيون آهن اوتريون ڇوٽيون وِکون آهن. اِتي تہ وري عقل جي ڪميءَ جو معاملو بہ آهي. صورت مان ٿي ڪم نہ بڪندو، تہ علمي ميدان ۾ وري ڪهڙا ڦاڙها مرندا.

منهنجي تہ دل ڏاڍو ٿي چئي تہ ڪم ڪريان ۽ سنڌالاجيءَ جهڙي اداري ۾ اچي ڪم ڪرڻ تہ اسان لاءِ تمام وڏي غنيمت آهي. ڪم ڪبو ۽ گوڏا ڪوڙي ڪبو. ڳالهہ رڳي اِها آهي تہ ڪٿي پير ڪوڙجي. نوجوانن کي بہ آزمائي تہ ڏسڻ گهُرجي. اياز جو .V.C ٿي اچڻ ئي حوصلو بخشيندڙ ڳالهہ آهي. مون کي خبر آهي تہ هُن پنهنجي وڪالت ۽ شاعريءَ سان نڀايو آهي، سو يونيورسٽيءَ سان بہ نڀائيندو. اهڙا حال حقيقتون اسان تائين پهچن پيا تہ همراهہ ڄُجي وٺ وٺان لڳي پيئي آهي. اُميد تہ پاڻ سنڌالاجيءَ تي بہ جوڳو ڌيان ڏيندو.

آءُ اڄڪلهه سوشالاجيءَ ۾ .M.A ڪرڻ جو ارادو رکان ٿو. ان سلسلي ۾ رجسٽريشن ڪرائڻ اينڊس تہ روبرو ويهي ڳالهہ ٻولهہ ڪبي ۽ ڪنهن نتيجي تي پهچبو.

هِت هن ڏنڌي ۾ تہ صلاحيتن جو قتل پيو ٿئي. منهنجي خيال ۾ هتي جي ماحول ۾ ماستري اهڙي ئي آهي (مون لاءِ) جيڪا روايتي ڏائڻ وانگر ڳوڙها چٽي، ٽنگون سُڪائي، هلڻ کان لاچار ڪري ڇڏيندي. نہ دُنيا کي ڪجهہ ڏيئي سگهنداسين نہ دُنيا ڪجهہ اسان کي ڏيئي سگهندي. ائين برابر آهي تہ ڳوناٺي زندگيءَ جي لهہ وچڙ کان واقفيت وڌندي وڃي، پر اُن واقفيت کي ڪم جو روپ تہ ڪم جي ماحول ۾ ئي ڏيئي سگهجي ٿو.

جتريقدر بان جي سوسائٽيءَ جي رسالي ۾ تعلق آهي تہ اُن لاءِ پانيان ٿو تہ منهنجي ناول جو باب بلڪل ٺيڪ رهندو. اُهو جلدئي نقل ڪري اوهان ڏانهن موڪليندس.

دنيا جي ناول نگارن جون ڪوششون ڏسي اهو احساس تمام گهٽو ٿو ٿئي تہ اسان کان ڪوبہ ڪم پُڄي نہ سگهيو آهي، پر هان نہ جذبو ۽ انهن همراهن سان قطار ۾ ضرور بيهبو. پوءِ پلي چا بہ ٿي پوي. جهڙا هُو ماڻهو آهن تهڙا اسين آهيون. نڪو هو اُپ مان ڪريا آهن، نڪو اسين ڪوهن مان نڪتا آهيون.

اسان وٽ هڪڙو سيٺ چنديرام آهي، سو نوجوان زميندارن (سنڌس ڳراهڪن) کي هيئن نصيحت ڪندو آهي: "بابا پئسو. گهوڙا پئسو، ماءُ پئسو. مرو مُئا پئسو ئي پئسو!" تيئن اسان کان بہ زبان مان نڪرندو رهي تہ: "بابا ڪمُ، گهوڙا ڪم، ماءُ ڪم، مرو مُئا ڪم ئي ڪم"

باقي جيڪو ويهي سوسائٽيءَ جي باري ۾ پئي سوچيو آهي نہ ڪجهہ سرياند ماڻهن کان ان ڪم لاءِ پئسو هٿ ڪجي تنهن لاءِ تہ آءٌ ائين چوندس تہ وڏيرن کان پئسو گهُرڻ جي بدران شينهن جي وات ۾ وڃڻ چڱو آهي. هِت وڏ ۾ وڏ جسم ڦٽبو، هُت تہ روح ۽ ضمير کي ڦٽڻو ٿو پوي.

وقت ملي تہ جواب ڏيندا.

سلام ع. ق. شيخ کي عرض آهن.

عبدالقادر جوڻيجو

× × ×

(۱۰۲)

۱-۴-۱۹۸۲ع

سائين،

گذارش تہ ميان محمد هاشم اچي ٿو. سندس مسودا کپن ٿا. ان باري ۾ پاڻ حال احوال اڳيئي ڪيو هو. ان ڪري کين مسودا اپس ڪندا.

اُميد تہ توهين خوش هوندا.

عبدالقادر جوڻيجو

مون کي برابر ۲ نوٽبڪ هرهڪ Tales From Hashim ۽ ٻيو Tales F.S.Hens جا برابر محمد ابراهيم جويو کان واپس مليا.

محمد هاشم دَل

۱-۴-۱۹۸۲ع

تازو قلمر، سائين!

اهو شمشير جي خلاف ڇپيل ۽ اياز جي حمايت ۾ محسن پوپاليءَ جو پمفلٽ ضرور موڪليندا.

تنهن ڪان سواءِ اوهان جي بورڊ جا بہ ٽي - ڪتاب جيڪڏهن ملي سگهن تہ موڪليو.

ڪتاب آهن:

(۱) گوگول جو "انسپيڪٽر جنرل" مترجم قليچ بيگ

(۲) ٽالسٽاءِ جي آٺن ڪهاڻي، جا قليچ بيگ جي ترجمو ڪيل آهي.

(۳) "سانو پن يا ڪارو پنو" شايد قليچ بيگ جي سوانح آهي.

سلام

طول العمره، پنهور ۽ ربانيءَ کي عرض آهن.

عبدالقادر جوڻيجو

پوسٽ آفيس فضل پنہيرو، ٿرپارڪر.

بسم الله الرحمن الرحيم



# Institute of Sindhology
## UNIVERSITY OF SIND

DIRECTOR

Jamshoro, Sind, Pakistan.
Tel. All. "UNISIND"
Phone: 71125
71291/53

Ref. No. IS/Lib/32/E/2022

Dated 5. 12. 1985

محترم جناب محمد ابراهيم جويو صاحب،
صحافي ڪالوني، حيدرآباد سنڌ.

اوهان مهرباني ڪندي هن اداري جي تحقيقي لائبرريءَ ۾ نامور رسالي

"سنڌ ڪوارٽرلي" جا ١٩٨٤ع نمبر ٣ ۽ ١٩٨٥ع نمبر ١ جا ڪتل شمارا تحفي طور

ڏنا آهن، جنهن لاءِ اسان نهايت ئي شڪرگذار آهيون. ۽ اميد ٿا ڪيون ته آئنده به اهڙي

مهربانيءَ کان نه وساريندا.

مخلص

(signature) 5.12.85

( عبدالقادر جوڻيجو )

ڊائريڪٽر،

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.




# انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

حوالو نمبر No. IS. (…) 32-11/1345

تاريخ 22-12-97 / 1992ع

محترم جناب محمد ابراهيم جويو صاحب،
چيئرمين،
سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو.

پيارا سائين،

السلام عليڪم،

اميد ته ساخيريت هوندا.

گذارش آهي ته جناب 'Servants of Sindh Society'

جي هڪ ڪاپي هن اداري جي تحقيقي لائبريريءَ لاءِ تحفي طور برابر ملي. جنهن لاءِ ٿورائتا آهيون. اميد ٿي ڪجي ته آئنده به اهڙيءَ مهرباني کان نه وساريندا.

اوهانجو مخلص

19.12.97

عبدالقادر جوڻيجو
ايڊيشنل ڊائريڪٽر
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي ورِي پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪيِ پاتي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)